# سزاءِ موت


تعداد: 1250

قیمت: 50 [illegible]

سال: 2002



ليکڪ امان الله سومرو.

# فهرست

هي اهو پمفلٽ آهي جيڪي لکڻ جي ڪري جوائنٽ سول جج
ارشد مرتضي مونکي جيل موڪلي ڇڏيو هيو

# هي ڪهڙو انصاف آهي

## جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي جواب ڏي

اڄ ڪورٽن جي جيڪا حالت ٿي وئي آهي ان جا ذميدار تو جهڙا بدديانت، مغرور ۽ عوام دشمن جج آهن جيڪي پئسا وٺي انصاف وڪڻن ٿا ٿيڻ ته ائين کپندو هيو جو ماٺهون ڪورٽ جو جج ٿيڻ کان پوءِ رحمدل ۽ انصاف پسند هئڻ گهرجي جو وڏي ۾ وڏو ڏوهاري اهو محسوس ڪري ته واقعي انصاف ٿي رهيو آهي ۽ فريادي کي به اها تسلي هجي ته ان کي انصاف ضرور ملندو.

ليڪن اسانجي بدبختي اها آهي جو ڪجھ گهٽيا قسم جا نيچ ماڻهون جج ٿيڻ کان پوءِ ايترا ته مغرور ٿي ويندا آهن جو ايمانداري ۽ شرافت جا سڀ اصول وساري چند روپين جي عيوض پنهنجي ئي هٿن سان انصاف جو خون ڪندا آهن ۽ ارشد مرتضي تون به انهن ئي گهٽيا قسم جي ججن مان هڪ آهين تو

انصاف جي ڪرسي تي ويهي مون سان جهڪي بي انصافيون ڪيون آهن مان ان جي روئداد ڪولي ٻڌائيندس ۽ جيستائين تو کي ذليل ۽ خوار نہ ڪندس آرام سان نہ ويهندس چاڪاڻ تہ تون عدالت جي دامن تي هڪ بدنما داغ آهين ۽ تنهنجو وجود عدليہ لاءِ خطرو آهي جيستائين مان تو کي جج جي ان ڪرسي تان ڪٽي ڦٽو نہ ڪيان مان سک سان نہ ويهندس ۽ هاڻي مان توکي ٻڌائيندس تہ تون انصاف جو خون ڪيئن ڪيو آهي ان جي تفصيل هيٺين ريت آهي

تہ هاڻي ٻڌ، اڄ کان ٻہ سال پهريون مون تنهن جي عدالت ۾ هڪ فرادي ماسٽر صالح ميرجت جي خلاف هڪ ڪيس داخل ڪيو هيو تہ هي ٺڳي ڪري منهنجا پنجنيهہ هزار روپيہ کائي ويو آهي ۽ جعلي رسيدون ثاهي ڪورٽ ۾ پيش ڪيون آهن مون ان ٺڳي واري ڪيس ۾ ٻين ٺڳن جي بہ نشاندهي ڪئي پر تو بنا ڪنهن قانوني جواز جي ڪيس ختم ڪري اهو ثابت ڪيو آهي تہ تون جج جي عهدي جو اهل هي نہ آهين ۽ تو انصاف جو خون ڪري پنهنجو پاڻ کي عدليہ جو قاتل ثابت ڪيو آهي اها عدليہ جيڪا پهريون ئي سڪرات ۾ آهي تو عوام دشمن فيصلا ڪري ان کي جيئرو ئي دفن ڪري ڇڏيو آهي ۽ جڏهن عدليہ دفن تي ويندي پوءِ تو جهڙن ججن کي لڪڻ جي جاءِ بہ ڪو نہ ملندي چاڪاڻ چو تون انصاف قاتل آهين.

منهن جي خلاف هڪ گھٽيا درجي جي وڪيل ڪي بي ڀٽائي جي طرفان داخل ڪيل ڪوڙي ڪيس ۾ ٻه سال پنهن جي ڪورٽ ۾ گھليو اهو ڪيس صرف ٻه اکر لکڻ جو هيو جنهن ۾ فريادي ڪي.بي.ڀٽائي ڪڏهن ٻه وقت تي ڪورٽ ۾ ڪو نه آيو تو اهو ڪيس ان ڪري ختم ڪو نه ڪيو جو تنهنجا هٿ بدديانتي جي ڪري ڪارا آهن اهوئي سبب آهي جو ڪي.بي.ڀٽائي ۽ ان جي حامي وڪيلن کان ٻڇين ٿو ڇو جو اهي تنهن جي اصليت کان واقف آهن ۽ اهي ئي وڪيل توکي آفيس ۾ اکيون ڏيکاريندا آهن اهوئي سبب هيو جو تو منهن جي شرافت جو ناجائز فائدو وٺندي مونکي تڪليف ڏيڻ لاءِ ٻن سالن تائين ڪورٽ ۾ گھليو ۽ ڪو ٻه فيصلو ڪو نه ڪيو تون هن وقت صرف چورن داڙيلن ۽ بدمعاشن جو جج آهين ۽ انهن ڏوهارين جون ضمانتون ڪرڻ لاءِ انهن جي وڪيلن کان رشوت وٺي تو ۽ تنهن جو سڄو عملو رشوت وٺي انصاف وڪڻڻ جي مڪروه ڌنڌي ۾ وڏي عرصي کان ملوث آهيو ۽ اهڙي طرح انهن بدمعاشن کي قانوني تحفظ ڏئي شريف انسان کي ڏچي ۾ وجهي ڇڏيو آهي ان جو اندازو توکي ان وقت ٿيندو جڏهن غريب ۽ امن پسند شهري تنهنجو گريبان پڪڙي ان ناانصافي جو حساب ڪتاب وٺندا.

مون تنهن جي ڪورٽ ۾ ميرپورخاص جي بدنام ترين بدمعاش خرڪار غنڊي فضل الرحمان

عرف ڪنگلا خان جهڙي بدنام ترين خرڪار فضل الرحمان عرف ڪنگلا خان جي خلاف هڪ ڪيس داخل ڪيو هيو ته هو ۽ ان جا حامي غنڊن مونکي منهن جي آفيس ۾ اچي مونکي ڏک هنيا ۽ گاريون ڏنيون ۽ قتل ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏنيون ۽ منهن جي شاهدن منهن جي بيان جي تصديق تنهن جي ڪورٽ ۾ اچي ڪئي ليڪن تو پنهن جي گهٽيا ذهنيت جو مظاهرو ڪندي هڪ وڪيل جيڪو 21 سالن کان بار جو ميمبر آهي ڏهن سالن کان نوٽري پبلڪ ۽ اوٿ ڪمشنر هئڻ کان علاوه ڪيترن ئي سياسي ۽ سماجي تنظيمن جو سربراه به آهيان ان کي قانوني تحفظ فراهم ڪرڻ بدران منهنجو ڪيس ئي خارج ڪري هڪ بدمعاش خرڪار غنڊي کي جنهن کي سڄو شهر

چنگي طرح سڃاڻي ته نه صرف هو خرڪار آهي بلڪ ڌاڙيلن کي اسلحو به فراهم ڪندو آهي ۽ ان بدمعاش کي عدالتي تحفظ فراهم ڪري اهو ثابت ڪيو آهي ته تون نه صرف نااهل آهين پر تون شريف ۽ امن پسند شهرين کي انصاف ڏيڻ جي بجاءِ ڌاڙيلن بدمعاش ۽ خرڪارن جي سرپرستي به ڪندو آهين.

جج ارشد مرتضي کن ڪولي بند ته ڪنهن امن پسند ۽ شريف شهري کي ڪو ماڻهون آفيس ۾ اچي گاريون ڏئي ڏک هڻي ۽ خون ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏيڻ ڏوهه نه آهي ته پوءِ تون به غور سان پڙ ته مان پنهن جي بي عزتي جو بدلو تو کان ضرور

وتندس چو جو تہ قانون ٽوڙيو آهي ۽ دنيا کي ٻڌائيندس تہ عزت سيني جي هڪ جهڙي ٿيندي آهي. جج کو آسمان جي مخلوق کو نہ آهن انهن جو بہ احتساب ٿي تہ سگهي هاڻي مان تہ سان اها ساڳي ڪاروائي ڪندس جيڪا پير فضل الرحمان عرف ڪنگلا خان مون سان ڪئي هئي تون جيئن ئي ڪورٽ کان ٻاهر نڪرندي مان تنهنجو گلو پڪڙي پنهنجو بوٽ لاهي سڀ ڪان ڀهريون تہ ڪي ڏہ جوتا ڳڻي هڻندس ۽ ٿي سگهيتہ تہ مان تنهن جي منهن تي ٿڪندس بہ چو تہ انصاف جو خون ڪيو آهي جڏهن مان تنهن جي بي عزت ڪندس تہ پوءِ جيئن مان فضل الرحمان پٺاڻ جو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهيس اهڙي طرح تون بہ منهنجو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهندين چاڪاڻ جو تون سڀ ڪان ڀهريون ٿاڻي تي ويندين اهي ٿاڻي وارا تنهن جي ايف. آئي. آر درج ڪو نہ ڪندا ۽ پوليس جي نہ ٻڌڻ جوڳو ڏوہ قرار ڏئي هڪ پرچو ڪٽي ڏيندا.

چو جو تہ ڪي منهن جي لڳايل جوتن جا نشان ڪو نہ هوندا ۽ وري ٿڪ بہ سڪي وئي هوندي پوءِ ڇا ٿيندو جو تون مون وانگر جهڙي طرح مون تنهن جي ڪورٽ ۾ پير فضل الرحمان عرف بادشاہ خان جي خلاف ڪيس داخل ڪيو هيو تون بہ ڪنهن ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪرائيندي اهو جج تنهنجو ڪيس خارج ڪري ڇڏيندو جهڙي طرح تہ بنا ڪنهن

قانوني جواز جي منهن جو ڪيس خارج ڪيو هيو ۽ مان ان جج کي تنهنجو ئي منهن جي خلاف ۽ پنهنجي حق ۾ لکيل فيصلي جي ڪاپي ان جج کي ڏيکاريندس ته جيڪڏهين ڪنهن وڪيل کي ڪو بدمعاش ان جي آفيس ۾ اچي مارڪٽ ڪري ۽ قتل ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏيڻ ڏوهه نه آهي ته پوءِ ڪنهن جج کي گلي ڪان جهلي ڏه موچڙا هڻڻ ۽ منهن تي ٿڪون هڻڻ به ڏوهه نه آهي ڇو جو قانون سڀني لاءِ برابر آهي.

جج ارشد مرتضي هاڻي اهو دور ختم ٿي ويو آهي جڏهن تو جهڙا گهٽيا درجي جا جج ماڻهن کي انصاف ڏيڻ جي بدلي ڊيڄاريندا ۽ ڌمڪائيندا آهن هاڻي عدليه جي ججن جا ڪارا ڪرتوت انهن جي سامهون اچڻ وارا آهن ۽ توهان رشوت خور ججن جي بي ايماني ۽ بي انصافي جي ڪري ملڪ جون بنيادون لڏي ويون آهن ۽ ماڻهون ڪورٽن جو نالو بڌي نفرت سان منهن ئي ڦيرائي ٿا وڃن ۽ تو جهڙي بي ايمان ۽ گهٽيا قسم جي ججن جي روبرو ٿيڻ به شريف ماڻهون پنهن جي بي عزتي ٿو سمجهي ڇاڪاڻ ته تون ۽ تو جهڙا جج عوام سان اهڙي طرح ٿا پيش ڇڻ اهي اوهان وٽ پنڻ لاءِ آيا هجن.

اڄ ڪلهه جج پنهنجو پاڻ کي طاقت ور سمجهڻ لڳا آهن ۽ هو به سول بيوروڪريسي وانگر ڪورٽن ۾ پنهن جن دوستن سان ڇانهيون ٿا پين ۽

ڪچهريون تا ڪن تو بہ پنهن جي چيمبر روزانہ ائين ئي ڪندو آهين جج ارشد مرتضي تون عدليہ جي منهن تي ڪارو تڪو آهين جج تہ ماءُ پي جو درجو رکندا آهن جو وڏي ۾ وڏا بدمعاش بہ ڪورٽ ۾ اچي پاڻ کي محفوظ سمجهندا آهن ليڪن تون ايترو تہ گهٽيا درجي جو جج آهين جو مان جڏهن بيماري جي بستري تان اٿي تنهن جي چيمبر ۾ پنهن جي مٽي تي پير فضل الرحمان ۽ ان جي حمائتن جي طرفان ڏنڊن هٽڻ جي ڪري جيڪي ارڙهن ٽانڪا لڳا هيا ڏيکاريا ۽ چيو تہ مان موت جي منهن ما بچي آيو آهيان تہ تون مون سان همدردي جو اظهار ڪرڻ جي بدلي مونکي گرفتار ڪرڻ جا وارنٽ جاري ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏنيون اها وڏي شرم جهڙي ڳالهہ آهي شايد تون اهو ٿو سمجهين تہ ڪجهہ رشوت خور ۽ بي ايمان وڪيل تنهن جي مٺ ۾ آهن ۽ مان تنهنجو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ ٿو سگهان تہ اهان تنهن جي پل آهي اسان هاڻي فيصلو ڪيو آهي تہ تو جهڙن مغرور ۽ بدديانت ججن جي نااهلي جي ڪري موجوده ڪٽ لڳل عدالتي نظام کي دفن ڪري نااهل رشوت خور ۽ مغرور ججن کي ڪورٽن مان زوري ڌڪا ڏئي ڪڍيو ويندو ۽ موجوده ٽٽل ڦٽل عدالتي نظام عمارت جنهن ۾ غريبن سان لاتعداد عقوبيتون ۽ بي انصافيون ٿيون آهن ان جي سر سان سر وهائي ڇڏيندا سي ۽ پوءِ ان جي جاءِ تي نئون عدل ۽ انصاف جو نظام رائج ڪنداسي جتي

غريب ماڻهون کي بيٺي بيٺي انصاف ملي ۽ اهو وقت هاڻي ويجهو اچي ويو آهي هاڻي ارشد مرتضي جهڙن بدديانت ۽ انصاف جي دشمن ججن جو سخت پڇاڻو کيو ويندو چاڪاڻ جو هي مڪافات عمل جو دور آهي ۽ هر ڪنهن ماڻهون کي پنهن جي ڪئي جو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو ۽ تو بادشاه خان جهڙي هڪ غير غنبي کي جيڪو عدالتي تحفظ ڏنو آهي مان ان جو بدلو تو ڪان ضرور وٺندس جيئن ايندڙ وقت ۾ ڪنهن کي اها شڪايت نہ ٿئي تہ رشوت وٺي انصاف جو خون ڪندڙ ججن جو ڪنهن پڇاڻو نہ ڪيو هاڻي عدليہ جي رشوت خور ججن جي پڇاڻي جو وقت اچي ويو آهي.

**امان الله سومرو**

وڪيل ميرپورخاص

# ڪورٽ ۾ جناب فرسٽ جيڊيشنل مئجسٽريٽ ميرپورخاص

ڪيس نمبر 2000

اسٽيٽ خلاف مولانا امان الله سومرو
(امام شهر ميرپورخاص)

## ڪيس بابت توهين عدالت

جناب اعلي
مان عرضدار مولانا امان الله ولد حاجي شمس الدين سومرو وڪيل ۽ امام شهر ميرپورخاص جو عرض ٿو ڪيان.

1- هن شهر ۾ رهندي پنجاه سالن جي دوران مون سان وڏيون زيادتيون ڪيون ويون ۽ ان جي صلي ۾ مونکي ڪيترائي سال ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسائي جيل موڪليو ويو هيو ۽ عدليه جي ايماندار ججن جي ڪري مونکي هر دفعي انصاف ملندو رهيو نه صرف مون کي پر غريب هارين جي وڏي تعداد کي

انصاف مليو ۽ هو ۽ مان آزاد ٿي وياسي.

-2 مون سان ظلم جي داستان انوقت شروع ٿي جڏهن منهن جي گهر چوري ٿي ۽ ڏنو وائنو چور ڪورٽ سڄوري مان باعزت بري ٿي ويو اهو ڏسي مان واتڙو ٿي ويس ته هي ڪهڙو انصاف آهي مان اوهان کي هڪ ڳالهه ٻڌائيندس ته مان ڪوڙ ڳالهائڻ کان سخت نفرت ڪندو آهيان ڇو جو ڪوڙ گناه جي ماءُ آهي ته پيءُ به آهي.

-3 ان ڪرسي تي جنهن تي اوهان براجمان آهيو ان ڪرسي ته هڪ مئجسٽريٽ نالي قيصر هوندو هيو جيڪو هر وقت مون کان عورتن جي گهر ڪندو هيو ۽ پوءِ جا تيو ته پوليس سان ملي ڪروڙن جو چرس ساڙايو هيو. جڏهن ته اتي چرس جو وجود ئي ڪو نه هيو ان عورتن جي گهر جي خبر جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي کي به آهي.

-4 هي جيڪو مقدمون منهن جي خلاف اوهان جي روبرو آهي مون کي اوهان ۽ اوهان جي عدالت لاءِ مڪمل احترام ۽ عزت آهي ڇو جو مان سنڌ جو هڪ باشعور شريف ايماندار محنتي ۽ حق گو باشندو آهيان مان 21 سالن کان مسلسل بار جو ميمبر هئڻ سان گڏ نوٽري پبلڪ، اوٿ ڪمشنر جي عهدي تي به فائض رهيو آهيان ۽ مان هنوقت ميرپورخاص ضلع جي گورنر کان علاوه شهر جو ميئر جو اميدوار به آهيان انڪري جو مون کي ميرپورخاص جي عوام جي وڏي تعداد جي حمائت به حاصل آهي ان ڪري مونکي

اعزازي طور شهر ڪي چئن سيڪٽرن ۾ ورهائي انتظامي عملدارن سان گڏو گڏ هڪ سيڪٽر جو انچارج مون کي مقرر ڪيو ويو آهي.

5- جناب اعلي ! مون جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي جي ڪورٽ ۾ ميرپورخاص جي هڪ خرڪار غنڊي پير فضل الرحمان عرف بادشاهه خان جي خلاف هڪ ڊائريڪٽ ڪمپلينٽ داخل ڪرائي هئي ته هن غنڊي مونکي منهن جي آفيس ۾ اچي مارڪٽ ڪئي آهي ۽ مون کي قتل ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏنيون آهن ارشد مرتضي صاحب ان ڳالهه جو ڪو به نوٽس نه ورتو ته شهر جي هڪ معزز ماڻهون تي حملو ڪيڏو نه ڪڏو عمل آهي پر هن منهن جي اها درخواست رد ڪري ڇڏي جنهن جو نتيجو منهن جي متي تي لڳل ارڙهن ٽانڪا ڏسڻ جي باوجود هن صاحب ڏک جو ڪو به اظهار نه ڪيو الٽو مون کي ڌمڪي ڏني ته هو منهن جا وارنٽ ڪيدي ها.

6- ان کان علاوه هڪ فرادي ماڻهون منهن جا -/35000 روپيه قبائڻ لاءِ ڪوڙيون رسيدون ٺاهيون مون ان جي انصاف لاءِ سڏي فرياد ڪئي ليڪن مسٽر ارشد مرتضي ڏوهي ماسٽر صالح جت جي وڪيل ڪي.بي ڀاٽي جي دٻاءُ ۾ اچي اها سڏي فرياد رد ڪري ڇڏي.

7- ان جي باوجود ڪي.بي.ڀاٽي وڪيل منهن جي خلاف هڪ ڪيس داخل ڪيوجنهن ۾ ٽن پوسٽرن جو ذڪر آهي جنهن ۾ هڪ پوسٽر ڪي آزار جوڳو

قرار ڏئي منهن جا نہ صرف وارنٽ جاري ڪيا ويا بلڪ آزار جوڳو پمفليٽ مون نہ لکڻ جا بيان ڏيڻ جي باوجود ٻن سالن تائين شاهدن جي انتظار ۾ جيڪي شاهد ان وقت بہ ڪورٽ جي احاطي موجود آهن انهن مان هڪ شاهد اهو چوي ٿو تہ ان اڪين سان مونکي پوسٽرر ڪندي نہ ڏٺو آهي ان جو نالو مسٽر صلاح الدين پنهور وڪيل آهي تہ ٻيو شاهد مسٽر خدا بخش آهي جيڪو بار جو پٽيوالو آهي اهو صرف ڪوڙ نہ ڳالهائڻ جي ڪري ڪورٽ ۾ نہ ٿو اچي ٻن سالن کان مون کي ائين ڪورٽ ۾ گهليو ويو چڙ تہ وڏو ڪو خطرناڪ ڏوهي هجان ۽ پڇي ويندس جڏهن تہ فريادي مزي سان سگريٽ ڇڪيندو يارهين وڳي ڪورٽ ۾ ايندو هيو ڪڏهن تہ ايندو ئي ڪو نہ هيو هرويرو مون کي ستائڻ لاءِ تاريخون ڏنيون وينديون هيون.

8- جناب اعلي! مان اوهان کي ٻڌايان تہ مان عدليہ سان ڪيتري محبت ڪندو آهيان ۽ عدليہ جو تمام گهڻو احترام ڪندو آهيان ڇو جو پڙهيل لکيل انسانن لاءِ آخري سهارو عدليہ آهي نہ تہ ٻي صورت ۾ ماڻهون ڌاڙيل ٿي بندوق ئي کڻندو آهي پر منهنجو قلم تي ويساهہ آهي اهوئي سبب آهي جڏهن يوسف لغاري وڪيل ۽ ان جي ٽولي عدليہ کي دٻائڻ ۽ بلئڪ ميل ڪرڻ لاءِ اخباري بيان جاري ڪيا هيا تہ ميرپورخاص جي بار جو مان واحد ميمبر آهيان جنهن عدليہ کي وڪيلن جي طرفان بلئڪ ميل ڪرڻ تي

سخت احتجاج ڪيو هيو ۽ انهن جي خلاف ان ڪورٽ جي حدن ۾ مظاهرا ڪيا هيا جنهن تي يوسف لغاري ۽ ان جي گروپ مونڪي اتي مارڪٽ به ڪئي هئي پر مان عدليه جو وقار بحال رکيو ۽ وڪيلن جي خلاف باقاعده اخباري بيان به ڪديا جنهن جي نتيجي ۾ عدليه جي ان وقت جي مانواري عزت ماب سيشن جج شيخ صاحب جڏهن هتان ويو هيو ته جن اهم ماڻهن سان هتان ملي ويو هيو انهن ۾ مان به شامل هوس ۽ اهو اعزاز منهن جا لاءِ وڏي فخر جو باعث آهي.

9- جناب اعلي! تنگ آمد".. بجنگ آمد... واري مصداق مان پنهن جو پاڻ کي انصاف وٺي ڏيڻ ۾ مڪمل طرح ناڪام ٿيڻ جي ڪري منهن جي دل ۾ وڏي ڀاه لڳل آهي ۽ اهو شڪر آهي جو مان ڪنهن سچ پچ ۾ ڏوه ڪرڻ جي بدران جج ارشد مرتضي جي خلاف اهڙو پمفلٽ شائع ڪيو چو جو مان ايڏي وڏي بي انصافي برداشت نه ڪرڻ جي ڪري پنهن جي سخت نفرت جو اظهار ڪيو ۽ اهڙو پمفلٽ شائع ڪيو ۽ پنهن جي نفرت کي هڪ پني تي لکي مون عدليه جي نه پر جج ارشد مرتضي جي ڪن مهت ضرور ڪئي آهي اها توهين ان ڪري ڪونه آهي جو جيڪو جج انصاف جي ڪرسي تي ويهي صرف تعصب ۽ نفرت جي ڪري هڪ قانون پسند انسان کي انصاف ٻلئہ نه وڄهي ته پوءِ اهو ان عمل جو ردعمل آهي چو جو هاڻي مڪافات عمل جو دور شروع ٿي ويو آهي.

10- جناب اعلي !.. هي عدليه جي تاريخ جو

پهريون واقعو نہ آهي پر انصاف پسند انسانن کي ڪڏهن ڪڏهن اهڙن واقعن سان منهن ڏيڻو پوندو آهي توهين عدالت چوڻ وارا عدالت جا جج پنهن جي انا جي خاطر اهڙا ڪيس سچ چوڻ وارن تي داخل ڪندا آهن ان سان ان تي ڪو بہ اثر نہ پوندو آهي اٽلندو ان ڪيس ۾ فائدو ڪيس جنهن تي ٿيندو آهي ان جو هوندو آهي توهان کي خبر آهي تہ ان پمفليٽ لکڻ جي ڪري ڪيترن ئي مائٽن منهن جي ان جذبي کي ساراهيو ۽ ڪيترن ئي فرعون صفت ججن جا نالا وٺي انهن تي ملامت ڪئي.

11- جناب اعلي!.. اها حقيقت آهي تہ اوهان ٻئي جج صاحبان، هڪ فريادي ٻيو منصف ٻئي هڪ ئي عهدي جا آهيو ۽ مون کي اها بہ خبر آهي تہ اوهان بہ ڪنهن سپاهي کي ساڳي ڏوهہ ۾ جوائنٽ سول جج جي هٿان جيل موڪليو آهي جهڙي طرح اوهان ارشد مرتضي جي درخواست تي مون کي جيل موڪليو هيو.

12- جناب اعلي!.. هن وقت ڪو بہ وڪيل منهن جي ان ڪيس ۾ مدد ڪو نہ ڪري رهيو آهي صرف هڪ وڪيل اهو ٻڌايو تہ منهن جي نظربندي ۽ گرفتاري سڀ جي سڀ غيرقانوني هئي ۽ جج ارشد مرتضي پنهنجو انتقام وٺڻ لاءِ سڀ کان پهريون SHO ڪاڻ مشتاق جت کي حڪم ڏنو تہ هو مونکي گرفتار ڪري اچي ۽ SHO مشتاق جت پنهن جي قانون ۽ حدن کي اورانگهيندي زبردستي مونکي پنهن جي آفيس مان

**پوليس** موبائيل ۾ وهاري اچي جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي جي ڪورٽ ۾ وهاريو اتان پوءِ ارشد چيمبر مان حڪم ڏنو ته مونکي هٿڪڙيون هٽي قيدين واري پاسي وهاريو وڃي ۽ پاڻ ڪورٽ ٽائيم ۾ ڪورٽ چڙهي دعوت کائڻ ويو هيو ۽ هٿڪڙيون مونکي ارشد صاحب پنهن جي انا کي تسڪين ڏيڻ هٽائن ڪان پوءِ اوهان جي عدالت ۾ پيش ڪيو جتان ضامن نه هئڻ جي ڪري مون کي جيل موڪليو ويو جتان ضامن تي آزاد ٿي اوهان جي عدالت ۾ حاضر ٿي عرض ٿو ڪيان ته.

1- ته اڳي مان پوليس جي طرفان داخل ڪيل ڪيسن کي ان کي منهن ڏيندو هيس جوڪورٽ عدليه مان انصاف جو توقع هوندي هئي.

2- هي ڪيس جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي سراسر ڪوڙو داخل ڪيو آهي ته مان هن جي ڪورٽ ۾ گهڙي دانهون ڪيون آهن ۽ بدتميزي ڪئي آهي. اجان تائين ته مونکي مون تي لڳايل الزام جي لکت ۾ خبر به نه ڏني وئي آهي.

3- جيئن ته اوهان بئي جج صاحب ڪليگ آهيو تنهن هوندي منهنجو اوهان تي اعتماد آهي پر اوهان مونکي قرآن شريف تي هٿ رکي ان ڳالھ جو يقين ڏياريندو ته توهان مون سان انصاف ڪندا.

4- جيڪڏهين جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي اوهان جي هلندڙ ڪورٽ ۾ ڪنهن به وقت اچي منهن جي روبرو ۽ بين ماڻهن جي روبرو قرآن شريف تي

هٿ رکي چوي ته پمفليٽ لکڻ کان علاوه ٻيا جيڪي الزام مون تي لڳايا ويا آهن اهي سچا آهن ته پوءِ اوهان ٻلي مونکي سزا ڏيو مان اوهان سان واعدو ٿو ڪيان ته پوءِ مان اوهان جي ان فيصلي جي خلاف اپيل ٻه ڪو نه ڪندس چو جو هن ڪيس ۾ اوهان وٽ ۾ وڌ ڇهه مهينا سزا ڏيندو ۽ هڪ هزار روپيه ڏنڊ ته ان سزا سان منهن جي صحت تي ڪو ٻه اثر نه پوندو مان پاڻ ڇهه مهينا آرام سان رهندس پر منهنجو هڪ عرض آهي ته گهٽ ۾ گهٽ مونکي STATUS جي مطابق جيل ۾ B ڪلاس ضرور ڏيندو.

5- جي اوهان قرآن شريف تي هٿ رکي انصاف ڪرڻ جو يقين نه ٿا ڏياريو ۽ عام رواجي حالتن ۾ ڪيس جي ڪاروائي هلائڻ ٿا چاهيو ته پوءِ مونکي ان تي اعتراض آهي ان صورت مون کي انصاف ملڻ جي خاطري لاءِ گهٽ ۾ گهٽ سيشن جج جي عهدي جي ڪنهن جج وٽ پيش ڪري ڪيس هلايو جيئن ڪوڙ ڪوڙ ٿئي ۽ سچ سچ ٿئي.

شڪريه

درخواست گذار جوابدار

**امان الله سومرو**

امام شهر ميرپورخاص

15-2-2000

# ڪــوڙو ڪيس

## جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي
## خدا کي ڇا جواب ڏيندين؟

دوستو ۽ ساٿيو ميرپورخاص جا شهريو

مونکي وڏي افسوس سان اهو ٻڌائڻو ٿو پوي ته ڀهريون پوليس ۽ ٻيا بي ايمان ماڻهون شريف ۽ امن پسند شهرين کي تنگ ڪرڻ ۽ انهن کي ڪورٽن ۾ ذليل ڪرڻ لاءِ ڪوڙا ڪيس ڪورٽن ۾ داخل ڪندا آهن جنهن سان جيڪا افراتفري ڦيلجي وئي آهي ان افراتفري پوري قوم کي مايوسي جي اونداهي غار ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي ليڪن هاڻي ته اهي ماڻهون جيڪي انصاف جي ڪرسي تہ ويهڻ وارا جج جن جي اها ذميداري آهي تہ ڪوڙ ۽ سچ ۾ تميز ڪري مظلوم کي انصاف فراهم ڪن جيڪڏهين اهي انصاف جي ڪرسي تي ويهڻ وارا جج ئي امن پسند ۽ شريف ماڻهن تي ڪوڙا ڪيس داخل ڪن تہ پوءِ سمجهو تہ هاڻي ملڪ جو خدا حافظ آهي ڇاڪاڻ جو بي انصافي جي ڪري ملڪ جون ٻتيون جيڪي ڀهريون ئي لڌي رهيو آهيان عدليہ جي هڪ رشوت خور ۽ بدديانت جج ارشد مرتضي جيڪو انصاف جي ڪرسي تي

ويٺو آهي منهن جي خلاف ڪوڙو ڪيس داخل ڪري اهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ عدليہ ۾ رشوت خوري ۽ نااهلي جي پاڙن کي پاٽي ڏئي خود جج ئي ناانصافي جي خوني وڻ کي پروان چڙهائي رهيا آهن جنهن جو نتيجو ملڪ جي تباهي ۽ بربادي کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪو نہ نڪرندو ملڪ اڄ نہ تہ صبحاڻي انهن بدديانت ججن جي ڪري ٽوٽ ڦوٽ جو شڪار ٿي ويندو.

جج ارشد مرتضي منهن جي خلاف هڪ ڪوڙو ڪيس داخل ڪرايو آهي تہ مان هن جي ڪورٽ ۾ گهڙي هن جي توهين ڪئي آهي ۽ ڪورٽ جي ڪاروائي ۾ مداخلت ڪئي آهي دراصل ڳالهہ اها آهي تہ مون ان رشوت خور جج ارشد مرتضي جي خلاف هڪ پمفلٽ ڇاپيو آهي جنهن ۾ ان جج مون سان جيڪا زيادتي ڪئي هئي ان جي هڪ تصوير جج ارشد مرتضي کي ڏيکاري تہ هو بوکلائجي ويو ۽ بوکلاهٽ ۾ پنهن جي اختيارات جو ناجائز فائدو وٺندي مونکي هڪ پنجابي صوبيدار مشتاق جٽ جي ذريعي زبردستي منهن جي آفس مان پنهن جي ڪورٽ ۾ گهرائي مونکي هٿڪڙي هڻائي جيل موڪلي ڇڏيو.

هاڻي اوهان ئي فيصلو ڪيو تہ جڏهن جج ئي ڪوڙا ڪيس داخل ڪرڻ لڳن تہ پوءِ ان کان وڏو ظلم بيو ڪهڙو ٿيندو لازمي ڳالهہ آهي تہ جج ارشد مرتضي نہ صرف پاڻ پر پنهن جي شاهدن کان بہ ڪورٽ ۾ ڪوڙ ڳالهارائيندو ان کان وڏو ظلم ڪهڙو ٿيندو جڏهن منصف ئي رهزن ٿي وڃن تہ پوءِ عدليہ جو ڇا حال

ٿيندو عدليہ جي تباهي سان گڏوگڏ ملڪ جي تباهي جا زميدار اهي جج آهن جيڪي انصاف ڪرڻ جي بدران پنهن جي اناڪي خوش رکڻ ٿا چاهين اهائي ڳالهہ مون فرسٽ جڊيشنل مئجسٽريٽ سمون صاحب کي چئي هئي تہ جيڪڏهين جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي ڪورٽ ۾ اچي قرآن شريف تي هٿ رکي چوي تہ اهو ڪيس سچو آهي تہ پوءِ مان سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيان. مون سمي صاحب سان اهو بہ واعدو ڪيو آهي تہ مان ان سزا جي خلاف ڪا بہ اپيل ڪو نہ ڪندس ۽ مان اها سزاخوشي خوشي ڀوڳيندس ڇو جو مان چاهيان ٿو تہ ارشد مرتضي نہ صرف هتي ذليل ۽ خوار ٿئي پر قيامت جي ڏينهن ان بدديانت ۽ رشوت خور جج جو گريبان پڪڙي مان پنهن جي خدا کان انصاف گهرندس اتي ارشد مرتضي کي ڪو بہ بچائي نہ سگهندو چاڪاڻ جو ڪوڙو ۽ بي ايمان جج خدا جي قهر کان بچي نہ سگهندو.

جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي انسان هر قسم جو ظلم برداشت ڪري ٿو سگهي پر بي انصافي برداشت نہ ٿو ڪري سگهي اهوئي سبب آهي جو مون تنهن جي طرفان ڪيل بي انصافين تي تحريري طور تي احتجاج ڪيو هيو ۽ اهو منهنجو قانوني حق آهي تون خدا جي قهر کان بچ ان جي لٺ بي آواز آهي اڄ مان ڪنهڙي ۾ آهيان تہ صبحاڻي تنهن جو وارو ايندو ڇو جو هاڻي قيامت جا ڏينهن ويجها آهن ۽ تون هاڻي پنهنجو پاڻ کي مڪافات عمل جي روبرو ٿيڻ

لاءِ تيار رک چو جو تو مون تي ڪوڙو ڪيس داخل ڪري پنهن جي لاءِ رسوائي جو سامان پئدا ڪيو آهي ۽ هاڻي ان وقت جو انتظار آهي جڏهن تو کي تنهن جي ڪئي جي سزا ملندي ۽ اهو ڏينهن پري نہ آهي اسان خداوند ڪريم کان اها دعا گهري رهيا آهيون تہ بديانت ۽ رشوت خور ججن نہ صرف هن دنيا ۾ منهن ڪارو ٿيندو پر قيامت جي ڏينهن بہ انصاف جو خون ڪرڻ ۽ ماڻهن تي ڪوڙا ڪيس ڪرڻ وارن جو بہ ڪارو منهن ٿيندو.

جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي هيئنر بہ وقت آهي پنهن جي گناهن کان توبہ تائب ٿي خدا غفور الرحيم آهي ٿي سگهيتو تہ تنهن جا گناه معاف ڪري ڇڏي بقول سيشن جج جناب غلام نعمان جي تہ عزت ڪندو تہ عزت ملندي خراب هلندو تہ برائي ملندي مان ان صاحب جي ان ڳالهہ سان سو فيصد متفق آهيان ۽ هاڻي مان تو کي مشورو ٿو ڏيان تہ تو منهن جي خلاف ڪيل ڪوڙو ڪيس فورا واپس وٺي ڇڏ ۽ تو جيڪا بي انصافي ڪئي آهي مان تو کي معاف ڪري ڇڏيندس ۽ مان خداوند ڪريم کان اها دعا گهرندس تہ تو کي نيڪ راه تي هلائي ۽ تو کي انصاف ڪرڻ جي توفيق ڏئي.

**امان الله سومرو**
آرگنائزر
قيدي بچاؤ فورم سنڌ

# بدعــــــا

## جناب غلام رسول سمون صاحب
فرسٽ جڊيشل مئجسٽريٽ ميرپورخاص

جناب اعلي عرض ته اوهان جي ڏنل ڏيڍ سال جي سزا ڀوڳڻ لاءِ مان سينٽرل جيل حيدرآباد پهچي چڪو آهيان ۽ اتي هڪ ڪوليءَ ۾ ويهي هي بددعا جي نالي سان هڪ خط اوهان کي لکي رهيو آهيان اڳي وقت ۾ انصاف جي ڪرسي تي وهڻ دوران جج اهو سوچيندا هيا ته پلي گناهگار ڇٽي وڃي پر ڪنهن بيگناه کي سزا نه اچي پر هاڻي ته بيگناهن کي جيڪي سزائون ۽ اذيتون ڏنيون ٿيون وڃن انهن جا ذميدار

ڪير آهن ان ڪان ته اوهين چنگي طرح واقف هوندا مان ارشد مرتضي جي ڪيس ۾ بلڪل بيگناه آهيان مان هڪ پڙهيل لکيل قانون دان ماڻهون آهيان نه ته جيڪو ڪجهه مون ان جج جي خلاف لکيو هيو لکان ڪو نه ها عملي طرح ڪري ڏيکاريان هان پر اوهان منهن جي جذبن جي جيڪا توهين ڪئي آهي ۽ مونکي

دلداري ۽ آڌت ڏيڻ جي بدلي جيڪا سزا ڏني آهي دراصل اها سزا اوهان مون کي ڪو نہ ڏني آهي بلڪ اها سزا اوهان پنهنجو پاڻ کي ڏني آهي ڇو جو بيگناه انسان کي سزا ڏيڻ وڏو ڏوه آهي هاڻي مان اوهان کي پيو تہ ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهان پر بددعا تہ ڏئي ٿو سگهان هاڻي منهن جي بددعا اها آهي تہ توهان ڪڏهن بہ سک نہ ڏسندين خدا ڪندو تہ تون جهڙي طرح مون کي عيد جي موقعي تي منهنجي معصوم ٻارن کان ڌار ڪيو آهي خدا ڪندو جو تون بہ پنهنجي ٻارن جو منهن ڏسڻ کان سڪندي ۽ اهو وقت پري نہ آهي جو تون اهي تڪليفون جلد ڏسندين ۽ انهن مصيبتن کان دوچار ٿيندي ۽ تون هڪ وڪيل سان بي انصافي ڪئي آهي تہ پوءِ عام قيدين سان ڪهڙو انصاف ڪندو هوندين ان جو اندازو مونکي هيئنر ٿي ويو آهي مون سمجهيو هيو تہ تون سٺو ماڻهون آهين پر تون نہ تہ سٺو ماڻهون آهين ۽ نہ ئي سٺو جج آهين بهرحال مان هاڻي توکي اها بددعا ٿو ڏيان تہ خدا ڪندو جو تون ڪڏهن بہ سک نہ ڏسندين اها مون ملنگ جي پٽ آهي خدا ڪندو جو تنهنجا ٻچا بہ رلندا ۽ دربدر ٿيندا.

**امان الله سومرو**

هڪ مجبور قيدي

هي خط لکڻ کان پوءِ دل تان چڻ هڪ بار
لٿي ويو آهي مون جيل ۾ رهندي به جج کي ان جي
خلاف لکي موڪليو آهي هتي جيل ۾ منهنجو قلم هٿ
۾ ائين پيو آهي چڻ ته ڪا لاش ڪنهن جي ڪڇ ۾ پئي
هجي قلم چوڻ ئي ڪو نه ٿو ڪري ته مان ڇا لکان ۽ ڇا
نه لکان منهن جي لاءِ وڏو مسئلو ٿي ويو آهي جو جو
جيل ۾ هاڻي مون کي ڪا به ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي
هت جيل جو عجيب ۽ دهشت زده ماحول لڳو پيو
آهي غريب قيدين جا منهن لٿا پيا آهن ايتري قدر جو
جيل جا سپاهي به جيل مان بيزار ٿي پيا آهن هتي
جيل جي سپاهين ٻڌايو ته ڦاسي گهاٽ ۾ 70 کن
قيدي آهن جيل ۾ ماحول ڏاڍو اداس آهي مان اڳي به
جيلن ۾ ايندو ويندو رهيو آهيان پر هن دفعي هي جيل
اهو جيل لڳي ئي ڪو نه ٿو جنهن وارڊ ۾ مون کي
رکيو ويو آهي ان کي سيڪيورٽي وارڊ ڪري ٿا
سڏين هڪ سپاهي ٻڌايو ته اهو سيڪيورٽي وارڊ
دراصل بند وارڊ هيو جتي غلام حسين ڪوسي جيلر
جي ڏينهن ۾ ان وارڊ ۾ ايندي ٿي قيدين جي ٽيڪ
وٺي ويندي هئي مطلب ته انهن قيدين تي ايترو ته ان
وارڊ ۾ رشوت وٺڻ لاءِ زبردست تشدد ڪيو ويندو
هيو جو هنن جو ٽورو به وٺي ويندو هيو هاڻي مان
ملڪ کان مڪمل طرح مايوس ٿي ويو آهيان هاڻي
مون کي ته ائين ٿو لڳي چڻ اسان هاڻي هلندڙ ڦرندڙ
لاشون هجون مان ٻاهر پنهن جي پٽ ذوالفقار علي جي

ناتوان ڪلهن تي وڏو بار چڙي آيو آهيان مان عجيب قسمن جي وسوسن ۾ وڪوڙجي ويو آهيان مون کي هاڻي ڪا خبر نہ ٿي پوي تہ منهنجو مستقبل ڇا ٿيندو مان خراب ماضي ڇڏي بدتر مستقبل ڏي وڃي رهيو آهيان اهو منهنجو بدتر مستقبل منهن جو نہ آهي بلڪ هن ملڪ جو مستقبل بدتر ٿي رهيو آهي.

مان چاهيان هان تہ اتان ڪورٽ مان ڀڄي وڃي پيو سگهان پر مان انڪري نہ ڀڄس جو مان مفڪر آهيان مان تہ پوليس ڪان لڪي ڀڄان ها جڏهن تہ سقراط کي ان تي مقرر سپاهين چيو تہ جيڪڏهين هو ڀڄڻ چاهي تہ ڀلي ڀڄي وڃي پر سقراط نہ ڀڳو ذوالفقار علي ڀٽي کي بہ ڀڄڻ لاءِ چيو ويو پر هو نہ ڀڳو مان بہ ڪو نہ ڀڄندس مان پنهن جي ڪيس کي وڏي پيماني تي ڪٽندس ڇو جو هي ڪو معمولي ڪيس نہ آهي هي جج جي طرفان داخل ڪيل ڪوڙو ڪيس آهي جي عام ماڻهون جي طرفان داخل ڪيل ڪيس ڪوڙو هجي ها تہ اهو ڪورٽ ۾ هلي ٿہ سگهي پر هن ڪيس جي لاءِ باقاعده جديشري جي هڪ ... ٻتي وهڻ گهرجي جيڪا مون واري ڪيس جي باقاعده ڇنڊ ڇاڻ ڪري جي هنن اها ڇنڊ ڇاڻ نہ ڪئي تہ پوءِ ايندڙ وقت ۾ انهن ججن جي ڇنڊ ڇاڻ اهڙي تہ ٿيندي جو دنيا ڏسندي.

هن وقت رات جا 8 ٿيا آهن مان 8x10 ڪولي ۾ ٻن ٻين قيدين سان گڏ بند آهيان مڇر چڪ پائي

رهيا آهن مان هت قيدين جا تاثرات لکي رهيو آهيان
هرڪو قيدي توبه توبه پيو ڪري ۽ چون پيا ته هنن جا
ننڍا ننڍا ٻار آهن هنن جو ڇا ٿيندو وڏي ڳالهه اها آهي
ته هي حڪومت سزائون پلي ڏئي پر قيدين کي ان
ڳالهه جو يقين هجي ته هنن جي پويان هنن جي ٻارن
ٻچن جو تحفظ ڪيو ويندو پر هت ته هر ڪو مار ماران
۾ لڳو پيو آهي قيدي چون پيا ته جيل کي حضرت
يوسف جي دعا آهي جو جڏهن حضرت يوسف مصر
جي بادشاه جي جيل مان ڇٽي جڏهن ويو پي ته جيل
روئي ڏنو هيو ته ان تي حضرت يوسف جيل کي چيو
ته گهبراءِ نه تون ڪڏهن به خالي نه هوندين هي جيل ۽
ٿاڻا ڪڏهن نهيا ان جو پراڻي تواريخ ۾ ڪو به ذڪر
ڪو نه ٿو ملي اتي اهڙي سزائون اهي هونديون جو انهن
کي شهر بدر ڪيو ويندو هيو يا وري ان کي شهر ۾
خوار ڪرڻ لاءِ گهمايو ويندو هيو هاڻي ته قيدين کي
اهڙي گهاڻي ۾ جوٽيو ويو، آهي جنهن جي ڪٿڻ جو
ڪو انت ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي ويهه سال سزا توهان ڇا ٿا
سمجهو ڪا معمولي ڳالهه آهي پلي ويهه نه ٽيهه سال سزا
ڏيو جيلن ۾ اچي ڏسو ته قيدي هڪ روپيو به ڪو نه ٿو
ڪمائي اهو ڪٿان صابڻ وٺندو ڪٿان تيل وٺندو ۽ ڇا
ٻارن کي گهر موڪليندو جڏهن ته ٻين ملڪن ۾
قيدين کي انسان سمجهي ان جو هر طرح جو خيال
رکيو ويندو آهي.

اڄ شام جو ميرپورخاص جو هڪ همراه آيو

جنھن ٻڌايو تہ ھن جو نالو اصغر ناريجو آھي ۽ ھي حسين بخش ناريجو جيڪو سعودي عرب ۾ ڪم ڪندو آھي ان جو پاءُ آھي ھي ھڪ شاگرد ليڊر عاشق جوڻيجو جي قتل ڪيس ۾ جيل ۾ ھيو ھن ٻڌايو تہ ھن تي ڪيترائي ڪيس آھن جنھن مان ڪيترن ۾ ضامن تي ويو آھي باقي اھو ھڪ ڪيس آھي جھڙي طرح گھوڙي لاءِ ٽانگو موت آھي اھڙي طرح انسان لاءِ جيل موت آھي مان ھي لافاني تحريرون لکي ٿو وڃان ۽ اھي منھنجو تحريرون اڳتي سنڌ جي موجوده صورتحال لاءِ ھڪ آئينو ھوندو ڇو جو اڄ ڪان 50 سال پوءِ جڏھن بہ ماڻھون سنڌ جي تواريخ تي چنڊ چاڻ ڪندو تہ جيستائين ھو منھنجا ڪتاب نہ پڙھندو ان کي سنڌ جي اصل تواريخ جي خبر ئي نہ پوندي مان سنڌ جو پھريون محقق آھيان جيڪو ھر مسئلي ۽ ھر نوعيت تي ٿو لکان اھو منھنجو مشاھدو آھي جيڪو اڳتي ھلي راھنما ثابت ٿيندو ۽ ماڻھن کي سنڌ جي تواريخ جي خبر پوندي جيل ۾ مڃرن ماڻھن کي تپائي ڏنو آھي ٻاتي جا پڳل مت، پاڻي ۾ ڏپ، ھيروئنن جي لوڏ جيل ۾ بند آھي ھتي قيدي کي سٺو انسان ٺاھڻ جي بدران ھڪ بھترين ڏوھاري ۽ ملڪ دشمن ٺاھيو ٿو وڃي جيل ۽ ڪورٽون ھن وقت صرف ملڪ دشمن ۽ سماج دشمن ٺاھڻ جون فيڪٽريون ٿي ويون آھن.

مورخہ 16-3-2000 تي صبح جو اٺياسي

ناشتہ ۾ هڪ ماني ملي جيڪا مون پاڻي سان کاڌي چو جو جيڪا جانهن ملي هئي اها اهڙي هئي جو ڏسندي روح ڪتو تي ويو هڪ ڪالم نويس محمد ايوب کوسو صاحب ملڻ آيو هي هڪ اخبار جو ڪالم نويس هيو جيڪو ديني ۽ مذهبي ڪالم لکڻ جي ڪري هن کي هن جي پريٽ 17 سال سزا ڏني وئي آهي هي همراه رويوش هيو هن رسول بخش پليجي وڪيل جي چوڻ تي گرفتاري ڏني هئي جڏهن تہ مون ڪيس چيو تہ هن گرفتاري ڏئي وڏي غلطي ڪئي آهي جڏهن تہ هن کي خبر هئي تہ هن کي سزا آيل آهي ۽ هو روبوش بہ هيو رسول بخش پليجي کي چا آهي ڏوهي جي رڳو چو تيندي اڳين جا ڪيڙا ڦاٽي ويندا رسول بخش پليجي وڪيل کي چا آهي هو تہ باهر مزي سان پيو گهمي جيل ۾ اچي رهي تہ خبر پويس محمد ايوب کوسو روشن خيال ۽ وڏو چاڻو هيو پر هن جي قسمت خراب آهي جو هو جيل ۾ پهتو آهي مان جيئن ئي هتان نڪرندس سنڌ چڏي ڪنهن بي پاسي هليو ويندس چو جو سنڌ ۾ هاڻي وڏو بائيتال مچڻ وارو آهي مان بلوچستان جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ وڃي رهندس.

جيل ۾ Sex پرابلم سڀ کان وڏو پرابلم آهي چو جو اوهان ئي سوچيو تہ جيڪو ماڻهون 5 سال يا ان کان وڌيڪ عرصو جيل ۾ هوندو ان جو چا حال تيندو تہ وري پويان ان جي زال هوندي ان جو

ڇا حال هوندو لازمي ڳالهہ آهي تہ ان سان ڪرپشن ئي وڌندي جڏهن تہ مهذب ۽ سڌريل ملڪن ۾ تہ قيدين کي پنهنجي ٻارن ٻچن سان ملڻ ۽ رهڻ جي بہ چون ٿا تہ اجازت آهي هت تہ ٻارن ٻچن کي ڏسڻ لاءِ ماڻهون ٻي ڇين آهي ان لاءِ جيل وارن جي مٺ گرم ڪرڻي پوندي آهي هن وقت جيل ۾ هر شي ملي رهي آهي جنهن ۾ چرس هيروئن وغيره بہ شامل آهي پر شي جيڪا قيدين کي ڪو نہ ٿي ملڪي اهو آهي روزگار ۽ عزت هتي ڪيترائي ماڻهون مفت ۾ پيا سرڪار جو مانيون کائين.

اڄ خبر پئي تہ ڦاسي گهاٽ ۾ جهيڙو ٿي پيو آهي سپاهي بندوقون لوڏ پيا ڪن جهيڙو جو نہ ٿيندو قيدي جيڪي ڦاسي جي سزا جا منتظر آهن انهن کي نہ تہ ڦاسي تا ڏين نہ ... جيئڻ ٿا ڏين هت هر ڪو وڏي مصيبت ۾ آهي ڳالهہ اها آهي تہ جيل ۾ بہ بي انصافي آهي هت ڪيترائي قيدي اهڙا آهن جيڪي مذهبي منافرت پکيڙڻ جي ڏوهہ ۾ بند آهن مذهبي منافرت ڇا آهي اها ڳالهہ تہ اڃان ڪنهن جي سمجهہ ۾ آئي ڪو نہ آهي ڇو جو هرڪو پنهنجو پاڻ کي حق تي ٿو سمجهي مان پاڻ کي جنگي قيدي سمجهي رهيو آهيان جنگي قيدي سان گڏوگڏ مان ضمير جو بہ قيدي آهيان مون کي ڪوڙي ڪيس ۾ جيل موڪليو ويو آهي مون سان گڏ بہ همراہ هڪ جڳمال جيڪو تپيدار آهي ۽ ٻيو هڪ پٽيوالو آهي جيڪي رشوت وٺڻ جي

ڏوهه ۾ اندر آيا آهن ۽ سڄي ملڪ ۾ صرف اهي ئي رشوت خور آهن جيڪي جيل ۾ آيا آهن جڏهن ته هن معاشري ۾ هر فرد وڏي ۾ وڏي ڪرپشن ۾ ملوث آهي جيڪو لکن بلڪ ڪروڙن ۾ آهي. جيئن ته رشوت هر گهر ۽ هر آفيس ۾ پکڙجي وئي آهي جهڙي طرح تر ۾ وبا پکڙيل آهي اهڙي طرح رشوت جي وبا سڄي ملڪ ۾ پکڙجي وئي آهي ۽ ماڻهون ان رشوت جي وبا جي ڪري نه جيئڻ جا نه مرڻ جا پاڪستان خاص ڪري سنڌ جا جج ڇا تي ويا آهن هي هاڻي خدا ٻڌجي ويا آهن هنن مان انصاف نڪري ويو آهي جنهن جو ثبوت اهو آهي جو هو جنهن کي موت جي سزا ڏين ته وري اهو ڏا لکن تا ته موت جي سزا واري قيدي کي ٻه دفعا ڦاهي ڏيو هاڻي اوهان ئي ٻڌايو ته هي ڪهڙو انصاف آهي ماڻهون ته ڦاسي چڙهڻ مهل هڪ ئي جهٽڪي ۾ گذاري ويندو آهي ته پوءِ وري ان لاش کي ٻي ڦاسي ڏيڻ جو ڪهڙو جواز آهي قانون جي ڪنهن به ڪتاب ۾ اهو لکيل ڪو نه آهي ته ڪنهن ڏوهاري کي ٻه دفعا موت جي سزا ڏني وڃي. جج بتال ٿي ويا آهن اڄڪلهه ته جيلن ۾ ننڍا ننڍا معصوم ٻار به سزا ونيو تا اڄن جن ۾ وڏين ڳريون سزائون آهن ججن جي دل مان رحم نڪري ويو آهي هي جج ڪو نه آهن قاصائي آهن هتي هر ڪنهن جي وات ۾ آهي ته اڄهو تو ملڪ تو ٻيڙو ٻڏي آواز خلق نقاره خدا اڄ نه ته صبحاڻي ائين ٿيڻو ئي

آهي.

مان جيل ۾ ڏاڍو پريشان آهيان پريشان انڪري ڪو نه آهيان جو مان جيل کان ٻچان ٿو مان پريشان ان ڪري آهيان جو هت جيل جيڏو ڏينهن ۽ رات بنا ڪنهن ڪم جي ڏاڍو ڏکيو ٿو گذري دماغ تي هڪ قسم جو بار ٿي پيو آهي جڏهن مان قيدين کان انهن جا ڏک ۽ سور پڇندو آهيان ته هي ججن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا هيا ججن سان گڏ پوليس کي به گاريون ڏيندا هيا.

جيل ۾ اچڻ کان پوءِ طبيعت ۾ سخت چڙچڙا پن اچي ويو آهي ڪڏهن ڪڏهن ته ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ مان اڪيلو ۽ لاوارث هجان اهو به شڪر آهي جو مُڪ پٽ آهي جنهن جو نالو ذوالفقار علي سومرو آهي اهو منهن جي ڪيسن جي سلسلي ۾ وڪيلن سان ملندو رهندو آهي هو منهن جي ڪري سخت پريشان به رهندو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن منهن جي دل ۾ اهو خيال ايندو هيو ته زهر پي زندگي جو انت آڻيان مان سنڌ جو پهريون ماڻهون آهيان جنهن عدليه جي ججن سان مهاڏو اٽڪايو آهي ورنه اها جرئت پوري سنڌ ۾ ڪير به ڪري نه سگهيو آهي ايتري قدر جو پڙهيل لکيل وڪيل ته ججن جي غلط ڪارين کي جهڪي تسليم ڪري ججن کي مغرور ڪري ڇڏيو آهي ڪوڙن ڪيسن ۾ سزائون ڏيڻ ۽ ڏوهارين کي ڇڏي ڏيڻ

ججن جي ڪٻي هٿ جو ڪم آهي انگريزن جي وقت ۾ ٻه جج اهو ئي ڪندا هيا جو ٻنا ڪنهن ڏوه جي مائهن کي سزا ڏئي ڇڏيندا هيا جنهن ۾ نهرو، گانڌي يا سوين ليڊر ۽ ڪارڪن ياعام مائهون هوندا هيا اڄ به صورتحال ساڳي آهي فرق ايترو آهي جو اڳي انگريز حڪمران جيڪي حاڪم هوندا هيا سي سامهون هوندا هيا جڏهن ته هاڻي جا حڪمران پردي جي پويان ويهي ڪم ڪري رهي آهن جج به هن ملڪ جا هڪ قسم جا حڪمران ٿي ويا آهن جو اڄڪلهه اهي حڪومت لاءِ چئلنج بڻجي ويا آهن جيستائين عدليه جو حساب ڪتاب نه ڪيو ويندو رياست جو ڪو به ڪم ڪو نه هلندو.

جيل ۾ عجيب و غريب قسم جون بيماريون قيدين کي وڪوڙي ويون آهن قيدي هڪ وڏي عذاب ۾ آهن خدا ڪنهن کي جيل ۾ بيمار نه ڪري مان پنهن جي ننڊي ڌي بختاور جنهن جي عمر 3 سال آهي ڏاڍو پريشان آهن پويان ڪو به اهڙو مٽ مائٽ يا ساٿي ڪو نه آهي جيڪو منهن جن ٻارن جي ڏيک ڀال ڪري مان اڪيلي سر هن سڄي ظلم کي سهي ۽ برداشت ڪري رهيو آهيان. جوائنٽ سول جج ارشد مرتضي جي خلاف ته پمفليٽ مون پاڻ سان ٿيل ظلمن جي ڪري لکيو آهي پر مون هاءِ ڪورٽ جي ججن هر هڪ جسٽس عبدالغني شيخ، امان الله عباسي، غلام رباني ۽ غلام نبي سومري جي خلاف جيڪي پمفليٽ ۽

ڪتاب لکيا هيا اهي صرف ۽ صرف غريب هارين جي
ڪري لکيا هيا ڇو جو مونکي غريبن سان عشق آهي
اهو عشق جو جنون آهي جو هن پوڙهائپ ۾. ٻه هيو
تڪليفون ڏئي عشق جي معني ئي تڪليف آهي هنوقت
رات جا 8 لڳا آهن هر طرف اذان جو بانگون پڙهڻ ۾
ٿيون اچن ۽ غريب قيدي پنهن پنهن جن بيرڪن ۾
دردناڪ راڳ پيا ڳائين مونکي لڳي ائين ٿو ڇڙ منهن
جي دماغ جون رڳون ڦاٽي پونديون پر نه مان پنهن
جن حواسن تي مڪمل ڪنٽرول رکندس هت پيا ٻه ته
انسان آهن جيڪي بنا ڪيسن هلائڻ جي سالن کان
بند آهن انهن جا ٻه ته آخر ٻاربچا هوندا مان جنهن
قيدي کان ٿو پڇان ته اهو اهوئي ٿو ٻڌائي ته هن کي
چار پنج ٻار آهن زال آهي هائي پويان انهن کي ڪير
ڪارائيندو ان ڳالھ جو ڪو نه ڪو نتيجو نڪرندو
جڏهن ته هي قيدي سڄو ڏينهن بنا ڪنهن مقصد جي
پيا آهن انهن کان ڪو ٻه اهڙو ڪم نه ٿو ورتو وڃي
جو ٻه پئسا ڪمائي پنهنجن ٻارن کي موڪلي سگهن
اهو ته حڪومت ۽ ججن سوچيو ئي نه آهي ڏسو ته
مون واري سزا کان پوءِ مونکي پوليس جي هڪ پوري
وين ۾ پنجاه لٽر تيل خرچ ڪري پنج پوليس جا
سپاهي گڏي جيل موڪليو آهي جا مان جيل ۾ اچڻ
کان پوءِ جي ٻاهر نڪتس پوءِ ته چپ ڪري وهندس اهو
ته وقت ئي ٻڌائيندو بهرحال مان ڏاڍو فڪرمند آهيان
نه صرف پنهن جي لاءِ بلڪ پنهن جي ٻار ٻچن لاءِ ٻه

قيدي جيل ۾ هيروئن بہ پين پيا مطلب تہ هر شي جيل ۾ ملي ٿي سگهي جي پئسو آهي جيل تہ غريب لاءِ آهي انهن جو پن سن تي ڪم پيو هلي سپاهي قيدين کي گهٽ وڌ بہ ڳالهائيندا آهن تہ بہ هو ڪو نہ ڪڇندا آهن. جيل هن وقت بارود جي ڍير تي بيٺل آهي رڳو تيلي ڏيڻ جي ضرورت آهي.

جيل ۾ رات جو سنائو لڳو پيو آهن ڪتن جي ڀونڪڻ جو بہ آواز ڪو نہ ٿو اچي. جيل جي سپاهي سان ڪچهري پي ڪيم تہ هن ٻڌايو تہ ڪيترائي قيدي اهڙا آهن جن سان ملاقات لاءِ ڪو بہ ڪو نہ ٿو اچي اهي ويچارا جيڪي سگريٽ ڇڪيندا آهن اهي ٽوٽا ۽ ٽڪرا چونڊي ڪيسا ڀري رکندا ۽ پوءِ سڄو ڏينهن ۽ رات اهي ٽوٽا پيا ڇڪيندا آهن ايتري قدر جو هو نسوار جي چپٽي لاءِ بہ پريشان آهن هن سپاهي جڏهن مون کان پڇيو تہ مان ڪهڙي ڏوهہ ۾ آيو آهيان تہ مون ڪيس ٻڌايو تہ مان عدالت جي بي حرمتي ڪرڻ يعني توهين عدالت جي ڏوهہ ۾ آيو آهيان تہ هن پڇيو تہ اهو ڪهڙو ڏوهہ آهي ۽ ان جي معنيٰ ڇا آهي مون کي اها خوشي آهي جو مان غلام رسول سمون ۽ ارشد مرتضي جهڙن رشوت خور عدليہ جي ججن ۽ مئجسٽريٽن کي اهڙو آئينو ڏيکاريندس جو ان آئيني ۾ جڏهن هنن کي پنهنجو مڪروہ چهرو نظر ايندو تہ هي ڏڪي ويندا مون غلام رسول سمون جي باري ۾ سوچيو هيو تہ هي سٺو جج هوندو پر پوءِ خبر پئي هي

۽ ارشد مرتضي هڪ ئي ٽولا جا بي ايمان جج آهن انهن غدار ۽ بي ايمان ججن جي ڪري جيلن ۾ غريب لاوارث ۽ نڌڻڪا قيدي سسڪي سسڪي مري رهيا آهن. اهو وقت پري نہ آهي جڏهن اسان انهن جا ڪارا جبا لاهي رشوت خور ججن کي ڌڪا ڏئي ڪورٽن مان ٻاهر ڪيندا سين مان سنڌ ۾ عوام جي حقن جو سرواڻ آهيان هن وقت ماڻهون پوليس کان وڌيڪ عدالتن جو ستايل آهي ڇو جو پوليس تہ پڪڙي پئسا مليا تہ ڇڏي ڏيندي نہ تہ جيل موڪليندي انسان جيل اچڻ کان پوءِ عدليہ جي تحويل ۾ هوندو آهي ۽ پوءِ قيدي جي هر ڏک سک جي ذميدار عدليہ آهي جيل ۾ جن وٽ پئسا آهن ان لاءِ هر قسم جو سک آهي اوهان جيڪا شي چاهيو گهرائي ٿا سگهو منهنجو مقصد اهو آهي تہ قريشي جيڪو جيل ڪاتي جو تجربيڪار آفيسر آهي قيدي هن مان ڏاڍو خوش آهن ۽ هو هن جي تعريف ٿا ڪن جو هن قيدين کي جيل ۾ آزاد ڇڏي ڏنو آهي جڏهن تہ هن کان اڳ ميجر ڪوسي جي ٻاري ۾ قيدين ٻڌايو تہ ڪولين ۾ رت جي ڏب ايندي هئي ۽ قيدين جو رڙيون ٻڌڻ ۾ ايندڀون هيون.

اڄ مورخہ 17-3-2000 عيد جو ڏينهن آهي صبح جو اٽي سب کان پهريون اسان کي چڪر جو عملدار عيد نماز پڙهائڻ لاءِ جونائيل وارڊ يعني ٻچہ ٻارڻي واري وارڊ ۾ وٺي ويو جڏهن مان اتي پهتس تہ

مون ڏنو تہ اتي ننڍي عمر جي ٻارن جا وارڊ هيا جنهن ۾ ڪيترائي ننڍا ٻار جن جي عمر 15 سالن ڪان گهٽ هئي اتي هيا انهن جي وارڊن ۾ ڪٿون هيون ۽ سيني نابالغ قيدين کي ڪٿون مليل هيون اتي هڪ ننڍو ٻار مليو جنهن ڪان مون پڇيو تہ مان هو ڪهڙي ڏوہ ۾ آهي تہ هن ٻڌايو تہ هو خون جي ڪيس ۾ آهي مونکي اهو ٻڌي وڏو تعجب ٿيو خون وري ڪنهن جو ياچائي جو اهو بہ غيرت جي ڪري مون اتي ڏٺو تہ اتي وارڊن ۾ .T.V سيٽ ۽ ٽيپ ريڪارڊ جام هيا جيڪي قيدي ٻار ڏسي ۽ ٻڌي رهيا هي وڏو ميدان هيو جنهن ۾ چام وڏا هال هيا اٽڪل 100 کن ننڍا ٻار قيدي هيا اتي ٿڌي پاڻي جا ڪولر بہ لڳل هيا اتان نماز پڙهي جيئن تہ عيد جو موقعو هيو ان ڪري جيل لڳل هيا ۽ قيدي آزادي سان پوري جيل ۾ گهمي ڦري رهيا آهن مان ان آزادي جو موقعو وٺي جيل گهمڻ ويس سڀ ڪان پهريون مان محمد ايوب ڪوسي جيڪو جهڏو جو رهاڪو هيو ان سان مليس جنهن مونکي ڏاڍي قرب سان چانهہ پياري اتي اسان ڪيسن تي بسڪس ڪئي قيدي ويچارو اميد جي سهاري جيئرو آهي تہ اڄ نہ تہ صبحاڻي انصاف ملندو پر اڄڪلهہ جيڪو انصاف ملي رهيو آهي ان جو اندازو اوهان لاهور ۾ 100 ٻارن جي قاتل جاويد جي ڪيس مان لڳائي ٿا سگهو هن ڪيس ۾ جج جو پاڳلپڻو ڏسڻ وٽان آهي هي دنيا جو انوکو فيصلو ۽ انوکي سزا هئي اهڙي سزا تہ

رومن ايمپائر جا بادشاه به ڪو نه ڏيندا هيا ته ڪنهن
ڏوهي کي 100 پيرا گهتا ڏجن ۽ وري پوءِ گهتا ڏئي
ماري ڪان پوءِان جي بدن جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري انهن
کي وري تيزاب جي ڊرمن ۾ گاريو وڃي ۽ ان ڪان
علاوه 700 ست سو ل سزا به ڏني وئي آهي اها
سزا ڪو نه آهي پر جج جي جنونيت آهي هاڻي اوهان
ئي ٻڌايو ته جاويد اقبال ۽ جج ۾ ڪهڙو فرق رهيو ان
خوفناڪ فيصلي تي حڪومت جڏهن پاڻ رڙيون ڪري
۽ چوي ته اهو فيصلو غلط آهي ته پوءِ سمجهو ته
موجوده ججن جا ڪيل سمورا فيصلا غلط آهن هاڻي
عدليه ۾ انصاف ڪو نه آهي ذاتيات تي فيصلا تي رهيا
آهن جيڪڏهين ڪو ماڻهون اهو سمجهي ته انهن کي
هنن ڪورٽن مان انصاف ملندو ته اها خام خيالي ٿيندي
هي منهنجو لکيل ڪتاب جڏهن ايندڙ وقت جي نسل
پڙهندي ته ان جا لنگ ڪاندارجي ويندا ۽ هو سوچيندا
ته اهو ڇا آهي ان ڪان پوءِ مان بي ڪلاس جي پاسي
ويس جتي شهيد پتي جي پارٽي جنهن جي هن وقت
سرغنه غنوي نالي آهي وارن سان مليس هو جيل ۾
وڏي لئه ۾ هئا هنن کي اتي نوڪر چاڪر مليل هيا
جتي هو حلوا ۽ مٺايون پيا کائين اتي هڪ ليڊر مونکي
به لڏون ڏنا جنهن مان مون ٿورو لڏو کاڌو مان B
ڪلاس ڇو ويو هوس انڪري جون اتي جيل ۾
منهنجون پراڻيون يادون هيو مان اتي ڪيترو عرصه
اڳ رهي چڪو هوس ان وقت مون تي ڊفينس آف

پاڪستان جي رولس تحت ڪيس داخل ھيا جتي اسان نظر بند ھياسي ان وقت ماحول ٻيو ھيو ھاڻي ماحول ٻيو ھيو ھر ڪمري ۾ .T.V لڳي پئي آھي ۽ VCR به جيل ۾ عام جام ھيا اتان ئي وري مان ميرپورخاص جي ھڪ ھمراه ماما مشتاق پولا سان ملڻ ويس جتي ميرپورخاص جا ٻيا به ھمراه ھيا جنھن ۾ اطھر پائي ھي عثمان لولو جو ڀاءُ آھي ان جي ڀاءُ جو پٽ رئيس گڊو ڪان علاوه ميرپورخاص جي منھن جي ھڪ دوست ASI غلام مصطفي بلوچ جو ڀاءُ جنھن جو نالو غلام حسين بلوچ آھي موجود ھيا ھنن مون کي ڏاڍي عزت ڏني شربت، چانھيون ۽ مانيون ڪرايون ان کان پوءِ وري مان عارب لوھار سان جيل جي اسپتال ۾ ملڻ ويس جتي ھو ھڪ کٽ تي ستو پيو ھو مونکي مرٽينگ تہ لڳو ئي ڪو نہ ھن جي صحت بلڪل ٺيڪ ھئي ھن جي ايتري ڏکي بک ھڙتال منھن جي سمجھ کان ٻاھر آھي ھن جي متعلق ھر طرح جون اتي ڳالھيون ھلي رھيون ھيون ڪير ٻيا چون تہ کن وڏن ماڻھن جي چرچ تي ھي بک ھڙتال تي ويٺو آھي جڏھن تہ باقاعده راشن پاڻي بہ ٻاھر ملي ٿو بھرحال قاضي چاڻي قيام چاڻي اتان ئي مان ھڪ وارڊ ۾ ويس اتي مونکي غلام مرتضي مرزائي مليو ھن ٻڌايو تہ ھو غلام قادر مرزائي وارن جو مائٽ آھي ۽ قادياني آھي تازو جيڪو نئون ڪوٽ ۾ مذھبي ڊرامو ٿيو ھيو ھي ان جا شڪار ھيا نہ صرف ھي ھڪ بلڪ ٻيا بہ قادياني اتي ھيا

جيڪي سزا يافته هيا مونکي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته هي سڀ ڇا آهي حڪومت انهن بي ضرر ۽ سماج جي سڄاڻ پڙهيل لکيل ماڻهن کي جيل ۾ ڇو ٿو رکي ۽ معمولي ڳالهين کي ايڏي ديگهه ڏئي ڳالهه جو ڳالهوڙو ڇو ٿي ٺاهي ان ڪري وڏي افراتفري پکڙجي وئي آهي ان کان پوءِ مسٽر اصغر ناريجو جيڪو سنڌ نئشنل فرنٽ جو وڏو ليڊر آهي. سنڌ نئشنل فرنٽ جو سربراه سنڌ جوڌهيسر سڌجندڙ ممتاز ڀٽو نالي آهي اتي بيرڪ ۾ مسٽر اصغر ناريجو کان علاوه ٻيا ٻه قيدي هيا جنهن ۾ عبدالستار باهوٽو ٻڌايو ته هن ٿي پوليس جي ڊبل ڪيبن گاڏي جي ڦر جي ڪيس ۾ پوليس سان مقابلو ڏيکاريو ويو جنهن ۾ پوليس جي گولي هن جي کٻي ٻانهن ۾ لڳي هئي مون ڏٺو ته هن جي ٻانهه ان گولي لڳڻ جي ڪري سڪي وئي هئي ۽ ڦرڻ گهڙڻ جهڙي نه هئي هن ٻڌايو ته هن ضامن جي گهڻي ڪوشش ڪئي آهي پر هن جو ضامن ڪو نه ٿو ٿئي تنهن هوندي ته جج جيل جي آفيسرن کي لکيو هيو هو ته ان جو علاج ڪرائين پر جيل جي انتظاميه هن جو علاج ڪو نه ٿي ڪرائي مون هن جي ٻانهن کي ڏٺو ته مونکي وڏو رحم آيو پلي هو ڪٿي ڏوهاري به ڇو نه هجي پر علاج ته هن جو حق آهي ان کان هن کي محروم رکڻ هڪ وڏي زيادتي آهي هن ان زيادتي تي پنهنجو ردعمل ڏيکاريندي مونکي چيو ته جيئن ته جيل سپرنٽنڊنٽ عبدالحي قريشي جو پٽ يونيورسٽي ۾

پڙهندو آهي جي هن جي ٻانهه خراب ٿي وئي ته پوءِ هو ان جي پٽ جي ٻانهن ۽ ٽنگن تي گوليون هڻي تباه ڪري ڇڏيندو مان اها ڳالهه ٻڌي ڏڪي ويس دراصل اهو عمل جو ردعمل آهي اتي هن خاص ڳالهه اها ٻڌائي ته ڪنهن عورت جج ڪنهن جوابدار کي بيگناه سزا ڏني هئي ان رها ٿيڻ کان پوءِ ڇا ڪيو ته هو ان عورت جج جي گهر ۾ گهڙيو ۽ ان عورت جج سان زوري زنا ڪرڻ کان علاوه هن جو مال اسباب به ڦريو اهو سبب آهي اها جج عورت هاڻي هر ان ماڻهون کي جنهن کي پوليس هٿڪڙيون هڻي هن جي ڪورٽ ۾ پيش ٿي ڪري ان کي ڪو به RELIEF ڪو نه ٿي ڏئي اهو حال آهي هت هاڻي ججن پوليس ۽ ڏوهارين ۾ ڪتي ٻلي واري ويڙهه شروع ٿي وئي آهي جنهن جو انت ڏسڻ ۾ ڪو نه ٿو اچي جيل ۾ هرطرح جي سهوليت هئي ايتري قدر جو قيدين کي گئس جا چولها بجلي جا هيٽر به مليل هيا پيو ڇا ڪبي بهرحال جيل جيل آهي هت سون جو گره به ڪائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي جيڪي ماڻهون اٺن اٺن سالن کان جيل ۾ پيا آهن انهن جي ٻارن ٻچن جو ڇا حشر ٿيندو هيو ان کان حڪومت شايد واقف ڪو نه آهي جي مان سربراه مملڪت هجان هان ته قيدين جي سزائن ۾ ايتري ته گهٽتائي آڻي ڇڏيان هان جو قيدي پاڻ ڇڪرائجي وڃن ها مان ته سمجهان ٿو ته کهڙي به خوني قاتل ذاڙيل يا ڦورو لاءِ پنج سال سزا به وڏي آهي ججن جو هاڻي دماغ اڇي خراب ٿيو آهي

جيڪي سنڌ ۾ ايماندار جج هيا انهن جا حڪومت تيڙ
گول ڪرائي ڇڏيا هڪ قيدي سنڌ جي موجوده چيف
جسٽس جي نالي چيو ته هو آهي جڏهن عام قيدي
عدليه جي سڀ کان ذميدار وڏي جج جي باري ۾ اهي
رمارڪس ڏين ته پوءِ سمجهو ته ڪل پيران دا خير آهي
حڪومت هرويرو جيلن تي لکين ۽ ڪروڙين روپيا
خرچ ڪري رهي آهي هي جيل اصلاح گهر ته ڪو نه
آهن هي ته عذاب گهر آهن پلي .VCR. T.V هجن پر
اصلاح ۾ شي جو نالو آهي ان ڪان جيل جا عملدار
واقف ئي ڪو نه آهن اصلاح تڏهن ٿيندي جڏهن جيل
۾ قيدين کي ريڊيو، ٽي وي ۽ وي سي آر ناهڻ جو
ڪم سيکاريو وڃي انهن جي لاءِ جيل ۾ ورڪشاپ
قائم ڪيا وڃن جتي هو ڪم سکي معاشري لاءِ
ڪارآمد ثابت ٿين ۾ صورت ۾ جيل مان عبدالستار
باهوتي جهڙا قيدي ظلم جي چڪي ۾ پسجي نڪرندا
ته پوءِ هو ٻاهر وڃي معاشري کي تهس نهس ڪري
ڇڏيندا چو جو هي سڄو معاشرو هيٺ مٿي ڪرڻ ۾
رشوت خور ججن جو وڏو هٿ آهي مونکي ماما
مشتاق ٻڌايو پولا ته فرسٽ جڊيشنل مئجسٽريٽ غلام
رسول سمون چريو آهي ۽ گدو بندر ۾ رهي چڪو آهي
هي گدو بندر رهي يا نه رهي پر هي چريا ضرور آهن
هنن ججن جي چريائپ پوري قوم کي چريو ڪري
ڇڏيو آهي منهن جو جيل ۾ توال چوري ٿي ويو
آهي جڏهن مون اها دانهن جيل جي سپاهين کي ڏني

ته هنن چيو ته هت هيروئني اڪثريت ۾ آهن مان پنهنجا ڪپڙا سنڀالي رکان ورنه هيروئني اڳٽ به ڪٽي ويندا.

جيل ۾ هاڻي اها اڳي واري سختي ڪو نه آهي قيدين کي پنهنجا ڪپڙا پهريل آهي ايتري قدر جو بسترا ۽ وهاڻا به قيدين وٽ موجود آهن اڳي سڀني قيدين کي هڪ جهڙا ڪپڙا هوندا هيا ۽ اڇي ٽوپي پاتل هوندي هئي ته وري انهن جي مٿان راڪا يعني مقدم هوندا هيا انهن کي ڳاڙهيون يا ڦڪيون ٽوپيون پاتل هونديون هيون هنوقت رات جا 8 ٿيڻ وارا آهن مسٽر اصغر ناريجو صاحب جيڪو سنڌ نئشنل فرنٽ جو هڪ وڏو ناليوارو ليڊر آهي ان جي مهرباني سان مونکي کي هڪ گهٽيا درجي واري وارڊ ۾ جتي رڳا هيروئني هيا پاڻ سان گڏ اسپيشل وارڊ نمبر1 ۾ وٺي آيو اتي اچڻ کان پوءِ مان اهو ٿو محسوس ڪيان ته چڻ مان گهر ۾ آهيان مون هتي جيل ۾ اهو فيصلو ڪيو ته ضامن ٿيڻ کان پوءِ مونکي جج ارشد مرتضي ۽ جڊيشنل مئجسٽريٽ غلام رسول سمون کان انتقام وٺڻو آهي ان جي مان پلاننگ ڪري رهيو آهيان منهنجو انتقام منهنجو قلم وٺندو ڇو جو مون کي استاد محترم ڪريمڏني خان سومري مون کي ٻڌايو هيو ته قلم تلوار کان وڌيڪ طاقتور آهي اهوئي سبب آهي جو منهن جي قلم جي طاقت کان ٻچي ججن پنهن جي ڪل بچائڻ لاءِ مونکي جيل موڪليو آهي مون کي غلام رسول وڪيل ٻڌايو هيو ته منهن جي خلاف وڏي

سازش ڪئي وئي آهي ۽ اها سازش آهي ان جو نتيجو نينگر ننڍي ۽ جماڻا گهڻا سو اهي جج ته سنڌ ۾ ئي آهن مان هت جيل ۾ هڪ نئون سياسي اتحاد ٺهندي ڏسي رهيو آهيان جنهن ۾ جيڪي ڌريون شامل ٿينديون ان ۾ متحده قومي موومنٽ عرف مهاجر قومي موومنٽ ۽ سنڌ نئشنل فرنٽ ۽ جئي سنڌ واريون ڌريون شامل هونديون ٿي سگهي ٿو ته اڳتي هلي ان ۾ ڪي ٻيون ڌريون به شامل ٿين ان جي اڳڪٿي هينئر نه ٿي ڪري سگهجي ڇو جو ملڪ هاڻي اهڙي چوراهي تي اچي بيٺو آهي جنهن جي مستقبل جو فيصلو تقدير ئي ڪندي.

اڄ مورخه 18-3-2000 تي اسان جي بيرڪ ۾ ٻين بيرڪن جا قيدي اچن ٿا ۽ هڪ ٻئي سان ڪچهريون ڪندا هيا اتي هڪ نائجيريا جو قيدي به هيو هي منشيات جي ڪيس ۾ جيل ۾ هيو هن کي سزا آيل هئي هن ٻڌايو نه نائيجريا ۾ اتان جا حاڪم ۽ عدليه جا جج عوام جي خدمت واري Moto تي عمل ڪو نه ٿا ڪن هو صرف ۽ صرف حڪومت ڪرڻ ۽ عوام کي ڊٻائڻ واري عمل ۾ پورا آهن هن جو مطلب هيو ته هو رڳو غريبن کي ڊٻائڻ ۾ پورا آهن مون هن کي سنڌ جي هڪ نامور جسٽس وجيهه الدين صاحب جو هڪ قصه ٻڌايو ته اڄ کان 12 سال اڳ مون هڪ ڪيس هارين جي آزادي جي بابت داخل ڪيو هيو جنهن ۾ ان جج ان ڪيس جو فيصلو پندرهن ڏينهن

۾ ڪيو ۽ هن ان فيصلي ۾ SP سانگهڙ کي حڪم ڏنو تہ هو مون سان گڏجي وڃي ۽ وڃي هاري زميندار جي جيل مان آزاد ڪرائي اهو ڪيس هڪ زميندار رمضان راڄڙ جي خلاف هاري گهرام پيل ۽ ٻين جو هيو خاص ڳالهہ اها آهي تہ جسٽس وجيهہ الدين اهو آرڊر تہ SP کي حڪم ڏنو ٿو ڏجي تہ هو پاڻ وڃي اهي هاري آزاد ڪرائي پاس ڪرڻ کان پوءِ مون کان پڇيو تہ ڇا مان ان جي ان حڪم مان مطمئن آهيان مان ادب سان جهڪي چيو تہ مان ان حڪم مان ڏاڍو خوش آهيان ان وقت ان مهربان جج جي اها ڳالهہ ٻڌي مون دل ۾ چيو تہ ڇا ان کان وڌيڪ ٻيو مونکي ڇاهو کپي اهي ڏينهن اهي شينهن اڄ اهي ايماندار جج گهر ۾ ويٺا آهن ۽ ايماندر وڪيل موچڙا پيا کائين اڄڪلهہ ارشد مرتضي ۽ غلام رسول سمون جهڙن گهٽيا درجي جي ججن جو دور آهي اهي جج ئي هن ملڪ کي آخرڪار Hang till death تائين پهچائي ڇڏيندا.

مسٽر اعظم علي خواجہ ڏاڍو ڏڪاريل هيو هي ٽندي محمد خان جو هڪ نوجوان واپاري هيو هن جي دل مان درد جا دونهان پي نڪتا ڇو جو نوجواني ۾ بيگناه خون جي ڪيس ۾ ڦاسايو وڃي ان کان وڌيڪ ٻيو ظلم ڪهڙو ٿيندو مان هن جي چهري کي جڏهن ڏسندو هيس تہ هن جي چهره تي معصوميت هئي هي قاتل ٿي ئي نہ ٿو سگهي هي سڀ ججن جي

زيادتين جو شڪار هيا هي چوي پيو ته ڏنا وائنا ڏوهاري حڪومت ۾ جج چڙي پيا ڏين هن ان جو ڪارڻ رشوت خوري ٻڌايو هي ملڪ مان مايوس هيو هن ملڪ جي خلاف نفرت جو اظهار پي ڪيو اهو اظهار اهڙو ته خطرناڪ آهي جو ملڪ کي هاڻي ڪو معجزو ئي بچائي ٿو سگهي نه ته هن ملڪ جو بنيادون لڏي ويون آهن جنهن جو ڪارڻ صرف ۽ صرف بي انصافي آهي ان کان علاوه پيا ٻه ڪيترائي نوجوان قيدي هيا جن ۾ سڪندر لنڊ جيڪو دادو جو ويٺل هيو هي ٻه عدالتي ڏاڍ جو شڪار هيو هن کي ڪيس مان بري ڪرڻ لاءِ جج پنجاه هزار روپيه ڪلارڪ جي معرفت رشوت گهري هئي هاڻي اوهان ئي سوچيو ته جيڪي جج وڪيل جي پيشي مان جج ٿيندا خاص ڪري هاءِ ڪورٽ جا ته اتي ڪهڙا فيصلا ڪندا جو اهي وڪيل سڄي عمر ڪوڙا ڪيس وڙهندي پاڻ ڪوڙا ٿي ويا آهن ۽ سرڪاري وڪيل جيڪي جج ٿيا هوندا اهي ڪهڙا فيصلا ڪندا ان جو اندازو اوهان کي هي

ڪتاب چنگي طرح ٿيندو. مسٽر اعظم علي خواجه ٻڌايو ته ڪيترائي قيدي اهڙا آهن جيڪي 109 جي معمولي ڏوه هيٺ ٽن ٽن سالن کان جيلن ۾ بند آهن انهن کي شنوائي تي ڪورٽ موڪليوئي نه ٿو وڃي اهي ويچارا غريب جيل ۾ ايڙيون رڳڙي رڳڙي مري ويندا ته پوءِ انهن جون لاشون جيل مان ايڏي جون گاڏيون ڪٽي ويندڙيون جيل ۾ لونڊي بازي وڏي پيماني

تي هلي رهي آهي جيل ايترو ته آزاد ٿي ويو آهي يعني جيل انتظاميه جي ڪنٽرول مان نڪري ويو آهي جو هيروئن جو استعمال عام جام لڳو پيو آهي هيروئنين هيروئن خريد ڪرڻ لاءِ رنڊين وانگر پنهنجو جسم فروشي جو ڌنڌو شروع ڪري ڏنو آهي جيل ۾ سپرنٽنڊنٽ ان ڳالهه تي اکيون ٻوٽيون ويٺو آهي ڇو جو هن کي گهر وٺي ان جو پتو ملي رهيو آهي.

جيل ۾ عيد جي ٻي ڏينهن ملهه وڙهڻ جو پروگرام هيو اتي سنڌ نئشنل اسٽوڊنٽس فرنٽ جي هڪ شاگرد مير مظهر ٻڌايو ته عوامي تحريڪ ۽ جئي سنڌ وارن جي ويڙه ۾ هڪ ڪريڪر ڦٽي ڪيو ويو هيو جيڪو هن هٿ تي روڪيو هيو جنهن ڪري هڪ ته هن جي هٿ جي هڪ آنگر ضائع ٿي وئي هئي ان هوندي ته هن تي ٻم ايڪسپلوزيو ائڪٽ جي تحت ڪيس داخل ڪيو ويو هيو هن شاگردن جي ويڙه تعليمي ماحول کي ڊانوڊول ڪري ڇڏيو آهي جو سنڌ جي نوجوانن جو جيل ۾ اچڻ سٺو سنوڻ نه آهي.

اڄ مورخه 19-3-2000 تي مان صبح جو اتي جڏهن سيڪوريٽي وارڊ ۾ ويس اتي هڪ قيدي نالي منصور جيڪو ذات جو سومرو هيو اهو ڦاسي گهاٽ ڏي ڪنهن قيدي سان ملڻ پي ويو مون ڪيس ڇيو ته هو مون کي ٻه وٺي هلي هي مون کي ٻه پاڻ سان گڏ ڦاسي گهاٽ ۾ وٺي ويا اسان جڏهن ڦاسي گهاٽ جو در ٽپي اندر وياسي ته جيڪا پهرين ڪولي هئي ان ۾

بلوچستان مان هاءِ جيڪ تيل جهاز ڪيس جو قيدي جنهن جو نالو جدگال محمد شهسوار باحاڪمي بلوچ مليو ان سان گڏ ٻيا قيدي ٻه هيا هي وڏو باشعور قيدي هيو.مون سان مون جڏهن گفتگو شروع ڪئي ته هن جي گفتگو مان ائين پي لڳو هي ملڪ جي باري ۾ مڪمل معلومات رکندڙ هڪ وڏو قوم پرست رهنما آهي هن پنجابين ۽ پٺاڻن جي باري ۾ وڏو حساس هيو هن سنڌين تي تبصرو ڪندي چيو ته جيئن ته سنڌي س سان شروع ٿو ٿئي ان جي معني ته سنڌي سادا ماڻهون آهن ته وري بلوچن جي باري ۾ چيو ته اهي ب سان شروع ٿو ٿئي معني بلوچ بهادر آهن هن جي دل ۾ وڏيون باهيون هيون هن چيو ته سئي گئس بلوچستان مان نڪري ڪشمير تائين وڃي پهتي آهي ان هوندي ته بلوچ بکيا آهن اها وڏي بدقسمتي جي ڳالهه آهي هن چيو ته تيل جي کوهن جا سرچشمه به بلوچستان ۾ آهن اتان ئي تيل جون شاخون ٻين ملڪن ڏانهن وڃن ٿيون هي وڏو حساس طبيعت جو نرم و نازڪ مزاج طبيعت جو مالڪ هو هن ٻڌايو ته هنن جهاد اغوا ڪيو هيو ته انهن جهاز جي مسافرن کي ٻڌايو ته هو بلوچستان جي عوام جي حقن تي جيڪي ڌاڙا لڳي رهيا آهن جو هيڏو معدني دولت کان علاوه بندرگاهن جي صوبي جي حالت اها آهي جو اتان جون غريب عورتون ڪاٺيون چونڊي وڪڻي پيٽ ٿيون ڀرين هن ٻڌايون ته جڏهن 1963 ۾ ايوب

خان جي دور ۾ گوادر مسقط کان پاڪستان کي مليو
هيو ته هي ان وقت ڏاڍا خوش ٿيا هيا ته هاڻي بلوچن
کي انصاف ملندو پر انصاف ڪو نه مليو الٽندو ظلم
وڌي ويو هن ٻڌايو ته سردار نوروز خان کي سندس
ٻارن سميت ايوب خان قاسي ڏئي بلوچن سان ٻهريون
ظلم ڪيو هن چيو ته پاڪستان ۾ رڳو سازشون
ٿينديون رهيون آهن سڪندر مرزا غلام جو تختو الٽيو
ته وري ايوب خان سڪندر مرزا ڪيٰ چلتو ڪيو وري
ايوب خان جي جاءِ تي يحي خان آيو مطلب ته هت
هرڪو هڪ ٻئي جو تختو ڪيڏڻ ۾ پورو آهي ته پوءِ
عوام جي خدمت ڪير ڪندو اهو ته ڪير سوچي ئي
ڪو نه ٿو. هن چيو ته جي هو چاهين ها ته اهو جهاز ٻي
ملڪ ۾ ڪٽي وڃي پيا سگهن پر هنن اهو جهاز
حيدرآباد ۾ ان ڪري لاٿو جو حڪومت پاڪستان کي
پنهنجا مطالبا پيش ڪرڻ پيا چاهين نه ته اهو جهاز ٻي
ملڪ ۾ ڪٽي وڃي ٿي سگهيا هن بلوچستان جي
سياست تي تبصره ڪندي چيو ته غوث بخش بزنجو
ڪامريڊ، فدا بلوچ کي گولين جا برسٽ هڻائي ماري
ڇڏيو جيئن سرداري نظام برقرار رهي ته ٻي پاسي
مسقط جي فوج ۾ بلوچن جي ڀرتي تي اعتراض ڪرڻ
تي حميد بلوچ کي قاسي ڏني وئي هن اهو ٻه چيو ته
ڏسو ته ٻن جا ڌماڪا ٻه بلوچستان ۾ ڪيا ٿا وڃن هن
چاغي جي باري ۾ چيو ته اتي اهي تجربا چو ٿا ڪيا
وڃن ڇا پيا صوبا نه آهن ميزائل ٻه بلوچستان جي

علاقي جيواني تي ڪيرايا ٿا وڃن.

قاسي گهاٽ جي 8x10 ڪولين ۾ 8 اٺ اٺ قيدي واڙيل هيا انهن قيدين جي حالت مان اوهان کي ڇا ٻڌايان ايتري ته رحم جوڳي هئي جي ڪو به شريف حقيقت پسند ۽ انصاف پسند انسان ڏسندو ته روئي وهندو هنن کي علاج معالجي جي ڪا به سهوليت ڪو نه هئي هنن کي عيد جي موقعي تي تي ڏينهن ٿيا آهن جو هڪ منٽ به ان ڪولين مان ٻاهر نه ڪڍيو ويو انهن کي اڳي ته صرف 15 منٽ پسار ڪرڻ لاءِ ٻاهر ڪڍيو ويندو هيو هاڻي ايتريو ڪيو اٿن جو 24 ڪلاڪن ۾ صرف هڪ ڪلاڪ ٻاهرڪڍيو ٿو وڃي مان جڏهن انهن قيدين کي ڏٺو ۽ هنن جي نرم ۽ نازڪ جذبن کي ڏٺو ته هي مونکي دنياجا سڀ کان وڌيڪ مظلوم انسان لڳا جو هنن کي اها به اجازت نه آهي ته هو عيد جي نماز پڙهن ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ظلم ٿيندو جيڪو جيل وارن روا رکيو آهي هي قيدي ججن تي سخت ڪاوڙيل هيا ايتري قدر جو هنن چيو ته ججن جو ڪارو منهن آهي ان کان پو ۽ مان اڳتي ويس ته مون ڏٺو ته ڦاسي جي سزا وارا قيدي ٽوپيون ناهي رهيا هيا ڪي وري ٽيپ رڪارڊ تي تيز آواز ۾ ڳانا ٻڌي رهيا هيا.

انهن ڪولين ۾ هڪ قيدي مليو جنهن جو نالو محمد حنيف نوحاڻي هيو هن ٻڌايو ته رجب خاصخيلي جيڪي 5 سپاهي ماريا هيا انهن سپاهين ۾ دين محمد

اجڻ نالي هڪ سپاهي ٻه هيو اهو ٻه مارجي ويو هيو اهو سچو ڪم رجب خاصخيلي ڪيو هيو جيڪو پوليس ڪائونٽر ۾ مارجي ويو هيو جو بعد ۾ ڪنهن زميندار جيڪو ذات جو نوحاڻي هيو هن ڪان بدلو وٺڻ لاءِ هن جو نالو پوليس کي ڏنو ان زميندار جو نالو هن دودو خان نوحاڻي ٻڌايو هن کي عمر قيد ڪان علاوه 14 سال قيد بامشقت سزا ٻڌايل هئي هي سڀ قيدي ملڪ کي پٺون ۽ پاراتا ڏئي رهيا چون پيا ته هت انصاف نالي ڪا شي موجود ئي نه آهي. ٺيڪ آهي في الحال اها ڳالهه مڃي ٻه وڃي ته انصاف آهي پر ان جو عملي طرح ڪو ٻه مظاهرو ڪو نه ٿو ڪيو وڃي جو ان جو هڪ مثال فضل چانگ جو آهي جو هو 12سال ڦاسي گهاٽ جي هڪ ڪوٺي ۾رهيو ان ڪان پوءِ ٻه هن کي ڦاسي جي سزا ڏني وئي ان ڪان وڌيڪ ٻيو ظلم ڪهڙو ٿيندو جو ايڏو وڏو انتظار يعني صدي جو اڌون حصه هڪ قيدي کي جيل ۾ رکي پوءِ موت جي حوالي ڪرڻ وڏي بي انصافي آهي هنن چيو ته پوليس صحيح تفتيش ڪو نه ٿي ڪري جي پوليس شريف ۽ ايماندار ٿئي ته سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي ته ڪنهن سان بي انصافي ٿئي اسان جڏهن ڦاسي گهاٽ گهمڻ وياسي ته اتي سزائي موت وارن قيدين اسان کي چانهيون پياريون ته ڪن شربت ٻه پياريا ته وري ڪن اسان کي بسڪوٽ ۽ مٺايون ٻه ڪارايون هنن ٻڌايو ته جيل وارا هنن کي انسان سمجهن ئي ڪو نه ٿا هنن جي نظرن

۾ هي ڪندم ماٺهون آهن.

ڪيترن ئي قيدين کي ڪينسر. السر، T.B. جهڙيون خوفناڪ بيماريون آهن تنهن هوندي بہ هنن جو علاج نہ ٿو ڪرايو وڃي مون انهن قيدين جي چهرن تي جيڪا مايوسي ڏٺي ان مونکي هن ملڪ جي مستقبل.ڪان مايوس ڪري ڇڏيو آهي هي صرف ان آس تي جيئرا هيا تہ شايد هنن کي اپيل جي موت ۾ آزادي ملي هاءِ ڪورٽ ۾ هنن جو اپيلون گذريل 10 ڪان بارنهن سالن تائين پيل آهن پر هاءِ ڪورٽ جا جج انهن جي اپيلن کي ٻڌڻ لاءِ تيار ئي ڪو نہ آهن قيدي چون پيا تہ جج خدا تي ويا آهن جو انسان جي تقديرن سان پيا ڪيڏين انهن ججن جو خدا ٿيڻ ملڪ ۽ قوم لاءِ وڏو خطرناڪ آهي هنن ۾ هڪ جج افضل جي باري ۾ هنن ٻڌايو تہ هو جنوني پاگل آهي جنهن جو مثال هنن جاويد اقبال جيڪو 100 ٻارن جي قتل جي ڪيس ۾ آهي ان کي هڪ رانجهي نالي جج جي ڏنل سزاجنونيت جي انتها آهي ان سزا تي تبصره ڪري هڪ قيدي چيو تہ ان سزا ڪان بهتر هيو تہ جاويد اقبال کي انهن ٻارن جي مائٽن کي ڏنو وڃي تہ هو ان جو ٻوڙ پچائي کائي وڃن.

هنن جيلن ۾ ٿيندڙ ظلمن تي تبصره ڪندي هڪ جيلر منظور ميمڻ جي باري ۾ ٻڌايو تہ هو وڏو ظالم هيوهو ڇا ڪندو هيو جو هڪ قيدي کي اگهاڙو ڪري ان کي ٻي قيدي جي ٻني تي وهاري جيل ۾

گھمايو ويندو هيو ته هڪ ٻي قيدي ٻڌايو ته سانگهڙ جي جيل ۾ اهو رواج هوندو هيو ته جيڪو نئون قيدي جيل ۾ ايندو هيو ان کي جوتن جا هار پارائي جيل ۾ گھمايو ويندو هيو هاڻي اوهان ئي ٻڌايوجڏهن اهي قيدي رها ٿيندا ته معاشره لاءِ ڪيترو ڪار آمد ثابت ٿيندا ان جوفيصلو اوهان پاڻ ئي ڪيو نه صرف اهو ليڪن جيڪب آباد ۾ قيدين کي نڪ ۾ ڀاڻي وڌو ويندو آهي.

هنن ڪراچي جيل جي باري ۾ ٻڌايو ته اتي سمهڻ لاءِ قيدي جاءِ وٺڻ لاءِ به پئسا ڏيندا هيا. هنن هڪ امير قيدي يونس حبيب جي باري ۾ ٻڌايو ته هن کي سپاهي سڄ پٽر ڏيکاريندا هيا ته هو جيل ۾ سپاهين کي نوٽن جون دستيون ڪڍي ڏيندو هيو يونس حبيب اتي سپاهين کي نيون نيون موٽر سائيڪلون وٺي ڏنيون هيون ته وري آفيسرن کي موٽرڪارون وٺي ڏنيون هيون ڇا اهي جيل جا آفيسر ۽ جج ڏوهاري نه آهن ڇا اهي سزا جي لائق نه آهن اتي قاسي گھاٽ ۾ هڪ قيدي جنهن جو نالو ماڻو مينگھوار هيو اهو اتي ئي مسلمان ٿيو هيو هن جو نالو احمد علي رکيو ويو هيو هي مسلمان ان آس ٿيو هوندو ته شايد مسلمان ٿيڻ جي ڪري مسلمان آفيسر ۽ جج هن تي رحم ڪندا پر هن کي اها خبر ڪو نه هئي ته پاڪستان جا آفيسر ۽ جج قاصائي ٿي ويا آهن اوهان ئي ٻڌايو ته 8x10 جي ڪوٺي ۾ ست ماڻهون ڪيئن رهندا هڪ قيدي

ٻڌايو ته اتي ڪمري ۾ ايتري ته بدبو ٿيندي آهي جو ماني کائڻ مهل ڪڏهن ڪڏهن الٽي اچي ويندي آهي قاسي گهاٽ جا قيدي جڏهن ڪنهن ڪم لاءِ برداشتي ڪي سڏ ڪندا هيا ته پلاسٽڪ جا گلاس لوه جي سيخن سان وڄائيندا هيا.

مان جڏهن اتي قاسي گهاٽ ۾ ويس ته مون اتي هڪ قيدي کان لکڻ لاءِ پنو گهريو ته انهن مونکي چار پنا ڏنا انهن پنن ۾ هڪ قيدي جو مائٽن ڏي لکيل خط هيو مان اهو هن ڪتاب جي پڙهندڙن لاءِ لکي رهيو آهيان هي خط پڙهو.

****************

(OM)

مورخ 18-3-2000

جناب مانوارا پاءُ نرسينگهه ۽ اوما رام سدائين چوڏهين جي چنڊ وانگر روشن ۽ گلاب جي گل وانگر مهڪيل شاد آباد هجو عستي قبول ڪندا بعد گهڻي سڪ ۽ اڪير ۾ لکجي ٿو ته هت سڀ خير آهي ۽ اوهان صاحبن ڏانهن به ايشور ڀڳوان جي ديا سان سڀ خير سڪ هوندو ۽ ٿيندو..

پيارا پاءُ اوهانجو لکيل پيغام مليو ۽ پڙهي بي حد خوشي ٿي پيارا پاءُ اميد ته اهڙا پيغام لکندا رهندا ته منهن جي هي ننڍڙي در ديري دل جا سور سهي

سگهان.

اي ڪبوتر جاڪي خبر دي دل شاد نهين هي
لکهنا تــو بهت ڪچهه هي مگريـــاد نهين هي

پيارا ياءُ توهان ته هن آزاد دنيا ۾ آباد آهيو مگر آءُ قيد خاني ۾ موت جي انتظار ۾ زندگي جا ڏکيا ڏينهن بسر ڪري رهيو آهيان.

پيارا ياءُ آءُ اڪيلو ويهي پنهن جي ماروئڙن جا گلاب جي گل جهڙا چهرا محسوس ڪري تصور ۾ آڻي چرين وانگر روئي چنڊ کي ڏوراپا ڏيندو آهيان ته تون ئي آهين منهن جي جيئڻ جو سهارو ته پوءِ مونکان ايڏو دوري ڇو ٿو ڪري منهن جي نيڻن جي آڪاش تان بادل وسڻ شروع ٿيندا آهن مگر اوهان جو پيار منهن جي نصيب ۾ نه هو ته مان ڇا ٿو ڪري سگهان پر مان منهن جي ماروئڙن کي بيوفا نه چوندس پيارا جڏهن منهن جي قسمت وفانه ٿي ڪري سگهي ته آءُ بي جي دل کي ڪيئن بيوفا ٿو چئي سگهان منهن جي اها دعا آهي ته اي پيارا سپرين منهن جي زندگي جا ڏينهن به اوهان کي لڳن ۽ زندگي جي هر موڙ تي خوشيون اوهان جون منتظر هجن.

هن ڦاسي جي سزا ڪاڻل ڦاسي گهاٽ ۾ ويٺل قيدي جو خط پڙهي اوهان انهن موت جي انتظار

۾ ويٺل قيدين جي جذبات جو اندازو لڳائي ٿا سگهو ھي اندازو صرف ۽ صرف اهي ماڻهون لڳائي سگهندا جيڪي انسان دوست انسان هوندا نه ته وحشي ۽ جانور خصلت انسان لاءِ ڪجھ به نه آهي.

جهرڪيون اسان جي وارڊ ۾ ايتريون آهن جو صبح ٿيندي ئي جهرڪين جي چهچهاٽ جا آواز ايندا آهن.

****************

اڄ مسٽرعبدالحميد ٽيبو سان ڪچهري ٿي هن چيو ته هو موجوده ڪيس ۾ بي گناه آهي ٿي سگهيٿو ته ڪنهن ناڪرده گناه ۾ آيو هجان ھي ڏاڍو هنس مک طبيعت جو مالڪ هيو مسٽر نثار احمد جوڻيجو به اسان جي بيرڪ ۾ رهندو هن تي به اغوا ۽ خون جا ڪيس هيا انڪري مفڪر چئي ويا آهن ڏوه ڪان نفرت ڪيو ڏوهاري ڪان نه.

مون کي جنهن ڳالھ جو شڪ هيو اهو صحيح ثابت ٿيو سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ هڪ ئي شخص هيو جنهن جي مان پسند ڪندو هوس ھي هيو محمد ايوب ڪوسو، ھي تمام پڙهيل لکيل انسان هيو هن کي توهين عدالت جي ڏوه ۾ 17 سال قيد جي سزا لڳل هئي اڄ ڳالهين ڳالهين ۾ ٻڌايو ته رسول بخش پليجي هن کان ست هزار روپيه هن جو ڪيس انٽتي ٽيررسٽ ڪورٽ ۾ هلائڻ لاءِ ورتا آهن اها ڳالھ ٻڌي

مان چڪرائجي ويس ڇو جو مون کي خبر هئي ته وڪيل ڪنهن سان به سچو نه هوندو آهي هن کي رڳو پئسا کپن ها پئسن سان سچا آهن اهڙي ڳالهه مون کي هڪ وڪيل چوڌري نصير ٻڌائي هئي ته وڪيل جي رڳن ۾ رت جي بدران پئسو وهندو آهي رسول بخش پليجو ۽ يوسف لغاري ٻئي پئدا گير به هيا ته دادا گير به هيا هنن پنهنجون پنهنجون پارٽيون به صرف ۽ صرف پنهنجا مفاد پورا ڪرڻ لاءِ ٺاهيون آهن هنن جا ڪهڙا مفاد آهن هنن جو مفاد اهو آهي ته ماڻهون کي بيوقوف ٺاهي پنهنجو سياست جو روپ ڏيکاري هڪ طرف عوام کي بيوقوف ٺاهيندا هيا ته ٻي طرف ججن کي لٽ به ڏيکاريندا هيا ته جيئن به مونکي هڪ قيدي ٻڌايو ته يوسف لغاري باقاعده رشوت خور ججن جي دلالي ڪندو آهي ۽ انهن کي رشوت وٺي ويندو آهي ۽ پوءِ هنن کان مرضي جا فيصلا وٺندا آهن پاڪستان جي عدليه ۾ اهڙا ڪيترائي بي ضمير جج آهن جيڪي پئسن تي پنهنجو ايمان ۽ ضمير وڪڻي ڇڏيندا آهن جج ڏسن ٿا ته سڀ آفيسر رشوت جي وهندڙ گنگا ۾ هٿ ڌوئي رهيا آهن هو ڇو محروم هجن اهو سبب آهي جو اڄ جيل جا قيدي ڪورٽن جي لاءِ چون ٿا ته اهي مارڪيٽون تي ويون آهن جتي جج وڪامن ٿا ته وري وڪيل وري ايجنٽ تي ويا آهن جنهن ملڪ ۾ عدليه جي باري ۾ ماڻهن جي اها راءِ هجي اتي انصاف سان جيڪا جٺ ٿيندي آهي اها جي اوهان کي ڏسٽي

آهي ته پوءِ جيلن ۾ اچي ڏسو ته ڇا آهي محمد ايوب
کوسي صرف ۽ صرف رسول بخش پليجي جي غلط
مشوره جي ڪري ان آس تي گرفتاري ڏني ته پليجو
هن کي هن ڪيس مان بچائيندو رسول بخش پليجو
بيوقوف ڪو نه آهي هو پئسا ڪمائڻ چاهيندو آهي هن
کي محمدايوب کوسي کان پئسا وٺندي شرم اچڻ
گهرجي ها ڇو جو محمد ايوب کوسو ڏوهاري ڪو نه
هيو هي ضميرجو قيدي آهي هن مونکي ٻڌايو ته هن
جي تحريرن جو غلط مطلب ورتو ويو آهي ورنه هو
مذهب اسلام جي بلڪل خلاف نه آهي هو خدا جي
فضل سان مسلمان گهراڻي ۾ پيدا ٿيو آهي ۽ پڪو
مسلمان آهي. پر اسان جي ملڪ ۾ ملن سان خدائي
پڇي لطيف سائين جا پتيل آهن هنن مذهب جي اصل
روح ۽ تعليمات جيڪا اسان جي نبي حضرت محمد
ڪريم صلي الله عليه وسلم ڏني آهي ان تي بلڪل عمل
ڪو نه ٿا ڪن اسلام ۾ ڪٿي لکيل ته دولت گڏ ڪيو
اسان جو پيارو نبي جنهن وٽ دنيا جهان جي ملڪيت
هئي ان وقت عرب سڄي دنيا تي ڇائنجي ويا هيا ۽
انهن جي فتوحات جي ڪري جيڪا مال دولت مديني
۾ گڏ ٿيندي هئي جيستائين نبي ڪريم اها ورهائيندا
ڪو نه هيا گهر ئي ڪو نه ويندا هيا سبحان الله اڄڪلهه
جا ملا ۽ مولوي عطر عنبير ٿا هڻن توهان راءِونڊ وڃي
هنن جا ٿلها ڇربي سان ڀريل جسم ڏسندا ته توهان
کي انهن بدبختن کان نفرت ٿيندي جيڪي.اسلام کي

بدنام ڪري رهيا آهن مان ته چوان ٿو ته جيڪڏهين
انهن ملن کان مسجدن جون چابيون کيسون وجن ته
هي اتي نماز به پڙهڻ کو نه ايندا هنن مذهب کي
ڪمائي جو ذريعي بڻائي ڇڏيو آهي هي ڪنهن غريب
جي حمائت ۾ هڪ موچڙو به کائڻ لاءِ تيار نه آهن هي
ڪتي کائڻ وارا مجنون آهن هنن کان خدا پناه ڏئي
محمدايوب کوسو ملا ازم جو شڪار ٿي ويو آهي
سنڌ وارو ڏسو رسول بخش پليجي ۽ يوسف لغاري
جو چهرو يوسف لغاري وري جنهن ڪيس ۾
محمدايوب کوسو آهي ان اخبار جي پبلشر جو هاءِ
ڪورٽ ۾ وڪيل آهي ته وري بي پاسي رسول بخش
پليجو دهشتگردي واري ڪورٽ ۾ وڪيل آهي هي
جيڪي ڦاڙها ماريندا اهي اسان به ڏسنداسي جج کي
ڪا سمجهه اچي ته بي ڳالهه نه ته اڄڪلهه جا جج رانجها
ٿي ويا آهن مسٽر عبدالحميد ٽيبو سان ڪچهري ٿي
ان چيو ته مان سنڌ جو اهم ماڻهون آهيان جهڙي
طرح فيڊرل ڪاسٽرو ۽ نيلسن منڊيلا آهن مان اڄ
ڪان سنڌ جو جرنيل آهيان ۽ مونکي سنڌجو عوام
جرنيل امان الله سومرو ڪري سڏيندا پر مان اهو
جرنيل آهيان جنهن جي في الحال نه ته ڪا مسلح فوج
آهي اهي مسٽرعبدالحميد ٽيي جا خيالات آهن مونکي
لڳي اڄتي ٿو هلي سنڌين جي پنهن جي فوج هوندي
جنهن ۾ رڳو سنڌي هوندا ان جي ڪمانڊ منهن جي
هٿ ۾ هوندي جي ائين ٿيو ته پوءِ مان مسٽر

عبدالحميد پٽي کي پنهنجي فوج جو پهريون نمبر سربراه مقرر ڪندس،.

مورخه 21-3-2000

اڄ اسان جي ٻنرڪ ۾ قاضي غلام مصطفي نالي هڪ شخص ملڻ آيو هي صاحب ڪنهن تعارف جو محتاج نه آهي هن جي باري ۾ اخبارن ۾ گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي هتي وڌيڪ لکڻ بيڪار آهي بس ايترو ئي ڪافي آهي ته هي پنهنجي فن ۾ ماهر آهي هن مونکي چيو ته هو مونکي ۽ منهنجي پٽ ذوالفقار علي کي ٻاهر ملڪ موڪلي ٿو سگهي جو هن جا مائٽ موراڪو ۾ آهن هي اسان کي اتي بنا ڪنهن خرچ جي موڪلي ٿو سگهي هن سان گڏ هڪ مسٽر اصغر علي آرائين نالي واپڊا جو هڪ آفيسر به گڏ هيو مون جڏهن هن صاحب ڏي ڏٺو ته هن جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هيا ۽ هي درد ۽ الم جي هڪ تصوير هئي هي به ملڪ جي مستقبل مان مايوس هيو هن هڪ زبردست ڳالهه ٻڌائي هن ٻڌايو ته هڪ چيني ڪهاوت آهي ته به هنس هڪ نر ۽ هڪ ماده گهمندا ڦرندا پنهنجي ملڪ کان ٻاهر نڪري ويا هلندي هلندي هي هڪ بستي ۾ اچي نڪتا انهن جڏهن بستي ڳوٺ ۾ هيٺ نهاريو ته هيٺ ويراني لڳي پئي ۽ هڪ سڪل وڻ تي چپ پي ڳالهايو اتي ماده هنس نر کي چيو ته جنهن بستي ڳوٺ ۾ ڏينهن جو چبرا بولين اتي ائين ٿي ٿيندو

آهي اها ڳالھ ٻڌي ان چبري انهن ٻنهي هنس پکين کي سڏ ڪيو اهو ٻئي پکي هيٺ لهي اچي ان چٻ سان ان وڻ تي اچي ويٺا جڏهن هي هلڻ لڳا ته ان چٻ هنس پکي جي زال يعني ماده کي جهلي ڇڏيو ۽ نر هنس کي چيو ته اها ماده هن جي زال آهي ۽ هو هتان هليو وڃي ان تي نر ان چبري کي چيو ته ائين نه ڪر تنهن جي ٻولي شڪل اسان کان ڌار آهي هن جي زال هن چبري جي زال ڪيئن ٿي سگهي ٿي آخر ڪار مجبور ٿي

هنس پکي ان ويران ڳوٺ جي چنگن مڙسن ڏانهن انصاف لاءِ دانهن کڻي ويو اتي پنچن فيصلوڪيو جيئن ته هنس پکي ڌاريو آهي ۽ چبرو هنن جي ڳوٺ جو آهي لهذا ماده هنس چبري کي ڏجي اهو ٻڌي هنس پکي روئڻ لڳو ۽ جڏهن واپس وڃڻ لڳو ته ان چبري هن کي سڏ ڪري چيو ته اها ويراني چبرن جي ڳالهائڻ سان ڪو نه ٿي آهي پر هيٺ ويٺلن انهن ججن جي ڪري ٿي آهي جيڪي غلط فيصلا ٿا ڪن اها بستي ڳوٺ ان بي انصافي جي ڪري ويران آهي هن ان نر هنس کي چيو ته هو پنهن جي زال وٺي هتان هلبو وڃي سو اها ڳالھ درست آهي اصغر علي آرائين حالانڪ پنجابي هيو هن چيو ته هو ملڪ جي باري ۾ ڪا به سٺي راءِ نه ٿو رکي هن ٻڌايو ته فوجي آفيسر ڪورٽ جو ڪو به احترام ڪو نه ڪندا هيا. ايتري قدر جو جج ڪورٽ ۾ ايندو هيو ته فوجي اٿي به ڪو نه بيهندا هيا جي ڪڏهين فوجي حڪومت جو زوال آيو ته ان ۾

ججن جو هٿ هوندو.

جيل ۾ SEX وڏو پرابلم آهي جهڙي طرح ٻين ملڪن جي جيلن ۾ قيدين کي پنهنجون زالون رکڻ جي اجازت آهي اهڙي طرح هت ٻه اهڙي اجازت هئڻ گهرجي جي توهان ٿورو سوچيو جنهن ماڻهون کي 25 سال سزا ايندي ان جو حشر ڇا ٿيندو ته وري جي هو شادي شده هوندو پويان ان جي زال جو ڇا حشر ٿيندو اسان جي ملڪ جا حڪمران انڌا، گونگا ۽ ٻوڙا ٿي ويا آهن.

اڄ مان شام جو جيل ۾ تمام حساس نوعيت جي حصي جنهن کي چرين جو وارڊ ڪري چئبو آهي ان ۾ جڏهن هڪ نائيجريا جي قيدي سان اندر ويس ته مان ڇڪرائجي ويس اتي جيڪي چريا قيدي ڏنا منهن جالنگ هي ڪانڊارجي ويا انهن جي حالت اهڙي ته خراب هئي جو هو انسان لڳا ئي ڪو نه پي پيا هنن جي حالت جانورن کان ٻه بدتر هئي هنن چرين قيدين جا ڪپڙا قاتل هيا هڪڙي قيدي جي پرسان سڪل ماني رکيل هئي هي ائين ستاپيا ته چڙ ته ڪي لاشون هجن جڏهن مون هنن چرين جي باري ۾ معلوم ڪيو ته ڪن ماڻهن ٻڌايو ته هنن کي چريو تشدد ڪري ناهيو ويو آهي ۽ جيل انتظاميه پئسن جي لالچ ۾ هنن تي تشدد ڪندي هئي ڳالهه ڪرڻ وارا ڳالهه پيا ڪن ته اڳي جيل ٽانڊا لڳو پيو هوندو هو روڊن تي رت جا ڌبا لڳا پيا هوندا هيا ۽ رت جي ڏپ ايندي هئي ان کان پوءِ مان

غيرملڪي قيدين سان ملڻ ويس هي گهڻو ڪري نائيجريا جا هيا هنن سان جٺ اها هئي جو هو پنهن جي سزا ته پوري چڪا هيا پر ڏنڊ جا پئسا جيڪي 5 لکن تائين هيا نه هجڻ جي ڪري وڏيڪ جيل ڪٽيندا. هنن ٻڌايو ته هنن سپريم ڪورٽ ۾ اپيل ڪئي آهي پر اڃان ان جي شنوائي ڪو نه ٿي ٿئي هي ڏاڍا مايوس هيا انهن مان ٻن قيدين شيشن واريون ٽوپيون پي ٺاهيون آخر ۾ هي ٻه انسان آهن هنن کي ٻه ته چانهه صابڻ کپي انسان جيئرو جيل ۾لاچار ۽ بيوس آهي ايترو ته هو شايد قيامت ۾ ٻه ڪو نه ٿيندو ڇو ته اتي ٿيو نه ته گهٽ ۾ فيصلي ۾ دير ته ڪو نه ٿيندي پوءِ جي جنت نه ملي ته دوزخ ته ملي ويندو جيل ۾ ته ماڻهون مستقل دوزخ ۾ آهي دوزخ ٻه اهو جيڪو تمام خطرناڪ هجي.

مان هن کان اڳي ڪيئي دفعا جيل وڃي چڪو آهيان پر هن دفعي جيل مان مون کي پو پي ٿيو ان جو سڀ کان وڏو ڪارڻ عدالتي بي انصافي آهي جيڪا غريبن سان ڪئي وئي هئي ائين ڪونه آهي ته جيل ۾ سڀ فرشتا آهن وڏي ۾ وڏا ڏوهاري آهن خوني قاتل آهن منشيات جا واپاري اغوا جا مجرم ٻه آهن هو برابر سماج جا ڏوهاري آهن ته پوءِ جيڪي ٻاهر وڏين وڏين ڪرسين تي ويٺا آهن ڇا اهي چنگا مڙس آهن ڇا اهي سماج جا ويري ڪو نه آهن اصل ۾ سماج جا ڏوهاري اهي وڏن پيٽن وارا ڪامورا ۽ وڏيرا آهن جيڪي اهي ڏوهارين جون فيڪٽريون رياستي

ڏاڍ جي زور تي ظلم ڪري پيا ناهين ۽ عوام جي خدمت جي بدلي عوام لاءِ ڏچو پيدا ڪري رهيا آهن اصل ۾ ته انهن کي جيل ۾ هئڻ گهرجي ۽ اهو وقت پري نه آهي جو اهي جيل جا دروازا کولي انهن غريبن قيدين ٻاهر ڪڍيو ويندو ته وري جاگيردارن، وڏيرن پوليس ۽ ٻين ڪامورن لاءِ کلندا ان جو واضع ثبوت ان ڳالهه مان ملندو جو هنوقت جيل تي قيدين جو قبضو آهي ۽ اهو ڏينهن پري نه آهي جو قيدي اهي جيل جون پتيون توڙي ۽ دروازا پنجي ٻاهر نڪرندا ان ۾ منهن جي خيال مطابق وڌ ۾ وڌ هڪ سال جو عرصو لڳندو جو جو انقلاب پاڪستان جو در کڙڪائي رهيو آهي منهن جي پٽ انهن نائيجريا جي غيرملڪي قيدين جي باري ۾ ججن جي طرفان سخت پورهئي کان علاوه پنج پنج لک روپيه سزا جي ادائيگي جي سزا تي تبصره ڪندي چيو ته جج صاحبن کي اهو سوچڻ گهرجي ته جي انهن وٽ ايترا پئسا پنهن جي ملڪ ۽ پاڪستان ۾هجن ها ته هو هيروئن ڪٿي کنهن ٻه صورت ۾ افريقا جهڙي ملڪ ۾ جتي سدائين ملٽري راڄ رهيو آهي ڪٿي ڪو نه وڃن ها. جيل ۾ مون کي مسٽر ايوب ڪوسي هڪ اهڙي جاءِ ڏيکاري جنهن جي باري ۾ ٻڌايو ته اصل بند وارڊ هي آهي جنهن ۾ هو جو ٻه گذر نه آهي اتي ٻه قيدي رکيا ويندا آهن هنوقت ته اهو بند آهي پر هڪ قيدي عبدالستار ٻاهوتي ٻڌايو ته عبدالحي قريشي جيلر کان اڳ واري جيلر ميجر

ڪوسي هن کي ان بند وارڊ ۾ بندڪري ڇڏيو هيو جتي هن کي آڑا بيڙيون لڳل هيون هن جو ڏوه ڪهڙو آهي جو هن جيل جي آفيسرن کي رشوت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هيو جي هو رشوت ڏئي ها ته بوءِ ڏوهارين واري سلوڪ نه بلڪ هو عام شهري واري سلوڪ جي هيٺ هجي ها هن وقت هن جي ٻانهن پڳل آهي هن کي پوليس ڳوليون هنيون آهن هن جو ڏوه اهو آهي ته هن DIGجي ڊبل ڪيبن واري گاڏي ڦر ڪئي هئي جنهن ۾ پوليس مقابلو ٿيو جنهن ۾ هن جي ٻانهن ڳولين جي لڳڻ سبب زخمي ٿي آهي هاڻي هي ڇا ٿو گهري علاج ٿو گهري ان باري ۾ جڏهن مون جيل جي سپرنٽنڊنٽ عبدالحي قريشي سان جنهن مونکي جيل مان ضامن تي رها ٿيڻ کان پوءِ رسمي طرح پنهنجي بنگلي ۾ گهرايو هيو جتي جڏهن ٽڏين چانون ۾ هلندي هن جي بنگلي تي پهتس ته اتي ڪلارڪ معلوم ڪيو ته ڇا صاحب آهي توري دير تي مونکي هڪ اوطاق نما ڪمري ۾ وهاريو ويو جتي هن چانهه جو آرڊر ڏنو مون ڪيس جواب ڏنو ته مان مسٽر اصغر ناريجو صاحب جي دعوت ڪائي پيو اچان جڏهن مون عبدالحي جيلر کي ڏنو ته مون اڳي واري قريشي جيلر ۽ هن دفعي واري قريشي جيلر ۾ وڏو فرق لڳو هن جي دل ۾ رحم نالي ڪا شي نڪو نه هئي هن کي ڏسي پو ٿيندو هيو هڪ دفعه هن ٻڌايو ته هي جڏهن حج ڪرڻ مڪي مديني ويو هيو ته اتي هنن

جي خيمن ۾ باهه لڳڻ جي ڪري پچڻ جو منظر تمام
خطرناڪ هيو اهو ڪنهن خطرناڪ فلم ۾ ڏسي تو
سگهجي جو اتي هڪ قيامت برپا هوندي آهي عبدالحي
قريشي اها قيامت مڪي مديني ۾ ڏسي آيو آهي اجان
ٻه هنن جي چال اها ئي آهي جيڪا اڳي هئي ۽ هنوقت
خالد نالي هڪ درندي جي جيل ۾ حڪومت آهي هنن
وٽ ڪالو نالي هڪ آدمخور آهي جيڪو وڪالت نامي
تي صحيح ڪرائڻ جا ٻاهر سو روپيه وٺندو آهي ته
اندر وري هر ايندڙ قيدي کي سيڪيورٽي وارڊ نالي
سڏجندڙ هڪ وارڊ جي انهن گندين ڪولين ۾ بند
ڪيو ويندو آهي جتي باقاعده ڪيڙا هلندا هيا منهن
جي ڪمري ۾ بي انتها مڇرن کان علاوه ماڪوڙا ٻ
جام هيا هڪ وڪيل کي هڪ ڪمبل ڏنو ويو هيو جيڪو
بيمارين سان ڀريل هيو اتي هڪ ڪارو ٿلهو سپاهي
مقرر هيو جيڪو منهنجهند جو مونکان 10 روپيه وٺي
بوڙ ٻچرائي ڏيندو هيو مان اتي ٻه راتيون رهيس اهي
ايتريون ته خطرناڪ هيون جو ان جو تصور ڪرڻ
سان ئي منجها جا لنگ ڪاندارجي ويندا هيا سڄي
رات مان جاڳندي گذاريندو هوس صبح جو سج
ايرندو هيو ته مون واري ڪولي مان صرف اها خبر
پوندي ته صبح ٿيو آهي آسمان تي ڇا آهي اها خبر
ڪونه پوندي هئي رات جو سڪل ماني ايندي هئي
دل کي هر وقت ڌڙڪو لڳو رهندو هيو هنگڻ جي
هڪ نالي هئي جنهن کي ٻن پاسن کي ٻن فٽ جي پڌ

سرن جي رکيل هوندي هئي اهو ان ڪري رکي ويندي هئي جو قيدين کي ڏيڇاريو وڃي اتي ئي حسب توفيق ڪم ورتو ويندو آهي يا وري انهن کي غلامن وانگر ٻين امير قيدين يا وري طاقتور قيدين وٽ ڪم لاءِ موڪليو ويندو آهي جتي هو بک کان مجبور ٿي جسم فروشي به ڪندا هيا اهو حال آهي جيل ۾ شراب، چرس، آفيم، هيروئن هرشي موجود هئي ۽ ان جي عبدالحي جيلر کي سڄي خبر هئي هن کي باقاعده ان مان حصو ملندو هيو جيل ۾ اگهاڙيون فلمون مطلب ته هر ڪڏي ڪم ۾ ڪمايل رشوت جي باقاعده حصه پتي مقرر هئي ۽ انهن کي ملندي هئي جيل جي اندر جي دنيا جي ڪهاڻي ئي عجيب آهي درد آهي اڻ ڏنو خوف آهي مون کي هينئر خبر پئي ته ڦاسي گهاٽ جا قيدين پسار ڪرڻ مهل جيل جي بيرڪ جي ڇت تي چڙهي ويا آهن جيل آفيسرن جي خراب سلوڪ تي ايترو ته زبردست احتجاج ڪري ڏيکاريو آهي جو ڪمال آهي جهاز اغوام ڪيس جي بهادر ڪارڪن جدگال شهسوار باحاڪمي هن کي سنڌ جي ڪنهن به جيل ۾ ڦاسي ڪو نه ڏني ويندي نه ئي ڪنهن ٻي کي هاڻي ڦاسي گهاٽ ۾ بند ڪرڻو پوندو هنن سڀني قيدين جي جلد ئي آزاد ڪيو ويندو ڇو جو آزادي انسان جو قدر آهي.

**امان الله سومرو**

وڪيل ميرپورخاص

# سيني قيدين کي عام معافي ڏني وڃي

## جنرل پرويز مشرف جي خدمت ۾ عرض

جناب اعلي! عرض آهي تازو ڪجھ ڏينهن لاءِ هڪ جج جي ذاتي دشمني جي ڪري مون کي جيل موڪليو ويو هيو مون جيل ۾ غريب قيدين ۽ جيل جي تباه حال صورت ڏني آهي اها هن خط سان گڏ منسلڪ آهي مان فوجي حڪومت جو خيرخواه آهيان ۽ خدانخواسته جيڪڏهين فوجي حڪومت کي ڪو نقصان پهتو ته ان جي نتيجي ۾ ڪيترائي بنگله ديش نهي ويندا ان ڪري پاڪستان جاامن پسند شهري چاهين ٿا ته فوجي حڪومت ڪامياب ٿئي ۽ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏو ڪم ڪرڻو پوندو آهي ۽ اهي حڪمران جيڪي رحمدل ۽ عوام دوست هوندا آهن انهن جو ڪير به ڪجھ بگاڙي نه سگھندو آهي مان اوهان کي ملڪ جي اهم ۽ حساس نوعيت جي مسئلي جي باري ۾ ٻڌائيندس ۽ اهو آهي قيدين جو مسئلو.

جناب اعلي! ڏوه ۽ ڏوهاري به الگ الگ شيون آهن انسان کي ڏوه کان نفرت ڪرڻ کپي پر ڏوهاري ک... ...ن جي اسلامي تعليمات جي مطابق

۽ هڪ عورت جنهن پنهن جي دشمن جي جيرو ڇهاڙي ڪاٺڻ جي باوجود ان کي معافي ملڻ ان ڳالهہ جو واضع ۽ ڪليل ثبوت آهي تہ اسان جو پيارو نبي حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم قيدين سان ڪيتري تہ همدردي ڪندو هيو ۽ هو ڪيترا نہ رحمدل هيا ۽ اسان بہ الله تعالي جي فضل و ڪرم سان مسلمان آهيون ۽ الله تبارڪ تعالي هن ملڪ جي غريب عوام جي تقدير اوهان جي حوالي ڪئي آهي تہ سڀ ڪان پهريون قيدين جي حالت زار تي توجہ ڏيو.

جناب اعلي! هن وقت سون جي تعداد ۾ قيدي قاسي گهاٽ ۾ پنهن جي زندگي جا ڏينهن ڳڻي رهيا آهن ۽ هو نہ مرن ٿا نہ جيئن ٿا. اهوئي خوفناڪ عمل آهي قيدين جي داتهن آهن ۽ دانهن جي ڪري

چنگا چنگا حڪمران فنا ٿي ويا ڇاڪاڻ جو عدالتي بي انصافين جي تمام تر ذمہ داري حڪمرانن تي عائد ٿي ٿئي ذوالفقارعلي ڀٽي جي دور ۾ عمر قيد جي سزا جي مدت پندرهن سالن ڪان وڌائي ڀنجويهہ سال ڪئي وئي ۽ ان دور جا قيدي اڄان تائين جيلن ۾ آهن انهن ئي قيدين جي آهن ۽ دانهن جو اثر آهي جو ذوالفقار علي ڀٽي کي قاسي تي وئي ۽ ان جي ڌي دربدز آهي.

ان ڪان پو ۽ جنرل ضياء جي دور ۾ بي حاشا ماڻهن کي قاسيون ڏنيون ويون ۽ جيلن ۾ قيدين تي بي انتها ظلم ۽ تشدد ڪيو ويو جنهن جو نتيجو اوهان جي سامهون آهي جو ان جي لاش بہ نہ

ملي ۽ سڙي رک ٿي ويو ان کان پوءِ نواز شريف جي دور ۾ هڪ هي نعرو هيو پڪڙيو ۽ ماريو اڄ اهو پلڻ زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ آهي:

جناب اعلي! اوهان جو دور انهن کان ڪجهه مختلف آهي اوهان جي دور حڪومت ۾ اوهان جي طرفان چاڻي واٽي ڪنهن کي به ڦاسي يعني موت جي سزا ڪو نه ڏني وئي آهي باقي عدليه جا جج چاڻن ۽ خدا چاڻي اوهان جي حڪومت بين حڪومتن کان ڪجهه صحيح آهي ۽ جيڪڏهين اوهان چاهيو ٿا ته اوهان ۽ اوهان جا ساٿي ملڪ جي عوام جي خدمت آرام ۽ سڪون سان ڪري سگهو ته پوءِ پيا سيپ ڪم ڇڏي سپ کان پهريون قيدين جا مسئله حل ڪرڻا پوندا ان سلسلي ۾ صوبائي حڪومتن کي حڪم ڏنو وڃي ته پنجن سالن تائين لاڳيتي سزا ڪاٽڻ وارا سمورن قيدين کي فوري طور تي رها ڪيو وڃي ۽ صدر مملڪت کي درخواست ڪئي وڃي يا اوهان به بااختيار حاڪم آهيو جيل جي آفيسرن کي حڪم نامون جاري ڪيو ته موت جي سزا جي قيدين جي سزا عمرقيد ۾ تبديل ڪئي وئي آهي اسان کي يقين آهي ته جيل جا آفيسر اوهان جي حڪم جي فورا تعميل ڪندا هي عام معافي صرف چند قيدين کي نه پر هر قسم جي ڏوهاري کي ڏني وڃي چاهي اهو ڪيترو به وڏي ۾ وڏي ڏوه ۾ڦاٿو نه هجي.

جناب پرويز مشرف صاحب! اهڙي طرح

ورهين ڪان جيلن ۾ بند قيدي جيڪي جيلن ۾ سڙي
ويا آهن انهن کي نئي زندگي ملي ويندي ۽ پوءِ اهي ۽
انهن جي ٻار ٻچن جون دعائون اوهان گڏ هونديون پوءِ
ڪو به ماڻهون يا ڪا به پارٽي اوهان جي طرف آڱر به
کڻي نه سگهندي جيڪڏهين ڪنهن اوهان جي
حڪومت جي طرف آڱر کڻڻ جي جرئت ڪئي ته پوءِ
ته عوام ان جو هٿ ڪٻي ڇڏيندا.

جناب اعلي ! آخر ۾ عرض آهي ته
جيڪڏهين اوهان منهن جي هن قيمتي مشوره تي
عمل نه ڪيو ته پوءِ جيل جي آفيسرن، پوليس ۽ عدليه
جي ججن جي ظلمن جو جيڪو خوفناڪ نتيجو
نڪرندو ان ڪان خدا پناه ڏئي.

فقط

**امان الله سومرو**
وڪيل ميرپورخاص

# عدليه جي بدديانت ججن کي تنبيهه

اسان اڄ جنهن صورتحال کي منهن ڏئي رهيا آهيون اها ايتري ته خونخوار ۽ پوائنتي آهي جو ملڪ جي ساليت داؤ تي لڳل آهي ۽ ان سڄي صورتحال جا ذميدار عدليه جا رشوت خور جج آهن پاهر جيڪو ڪجهه تي رهيو آهي اهو سڄي دنيا جي سامهون آهي باقي جيلن ۾ جيڪو تي رهيو آهي مان ان خوفناڪ صورتحال کان اوهان کي آگاهه ڪرڻ پنهنجو فرض تو سمجهان چاڪاڻ جو ان ڪري اسان جا ارباب اختيار قيدين جي معاملي ۾ بلڪل بي حس تي چڪا آهن ۽ اهي قيدين کي جانورن کان وڌيڪ اهميت ڏيڻ لاءِ تيار نه آهن اهوئي سبب آهي جو روزانه نو روپيه راشن ۽ صرف تي روپيه ماهانه علاج لاءِ مختص ڪري چائي واٽي قيدين کي مجبور ڪيو ويندو آهي ته هو ان معمولي رقم تي گذارو ڪن قيدي ويچارا ايترا مجبور ۽ لاچار آهن ته جي هنن کي بکيو رکيو ويندو ته به هو گذارو ڪري ويندا ليڪن اهو ڪٿان جو انصاف آهي جو جنهن گناهه جي ڏوهه ۾ هو جيل ۾ آيو آهي ان ڏوهه جي وڌ ۾ وڌ سزا ڇهه مهينا آهي ته پوءِ ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ بنا سالن جا سال بغير ڪنهن قانون جي جيل ۾ بند ڪري ارباب اختيار ۽ عدليه جا جج حضرات چا اهو تا سمجهن ته هو پنهن جو فرض

صحيح طريقي سان ادا ڪري رهيا آهن ۽ اها هنن
جي پل آهي ۽ اهائي اها خوفناڪ پل آهي جنهن هن
پوري معاشري کي تهس نهس ڪري ڇڏيو آهي جنهن
جو ثبوت حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ قيدين جو قتل عام
۽ ان کان پوءِ پشاور جيل ۾ بغاوت ۽ قيدين جو فرار
آهي جيل جا آفيسر جيڪڏهن اهو ٿا سمجهن ته هن
بغاوت جي پويان منشيات فروشن جو هٿ آهي ته اها
انهن جي وڏي غلطي آهي قيدين جي هن بغاوت ۽
فرار جي پويان حڪومت جا مقرر ڪيل جلاد قسم جا
جيل جا آفيسر ته آهين پر ملڪ جي جيلن ۾ خاص
ڪري سنڌ جي جيلن ۾ بغاوت جي پويان سڀ کان
وڏو هٿ عدالتن جي ججن جو آهي جيڪي انهن
مجبور ڪمزور ۽ بي بس قيدين کي ڪورٽن ۾ پيش نه
ٿا ڪرائي سگهن ته پوءِ اها ڪمزور عدليه ۽ ان جا جج
انهن غريب قيدين کي ڪهڙو انصاف فراهم ڪندا اهو
اوهان جي سامهون آهي اڄ قيدين کي اهي ماٺهون
گوليون هڻي رهيا آهن جيڪي انهن جا محافظ آهن
جڏهن محافظ هي دشمن ٿي وڃن ته پوءِ مملڪت جو
ڪاروبار ڪيئن هلندو ڇا اهي جيلون هاڻي نهيون آهن
يا اوائلي آهن ڇا جيلن ۾ بغاوت تازو ٿي آهي يا
پهريون ڀيرو جيلن ۾ بغاوت ٿي آهي جيلن ۾ بغاوت دنيا
جي هر ملڪ ۾ ٿيندي آهي جنهن ۾ فرانس نالي ملڪ
۾ مضبوط جيل ٽٽو هيو ان کان پوءِ ايشيا جي وڏي ۾
وڏي مضبوط سينٽرل جيل سکر جون وڏيون پٿيون

جنهن تي ڪرنٽ جون تارون ٻه لڳل هيون قيدي اهي پتيون ٽپي فرار ٿي ويا هيا يعني ڀڄي ويا هيا ڇا هاڻي ٻه صورتحال ساڳي آهي ته جواب ها ۾ آهي اڄ ٻه صورتحال ساڳي آهي جيڪا اڳ هئي جنهن جي تازي مثال سينٽرل جيل حيدرآباد جي آهي جنهن ۾ غريب قيدين کي ٻيچاري ڌمڪائي رشوت وصول ڪرڻ ۽ پنهنجو غلام ناهڻ لاءِ ٽي هزار بارودي گولين کان علاوه سورهن سو خطرناڪ زهريلي گئس جا گهوڙها آٽيندڙ گولا جيل اندر هٿين نالي قيدين تي اڇلائڻ کان پوءِ رات جي اندهيري ۾ قيدين کي ڏنڊا هڻي اڌاري ماري ڪئي ڏورانهين جيلن ۾ انصاف کان محروم رکڻ لاءِ زوري قتو ڪيو ويو ۽ پوءِ ان قتل عام کي آپريشن سرچ جو نالو ڏئي ارباب اختيار پنهنجا خوني ڏوه لڪائڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي معصوم ثابت ڪرڻ لاءِ دنيا جي اکين ۾ دوڙ وجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن ليڪن ائين ڪو نه ٿيندو ڇو جو اها حقيقت آهي ته حقيقت حقيقت هوندي آهي جيڪڏهين ارباب اختيار کي جيلن ۾ قيدين تي ٿيندڙ تشدد جي خبر نه آهي ته قيدين سان ڪهڙا ڪلور ڪيا ويندا آهن ته جي ٻڌڻ چاهيو ٿا ته ٻڌو جڏهن ٻه نئون قيدي جيل ۾ ايندو آهي ته ان جي اهڙي ته خدمت چاڪري ڪئي ويندي آهي جو هو پهرين ڏينهن ئي پنهنجن نظرن ۾ ڪري پوندو آهي ۽ وري جيل ۾ اندر وڃي جڏهن جيل ۾ انصاف جي پيل بدبودار لاش ڏسندو آهي ته

هو جيئڻ کان هي توبہ ڪري ڇڏيندو آهي ملڪ جا جيل خانہ جات اصلاح گهر جي بدران قيدين جا قبرستان ٿي ويا آهن جتي انسانن جون جيئرون لاشون پيون آهن جن جو ڪو بہ پرسان حال ڪو نہ آهي جڏهن ڪاڏو ئي پورو نہ ملي تہ پوءِ دوا صابڻ تيل ۽ بدن ڍڪڻ لاءِ ڪپڙا ڪٿان ملندا ان کان وڏي بي شرمي جي کهڙي ڳالهہ ٿيندي جو ان حالتن کان پوءِ بہ عدليہ جا جج مئجسٽريٽ ۽ پيو انتظامي عملو غريب قيدين کي جيل موڪلي تو ڇڏي ۽ ان کان پوءِ هو اهو ئيلجي ٿا وڃن تہ قيدي نالي ڪا مخلوق هن دنيا ۾ رهندي آهي اڃو تہ مان اوهان کي غريب قيدين تي ٿيندڙ تشدد جي باري ۾ ٻڌايان تہ قيدين تي تشدد ڪيئن ٿيندو آهي.

1. قيدين جون اڌ مڇون ۽ مٿو ڪوڙي ڪارو منهن ڪري پراڻن ٻادرن جا هار پارائڻ کان پوءِ تڪون ۽ ٻجا هٿندي سڄي جيل ۾ گهمايو ويندو آهي هي ڪاروائي گهڻو ڪري قيدي جي جيل ۾ اچڻ جي پهرين ڏينهن ڪئي ويندي آهي.

2. قيدي کي اگهاڙو ڪري ڏنڊا بيڙيون هڻڻ.

3. ڪاٺي جو ٿاهيل ل+ن قيدي کي اگهاڙو ڪري ان جي ڳچي تي رکڻ.

4. قيدي جي منهن ۾ گهوڙي جو لغام ڏجهن.

5. سجدا ڪرائڻ ۽ گيسيون ڪرائڻ

6. قيدي کي ايترا تہ ڏنڊا هنيا ويندا آهن جہ هن

جوجسم سن تي ويندو آهي.

7. قيدي کي اگهاڙو ڪري ان جي گڏي ۾ ربڙ جي نلڪي وجهي ان ۾ پاڻي، صابڻ ۽ مرچ ملائي وجهڻ کان پوءِ اگهاڙو ئي ٻين قيدين جي اڳيان ڦٽو ڪري وجڻ.

8. قيدين تي سڌيون گوليون هلائڻ ۽ آنسو گئس جا گولا ڦٽي ڪرڻ.

9. قيدي کي اگهاڙو ڪري ٻي اگهاڙي قيدي تي چاڙهڻ.

چا اها آهي اها جديشل ڪسٽڊي جنهن جو جج حضرات حڪم ڏيندا آهن.

انهن تمام ظلم ڪرڻ کان پوءِ هڪ انڌيري ڪوٺي جيڪا انگريزن حريت پسندن کي دٻائڻ لاءِ ٺاهي هئي ان ۾ صرف هڪ دري ۽ هڪ در آهي دري نہ پر هڪ روشندان آهي جيئن قيدي آڪسيجن کان سواءِ مري نہ وڃي وڃي ڦٽو ڪندا آهن اهي تہ اهي ظلم آهن جيڪي ظاهر ٿيا آهن ان کان پوءِ الائي ڪهڙا ڪهڙا ظلم قيدين تي ٿيندا هوندا يا ٿنن تي ڪيا ويندا هوندا ان جي هڪ تہ خدا کي خبر آهي تہ ٻي ان قيدي کي جنهن تي اهي ظلم ڪيا ويندا آهن ايترن وڏن ظلمن ۽ تشدد ڪرڻ جي باوجود چا قيدين جو بغاوتون ختم ٿي ويون آهن نہ ائين نہ آهي چو جو هڪ بغاوت مان ٻي بغاوت جنم وٺندي آهي معني هڪ بغاوت ٻي بغاوت کي جنم ڏيندي آهي ارباب اختيار

جيل ۾ جيڪي ظلم ڪيا ڪيترائي قيدي ماري ڇڏيا قتل عام ڪيو ڇا مليو ڏيڊ پاءُ چرس هڪ پاءُ هيروئن ۽ ٻه مٽ ديسي شراب جا يعني ڪولهي وسڪي جا هڪ موبائل فون ۽ ٽيليويزن جا ٻه سيٽ.

جيڪڏهين ڪنهن مجبور قيدي جيڪو سالن کان بي گناه جيلن ۾ بند آهي ان جيڪڏهين چرس جا ٻه سوٽا يا گلاس وسڪي ڪولهي جي نالي زهر جو پيتو يا هڪ اڌ فلم جو گانو دل جو غم گهٽ ڪرڻ لاءِ ٻڌو ته ڪهڙو آسمان ڪري پيو ڇا اعلي حڪام کي ايترو به عقل نه آهي ته 2800 روپيه ماهوار پگهار تي جيل واردن جيڪڏهين جيل ۾ چرس نه آڻيندو ڇا هننبه ٻم، گرينيڊ آڻيندو عدليه جي ججن جي باري ۾ چيو ويندو آهي ته هو عقلمند ۽ ايماندار هوندا آهن مگر منهن جي ته خيال ۾ جيڪي عقلمند، ايماندار ۽ باهمت جج هيا جن ۾ سرفهرست جسٽس وجيهه الدين احمد صاحب جسٽس ناصر اسلم زاهد صاحب، جسٽس عبدالرزاق ٿهيم جهڙا باهمت، ايماندار، ۽ قانون جا ڄاڻو ججن جي ڏينهن ۾ قيدين لاءِ هڪ طريقه ڪار مقرر هيو ان جي تحت هر هفتي عدليه جا جج جيلن جو معائنو ڪندا هيا ۽ قيدين کان انهن جا مسئلا پڇندا هيا ۽ پوءِ اهي جج اتي قيدين جا مسئلا حل ڪندا هيا ان وقت قيدين کي خط و ڪتابت ڪرڻ جي مڪمل آزادي هئي اهوئي سبب هيو جو انوقت جيلن ۾ بغاوت يا شورش ڪو نه هئي ڇاڪاڻ جو قيدي مطمئن هيا ته انهن کي

انصاف ملندو مگر اڄ ڪو بہ جج اها تڪليف ڪو نہ ٿو ڪري تہ اهي قيدي جيڪي انهن ٻنهن جي يعني جڊيشل ڪسٽڊي ۾ موڪليا آهن انهن جي ڪهڙي حالت زار آهي ان ڪي ڏسن هي اڄڪلهہ جا جج جاه پسند ۽ جاه طلب ٿي ويا آهن جنهن جو ثبوت تازو هڪ هاءِ ڪورٽ جي جج هڪ معمولي انتظامي آفيسر ڊپٽي ڪمشنر جي دعوت ڪني اهوئي سبب آهي جو اڄ انتظاميہ عدليہ جي گرفت مان نڪري وئي آهي ان جا خوفناڪ نتيجا قيدين کي ڀوڳڻا ٿا پون جو اڄڪلهہ قيدين کي هڪ ٻئي سان ملڻ تہ پري رهيو ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي بہ اجازت نہ آهي ان کان وڌيڪ ٻيو وڏو ڪهڙو ظلم ٿيندو جو عدالت جي طرفان ڏنل واضح حڪمن جي باوجود قيدين کي لوڌ جون ڏنڊا ٻيڙيون هنيون ٿيون وڃن جڏهن تہ اهي ڏنڊا ٻيڙيون لڳائڻ عدالتن جي طرفان ڏوه قرار ڏنل آهي ان جي باوجود جيل جي حڪام تازو جيل آپريشن جي نالي تي قيدين تي جيڪو ظلم ڪيو ۽ ايترو تہ بدترين تشدد ڪيو جو ان جي متعلق BBC ۽ ٻين نشرياتي ادارن اهو ٻڌايو تہ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ قيدين تي ٿيل تشدد دنيا جي تواريخ ۾ ڪڏهن بہ ڪٿي ڪو نہ ٿيو پشاور جيل جي تازي بغاوت ان ڳالھ جو چٽو ثبوت آهي تہ عدليہ ۾ وڌنڌڙ رشوت خوري جي ڪري بي ايمان غدار ۽ ملڪ دشمن جج جيڪي انصاف کي ٽاڙاري ۾ رکي انصاف تورين ٿا ۽ انصاف جون ٻوليون ٿا لڳائين انهن.

رشوت خور ججن جي ڪري سڄو ملڪ بي انصافي جي هڪ اهڙي خوفناڪ طوفان ۾ اهڙو ته گهرجي چڪو آهي جو هاڻي بيڙي جي ٻڏڻ جو مڪمل خطرو پيدا ٿي ويو آهي ليڪن عدليه جا جج شتر مرغ وانگر واري ۾ متو وجهي اهو ٿا سمجهن ته ناانصافي جو طوفان ختم ٿي ويو آهي

اڄو ته مان اوهان کي ڪورٽن جي ججن جي اهڙي حربن کان آگاهه ڪيان ته هي ڪهڙا فيصلا ڪندا آهن اسان جيڪڏهين بين الاقوامي قانون جي تحت هلندڙ ڪنهن به ڪورٽ سڳوري ۾ هلون ۽ انهن کان پڇون ته اهڙو ڪهڙو سويلين قانون آهي جنهن جي تحت فوجي ڪوديتا کي قانوني قرار ڏنو وڃي جڏهن ته فوجي ڪوديتا جو پنهنجو قانون هوندو آهي جو جو ڪڏهن قانون تلوار جي نوڪ سان به لکيو ويندو اهي منهن جي خيال ۾ اهڙو ڪو به سويلين قانون دنيا جي ڪنهن به پارليامينٽ جي پاس ڪيل قانون ۾ ڪو نه آهي جنهن کي دستور ۾ سڏيو ويندو آهي هي جج حضرات پردي جي پويان پاڻ حڪومت ڪرڻ ٿا چاهين ۽ هي جج حڪومت ان وقت ڪندا جڏهن هي خود قانون جو بيڙو ٻوڙيندا اهوئي سبب آهي جو اڄڪلهه اهو سوال هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بنچ حيدرآباد ۾ زيرغور آهي نه ڇا غلامن جي آزادي جو قانون ۽ برقرار رکيو وڃي يا ان کي ختم ڪيو وڃي ان سوال تي غور ڪرڻ لاءِ ڪورٽ سڳوري ۾ زوردار

بحث تي رهي آهي جڏهن ته قانون جي متعلق لکيل قانون جا ڪتاب انهن جي ميز جي مٿان سامهون رکيا ويندا آهن انهن ۾ واضع لفظن ۾ اهو لکيل آهي ته قانون ۾ غلامي تي مڪمل پابندي آهي ۽ ڪو به ماڻهون ٻي ماڻهون کان زوري ان جي منشا جي خلاف ڪو به ڪم نه تو ڪرائي سگهي ته پوءِ اهو بحث ڇو ان جو مطلب اهو آهي ته هائي اسان جا ڪجھ جج صاحبان جاگيرداري نظام جي حمائت ڪري جيڪڏهين اهو ٿا سمجهن ته انسانن جي آزادي جيڪا انهن جو بنيادي حق آهي ان جي اکيان بند ٻڌي سگهندا ته هائي ائين ڪو نه ٿيندو جيڪڏهين ائين ٿيو ته پوءِ موجوده عدالتي نظام جي سڄي عمارت جو ڍانچو ڍهي پٽ تي ويندو ۽ عدليه حڪومت جو هڪ ستون هئڻ جي ناطي حڪومت جي ديوارن ۾ به ڏار پئجي ويندا منهن جي ته خيال ۾ انسانيت کي جيترو خطرو ائٽم بم مان آهي ان کان وڌيڪ خطرو بي انصافي مان آهي ڇاڪاڻ جو ائٽم بم جي حملي ۾ ته ماڻهون فورا مري ويندو ليڪن بي انصافي جي ڪري ماڻهون جو هر روز خون ٿو ٿئي جيڪڏهين انسانن جي روزانه ان خون ناحق جو مشاهدو ڪرڻو هجي ته جيلن جي قاسي گهاٽ ۾ وڃي ڏسو جتي هڪ ننڍي قبر ۾ انسانن کي جنهن کي قيدي چيو ويندو آهي هڪ قبر جيتري جاءِ ۾ ڏهن کان ويهن سالن تائين ان لاءِ اڏمئو ڪري رکيو ويو آهي ته ان جي زندگي جو

ڏيئو ڪڏهن وسايو وڃي يعني. ڳل ڪيو وڃي ان ڪان وڌيڪ ججن جي بي درندگي ڪهڙي ٿيندي اهي جج حضرات جڏهن انصاف جي ڪرسي تي ويهندا آهن ته (توبه نعوذ بالله) خدا تي ويندا آهن جنهن جو ثبوت اهو آهي ته هو ماڻهن کي موت جي سزا جو حڪم ٻه ٻڌائين ٿا انهن ججن کي ماڻهن جي زندگين سان ڪيڏڻ هڪ ڏينهن ڏاڍو مهانگو پوندو مون جيلن ۾ اهڙن قيدين کي به ڏٺو آهي جن جا پير اگهاڙا آهن انهن قيدين کي وڪيلن ۽ عدالتي حڪام انصاف جي نالي تي لٽيو ۽ ڦريو آهي جنهن انصاف جي هلڪي جهلڪ به ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي صرف بي انصافي ئي بي انصافي ڏسڻ ۾ ٿي اچي هاڻي جيل ۾ قيدي صرف ۽ صرف ان آس تي جيئرا آهن جو هو قانون قدرت جو انتقام ڏسڻ ٿا چاهين جيڪي عدليه جي ججن هنن غريب قيدين تي روا رکيا آهن جو جج جي سامهون پيش ڪرڻ ڪان سواءِ جنهن ڪيس جو جوابدار جيل ۾ بند هجي ان کي جيل جا آفيسر ۽ پوليس ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ جي بنا جج ڪان بي تاريخ وٺي وڃن جڏهن ته اها بي تاريخ ڏيڻ ڪان اڳ جج ان جيل آفيسر يا پوليس ڪان اهو ڪو نه پڇيو ته قيدي کي ڇو ڪو نه پيش ڪيو ويو ۽ اها بازپرس ڪرڻ ڪان سواءِ ان ڪيس کي وڌيڪ پندرهن ڏينهن يا مهيني جي تاريخ ڏئي اينگهايو وڃي اها سڀ ڪان وڏي بي انصافي آهي ۽ عدالتي بي ايماني آهي هي جج حضرات پنهن جي ئي

هتن سان عدليہ جي تذليل ڪري رهيا آهن قيدين کي انصاف حاصل ڪرڻ لاءِ وقت تي ڪورٽن ۾ نہ موڪلڻ وقت جو سڀ کان وڏو مذاق آهي ۽ اهڙو تہ خونخوار مذاق آهي جو اڄ نہ صبحاڻي جڏهن انهن عدالتن جي ايوانن ۾ غريب قيدين جون دردن ڀريل آهون ۽ دانهون گونجنديون تہ پوءِ هي سڄو موجوده عدالتي نظام جنهن جي هن وقت بنياد بي انصافي تي آهي هڪ نہ هڪ ڏينهن اچي زمين تي ڦهڪو ڪندو ۽ اهو وقت اچي ويو آهي پوءِ انهن ڪارن جبن پاتل ان رشوت خور، بدديانت، نااهل، ڪم چور ججن جن قيدين کي عدالتي تحول جي ناالي تي HELL CAMP ۾ رکيو آهي اڄ نہ صبحاڻي انهن ججن کي انهن قيدين کي حبس بي جا ۾ رکڻ جي هڪ هڪ ڏينهن جو حساب ڏيڻو پوندو جو صرف نو روپيہ روزانہ تي قيدي کي جيئو وجي تہ ان رقم ۾ سڄو ڏينهن گذر ڪري جڏهن تہ نو روپين ۾ سگريٽ جو هڪ پاڪيٽ بہ مشڪل سان ملندو آهي تہ پوءِ صابڻ، ماني، ڪپڙا ڪتان خريد ڪندو جج جو ان سان ڪهڙو واسطو، هن کي هر ماه هڪ لک روپيہ جي لڳ ڀڳ پگهار ملي ويندي آهي ان جو غريب قيدين سان ڪهڙو واسطو جڏهن تہ هي جج اها پگهار قيدين کي انصاف مهيا ڪرڻ جي لاءِ وٺندا آهن ان کان وڏي بي ايماني ڪهڙي ٿيندي جو انصاف جي نالي بي انصافي ڪرڻ جي باوجود جج حضرات پگهارون وصول ڪن ٿا ڪن اها ملڪ

۽ قوم سان کلي غداري آهي.

اڄڪلهه هر ٻي ڏينهن ڪنهن نه ڪنهن جيل جي تلاشي ٿي رهي آهي دراصل اها تلاشي جيل حڪام جي بوکلاهٽ جو نتيجو آهي جيڪڏهين T.V. سيٽ رکڻ ڏوهه آهي ته پوءِ اهو T.V سيٽ قيدي يقينا کيسي ۾ لڪائي ڪٿي کو نه آيا هوندا اهو T.V. سيٽ جيل جي حڪام جي سامهون ان جي منشا سان جيل اندر آندو ويو آهي ته پوءِ تلاشي ڇا جي؟ جڏهن ته سنڌ جي ڪنهن به جيل مان ڪو به آتشي اسلحو برآمد ڪو نه ٿيو آهي ته پوءِ سنڌ جي جيلن جي قيدين تي گوليون ڇو وسايون ويون انهن جو قتل عام ڇو ڪيو ويو جيستائين ان سوال جو جواب نه ملندو تواريخ اڃي رهندي ۽ تواريخ جي اڄ رت سان اڃهندي آهي دراصل ڳالهه اها آهي ته سنڌ جي جيلن ۾ ڪجهه خبيث روح جا حامل جلاد قسم جا آفيسر مقرر ٿي ويا آهن جيڪي هڪ جج جي لکيل ڪاغذ جي ٽڪري کي پڙهي زبردستي ڪنهن انسان جا هٿ پير ٻڌي ڦاسي جي تختي تي بيهاري قيدي جو روح قبض ڪرڻ ۽ انسان جو جسم بي جان ڪرڻ لاءِ جيڪو جيل جو آفيسر ڦاسي جي تختي جو ليور ڇڪيندو اهو جيل آفيسر قيدين تي ڪيترو رحم ڪندو ان جو اندازو اوهان اِن جي ڦاسي جي ليور ڇڪڻ واري عمل مان ڪري ٿا سگهون.

اڄ عدليه جي حالت هڪ اهڙي مئل لاش

جهڙي ٿي وئي آهي جنهن جا ڏند باقي رهجي ويا آهن جيڪي ڏيڪارڻ جا هڪڙا ۽ ٻيچارڻ جا پيا آهن اوهان ڏسو سپريم ڪورٽ جي فيصلي مطابق زيرسماعت قيدي کي هڪ جيل کان ٻي جيل منتقل ڪرڻ ڏوهه آهي پوءِ به جيل جا آفيسر عدليه جي حڪمن جي پرواه نه ڪندي رات جي انڌيري ۾ ٻي انتها تشدد ڪندي قيدين کي ڏورانهين جيلن ۾ ڦٽو ڪيو وڃي جڏهن ته زيرسماعت قيدين کي جيڪب آباد، سکر، سانگهڙ موڪلي عدالتي تحويل ۾ قيدي موڪليندڙ ججن کي انهن جي اوقات ڏيکاري رهيا آهن ته جيڪو ڪرڻو اٿو ڪيو ججن جي حالت تمام خراب آهي ڪيترن ئي ججن جا هٿ ڪارا آهن ته وري ڪيترن ئي ججن جا منهن به ڪارا آهن ڪجهه جج ته سچا ڪارا آهن اهوئي سبب آهي جو ان ڪارڻ جي ڪري پوري ملڪ ۾ انڌيرو ڇانئجي ويو آهي ۽ ملڪ ۾ مڪمل بلئڪ آئوٽ آهي ان انڌيري ۽ بربادي جا اصل ذميدار اهي ڪورٽن ۾ وينل، رشوت خور ۽ بدديانت جج آهي جيڪڏهين عدليه جي ججن پنهنجو رويو درست نه ڪيو ته پوءِ انهن جي داستان به نه هوندي داستانن ۾

**امان الله سومرو**

آرگنائزر

قيدي بچاؤ فورم سنڌ

# قيدين تي تشدد بند ڪيو

جنهن ڏينهن کان فوجي بريگيڊيئر انسپيڪٽر جنرل آف جيلز مقرر ٿيو آهي سنڌ جي جيلن ۾ وڏي اکاڙ پڇاڙ شروع ٿي وئي آهي ۽ حالتون ايتريون ته خراب ٿي ويون آهن جو هاڻي جيلن مان چريون ۽ شرابن جا پريل مٽ نڪري رهيا آهن وڏي ڳالهه اها آهي ته جيلن جي اندر شراب جا مٽ ۽ جيلن کان ٻاهر شراب جا مٽ ڇا اسان ايترا زوال پذير ٿي ويا آهيون يا وري اهڙي خطرناڪ صورتحال ڏي وڃي رهيا آهيون هي قيدين جي هڪ جيل کان ٻي جيل ڏانهن منتقلي هڪ ايڏو ته خطرناڪ روح فرسا واقعو آهي جنهن جي ٻڌڻ سان ئي انسان جا لنگ ڪانڊارجي ويندا آهن مان اوهان جي ان منتقلي جي باري ۾ ٻڌايان ته قيدي هڪ جيل کان ٻي جيل ڪيئن منتقل ٿيندا آهن ٿيندو ائين آهي جو رات جو هڪ اهڙي پهر جڏهن سڄي دنيا جي سورن جا ماريل قيدي پنهن جي نيڻن ۾ قيد خاني جا عذاب ڏسي ان کان بچڻ لاءِ ننڊ جو سهارو وٺندا آهن ان مهل جيل

جا جلاد قسم جا واردن جيل جي آفيسرن جي چوڙ
تي انهن قيدين کي جيڪي جيلن ۾ انساني جقن جي
گهر ڪري رهيا هوندا آهن يا وري انتظاميہ جي بي
حياآفيسرن جي اک سان اک ۾ ملائي ڳالهائڻ وارن
جانباز سرفروشن کي جيڪي ڏوهن جي دنيا جي بي
انصافي جي وِر چڙهيل آهن ۽ وري اهڙا ماڻهون جنهن
جي ڏوه جي سزا صرف ڇهہ مهينا هجي ان کي بنا
ڪيس هلائڻ جي ٽن سالن کان واڙيو وڃي ڇا ان
انسان کان ڪنهن ڀلائي جي توقع رکي ٿي سگهجي ھي
اهي شيني شراب جا مٽ، چرس هيروئن ۽ ٻين شين
کان علاوه چريون ۽ ٽيليفون ملڻ ان ڳالهہ جو ثبوت
آهي تہ اهي سڀ ممنوع شين کي ڇا پر لڳل هيا يا وري
چرس کي پير لڳي ويا يا هيروئن کي سليماني ٽوپي
ويڙهي موڪليو ويو هيو ائين نہ آهي اهي سڀ ممنوع
شيون اهي ئي جيل جا عملدار جيل جي اندر ڪٽي وڃي
قيدين کي ڏيندا آهن ڇا سبزي کي ڪٽڻ لا ڇري
رکڻ ڏوه آهي هي سڀ ڪم جيل جا رشوت خور
آفيسر صورتحال کي خراب ٿيندو ڏسي جيڪا ھي
پاڻ ئي خراب ڪندا آهن اهڙي طرح هي قيدين جي
هڪ جيل کان ٻي جيل منتقلي جو ڊرامو ڪندا آهن
ان ۾ رات جي پهر ۾ سٽل قيدي کي ڏنبا هٽي بئرڪ
يا سيل کان ٻاهر ڪڍي وارن کان ڇڪيندي ٺاهوڪا
ٻادر هٽندي وٺي ويندا آهن جيل کان ٻي جيل منتقلي
جي دوران ڪيترن ئي جلاد قسم جي واردن ڪيترن

ئي قيدين جا مٿا ۽ اڏ مچون ڪوڙيون هيون مون اڪين
سان مٿن قاتل قيدي ڏٺا جن جي اکين ۾ اهڙا لڙڪ
هيا جهڙا جنهن پڪي ڪي ان جي آڪيري تان رات جي
بيگناه وقت اٿاريو ۽ پڇايو وڃي هي قيدي به آخر وطن
جا هيا سنڌي هيا ته مهاجر مطلب ته هر قوم هئي پوءِ
ي ظلم ڇو ان جو جواب صرف ۽ صرف هڪ آهي
شوت ڇو جو -/Rs.9 روز جي خرچ تي انسان تي پري
ڪ ڇيلو به جيئرو نه ٿو رهي سگهي ته پوءِ اهي قيدي
Rs.9 روز ۾ ڇا ڪائيندا ۽ ڇا پيئندا اهو ٻڌائيندي جيل
ي آفيسرن ڪي شرم ٿو اچي هي ان صورت ۾ جي
دين جيڪڏهين ياچي پچائڻ لاءِ ڇري جو استعمال
يو ته اهو ڪو به ڏوه نه آهي صرف هڪ انا پرستي
ي جيڪا نوڪر شاهي جي پراڻي روش آهي پر نئي
جي بريگيڊيئر جي بحيثيت جيل جي .I.G مقرر ٿيڻ
جيڪا خوشي ٿي هئي اها اسان جي خام خيالي هئي
و ته مان اوهان کي اڳتي ٻڌايان ته منتقلي ڪان پوءِ
ٿيندو آهي قيدين کي جانور وانگر هڪ پوليس جي
، ننل وين ۾ حيدرآباد جيل کان جيڪب آباد جي
ل ۾ پهچندڙ قيدي کي جيل ۾ اندر گهڙندي ئي
و ته ڦوهارو ڏنو ويندو ڇو جيستائين جيڪب آباد
سنڌ جي ڪنهن به جيل ۾ گهڙندو ته سندس ڪنڌ ۽
ا پڳا ويندا آهن جو هو اڳتي جيل جي جيلرن جي
ن ڪنڌ ڪڻي نه سگهن ۽ سدائين گوڏن پر جهڪيل
ن اهي ئي اهي مثال هيا جيڪي رومن ايمپائير جا هيا

جيڪي شهنشاه ايران جا هيا جيڪي جنرل ضياءُ ۽ ان
جي حوارين جا هيا انهن جو چا ٿيو چا هو جيلن جي
بغاوت تي ڪنٽرول ڪري سگهيا يا خود فنا ٿي ويا پر
قيدي ۽ جيل جو رشتو اڃان جاري آهي ۽ رهندو ۽ ت
قيامت جاري رهندو چا ان رشتي ۾ نواڻ يا سدار
ايندو يا وري ماڻهون جن کي قيدي چيو ٿو وڃي اهي
جيل جون پٽيون ٽوڙي ان ساڳي عمل کي ورجائيند
جيڪو انقلاب فرانس جي وقت ٿيو هيو جو دنيا جي
وڏي ۾ وڏي جيل مان قيدي نڪري ويا هيا يا ور
سکر جيل جيڪو ايشيا جو سڀ کان وڏي ۾ وڏ
جيل آهي ان مان به ڪيترائي قيدي پٽيون ٽپي ٻاه
نڪري ويا هيا اڃان دنيا ۾ ايتري وڏي ۾ وڏي جيل
اهڙي پٽ ڪو نه ٺهي آهي جيڪا آزادي جي تمنا ڪند
انسان کي ڀڄڻ کان روڪي سگهي موجوده وقت ج
روين کي نون روين جي اڳيان اڄ نه ته صبحا
جهڪٽو پوندو چو جو فيڊرل ڪاسترو جا اهي اکر ج
ڪارتوس ڪٽي نه وڃن ها ته اڄ عدالت جي ججن ج
ڪرسي تي ويٺلن جي بدران بقول فيڊرل ڪاسترو ه
ته هو خود هجي ها ۽ اهوئي انهن جي تقدير جو فيص
ڪن ها جيل جا آفيسر فرعون ٿي ويا آهن ۽ هي پن
جي فرعونيت قائم رکن لاءِ قيدين تي بي انتها تش
ڪري. شايد هو اهو ٿا سمجهن ته هنن جيلن جي ا
واڙيل غلام قيدين جي شورش کي ختم ڪري ڇ
آهي ۽ هاڻي ڪو به غلام قيدي پڙڪ به ٻاهر ڪ

ڪيندو اهائي هنن جي تواريخي غلطي آهي جيڪي اها سوچ رکي رهيا آهن اها سوچ انهن جي لاءِ ڦاسي جو ڦندو ثابت ٿيندي ڇو جو قيدين جو نگهبان ٿي قيدين تي تشدد ڪرڻ انهن جي حقن جي لتاڙ ڪرڻ ڪان علاوه انهن تي ڪوڙا الزامات لڳائي پنهن جي ان ذهنيت جو مظاهره ڪري رهيا آهن ته هو جيل جا آفيسر ٿيڻ جا اهل ئي نه آهن جيلن ۾ سالن ڪان واڙيل انصاف ڪان وانجهيل انسانن جي آهن ۽ دانهن ڪي نه سمجهڻ وارن ڪي اهو ياد رکڻ گهرجي ته جيڪڏهين ملڪ جو حالتون جيڪي ٻاهر خراب آهن ۽ جيڪڏهين اهي حالتون جيل جي اندر خراب ٿيون ته پوءِ ڇا ٿيندو ان جي باري ۾ ارباب اقتدار ڪي سوچڻ گهرجي ۽ جيڪڏهين جيلن جي حالتن ۾ فورا سڌارو نه آندو ويو ته پوءِ ڇا ٿيندو. ان جي باري ۾ تواريخ ٻڌائي ٿي ته جيل ٽوڙي جيلن مان نڪل قيدي سول وار خانه جنگي جي ٻهرين گولي هلائيندا ۽ اها ٻهرين گولي هن انڌي، گونگي، ٻوڙي ۽ ڏاڍ تي ٽهيل سماج کي ٽوڙي انقلاب آڻيندي ان وقت ڪان جيل جي آفيسرن ڪي ٻڌڻ گهرجي ڇو جو هاڻي مڪافات عمل جو وقت ويجهو اچي ويو آهي حقيقت ۾ ٿيڻ ائين گهرجي ها ته جيل ۾ قيدين جا مسئلا حل نه ڪندڙ فيسرن ڪي نه صرف جيل مان بدلي ڪيو وڃي ها پر اقص ڪارڪردگي ڏيکارڻ تي ان جي نوڪري به ختم ڪئي وڃي تڏهن وڃي جيلن ۾ سڌارو ايندو جيڪڏهن

حڪومت يا موجوده I.G. بريگيڊيئر مهر صاحب جيل جي رشوت خور ۽ بدزمانہ آفيسرن جي چوڻ تي هلندو تہ پوءِ هو اهو سمجهي تہ اڄ نہ تہ صبحاڻي اهي ساڳيا ئي جيل جا آفيسر موجوده حڪومت جي ماڻهن کي بند ڪريِ انهن جو اهڙو حشر ڪندا جو هو سڄي عمر ياد رکندا اگر موجوده فوجي حڪومت ۽ ان جا خيرخواه ان بري وقت کان بچڻ ٿا چاهين تہ قيدين جي هڪ جيل کان ٻي جيل بدلي ڪرڻ وارو ڪڌو عمل بند ڪن ڇو جو ان عمل جا نتيجا تمام خراب نڪرندا ڇو جو پيو ٿئي نہ هن بدلي جي ڪري قيدين کي انصاف ملڻ بلڪل بند ٿي ويندو ۽ جنهن ملڪ ۾ انصاف ملڻ بند ٿي ويندو اهو ملڪ ڪجھ ڏينهن جو مهمان هوندو آهي ۽ جيڪڏهين خدانخواستہ اهڙي صورتحال پئدا ٿي تہ پوءِ ڇا ٿيندو ان تي سوچيو تہ بري وقت جي اچڻ کان بچڻ قيدين کي فورا انصاف فراهم ڪيو وڃي ۽ انهن جي هڪ جيل کان ٻي جيل منتقلي بند ڪئي وڃي.

منجانب

**امان الله سومرو**

سماجي ورڪر ميرپورخاص

تاريخ 11-1-2000
سينٽرل جيل حيدرآباد

محترم ايڊووڪيٽ امان الله سومرو صاحب
(حق موجود)

گهڻن دعائن جي احوال ته توهان جي ورتل ڪوششن جي نتيجي ۾ حيدرآباد جيل تان بدلي ٿي آيل دوست ڪراچي کان ستار باهوتو سميت واپس حيدرآباد پهتا آهن ۽ لانڍي جيل تان ذوالفقار علي ميراڻي سکر جيل تان مظهر ميراڻي سميت سيني دوست مرڻ گهڙي تائين بک هڙتال تي ويٺا آهن انهن تي گلزار چنه تشدد ڪري رهيو آهي انهن کان اهو مطالبو ڪري رهيو آهي رشوت ڏيو ته اوهان کي وارڊ نه پوءِ چڪي ۾ موڪليندس ۽ قيدين کي اهو باور ڪرائي رهيو آهي ته هن وقت آءُ جيل جو بادشاهه آهيان جيئن چاهيان ڪري سگهان ٿو اوهان جي ڪيل درخواست جي نتيجي ۾ ستار باهوتو تي تشدد ٿي رهيو آهي هن وقت جيل اندر قيدين کي محدود ڪري رشوت جي بازار ۽ منشيات منظم غوني سان سپرنٽنڊنٽ جي سرپرستي ۾ هلي رهي آهي ۽ قيدين جي ماني جو معيار گهٽائي بک ڪاٽڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي هن وقت جيل اندر هر عملدار پنهنجي من ماني ڪندي قيدين جي ملاقات جو سامان ڦري پنهنجي استعمال ۾ آڻين ٿا جيڪڏهن ڪو قيدي

پنهنجي سامان گهر ڪري ٿو انهن ڪي ڏندن جي بارش وسائي هيسائي سارو ڏينهن مشقت ڪرائي وڃي ٿي هت جنگل جي قانون ۾ ڪو به قيدي جي فرياد الله کان سواءِ ٻڌڻ وارو ڪو نه آهي جيڪڏهن اوهان پنهنجي قيمتي وقت مان ڪجهه گهڙيون ڪڍي جيل جي ملاقات جو معائنو ڪندا ته اوهان کي خود جيل وارن جي مقرر ڪيل ريٽ جي خبر پئجي ويندي ۽ ٻن ڏينهن جيل اسپتال جيڪا قيدين جي علاج لاءِ هئي اتي صحت مند مائٽن جي رشوت عيوض بيڊ حوالي ڪيا ويا آهن ۽ ضرورت مند قيدي علاج لاءِ چڪرن ۾ سيڪيورٽي وارڊن ۾ بند آهن علاج لاءِ تڙپي رهيا آهن ۽ سياسي پارٽين جي ڪارڪنن کي بند ڪري وارڊن تائين محدود ڪري هر رائونڊ تي نادر شاهي حڪم تحت چنو اهو ٿو چوي ته مون کي ڪورڪمانڊر سنڌ جو حڪم آهي ته سياسي ڪارڪن جي سياسي حيثيت ختم ڪري ڪڍڻ ۾ موڪليو وڃي انهن کي ايترو تنگ ڪيو جيءَ هو ٻاهر وڃڻ نه اسان کي جڪر موڪليو اوهان جي مٿان منهنجو احسان آهي اوهان هتي ئي بند آهيو بهرحال چئي سپرنٽنڊنٽ جا روزانو نادر شاهي حڪم آهي اسان قيدي اوهان جا اڳ به ٿورائتا آهيون جو اوهان بغير ڪنهن ڦي وٺڻ ۽ پنهنجي قيمتي وقت ڏئي اسان قيدين جي واهر ڪئي ۽ نتيجي طور اسين واپس ٿياسين اسان جو ايترو جلدي واپس ٿيڻ انتظاميه کان برداشت ڪو نه ٿو ٿئي هر روز اسان جي

لاءِ نوان تارچر آهن بهرحال ستار باهوتو وارن کي
چون ٿا اوهان جيل وارن خلاف درخواستون ڪيون
آهن اوهان کي,وارڊ کو نہ ڏيندس وچي صدر تارڙ
کي چئو اوهان کي مون کان بچائي مان پاڻ هنان جو
بادشاه آهيان مون کو کو بہ چوڻ پڇا ڳڇا ڪرڻ وارو نہ
آهي ۽ آءُ جي جو حڪم آهي تہ رشوت وٺو ۽ مون
کي پچايو آفيسر اصلاح وارا نلها بيان ۽ ڳالهيون ڪندا
آهن هي پاڪستان آهي پاڪستان اندر اصلاح تي نتي
سگهي توهان منهنجي حڪمن جي پيروي ڪيون تہ
توهان کي چڪر موڪليان ۽ چڪر جي قانون مطابق
توهان کي سيئي تي اٿلو پوندو ۽ جوڙي ڏيئي پوندي ان
سموري ماحول کي ڏسندي سياسي پارٽين فيصلو ڪيو
آهي تہ مرڻ گهڙي تائين بک هڙتال ڪني وجي ۽ اسان
سڀ قيدي وري بہ اوهان ڏانهن وجهائيندي پراميد
آهيون.اوهان اسان جي فرياد پنهنجي قلم جي ذريعي
وس وارن اختيار ڌڻين کي پهچائي اسان جو داد
ڪرائيندا ۽ اوهان ستار وارن جي ملاقات لاءِ ڪوشش
ڪندا وڌيڪ ڇا لکان اوهان پاڻ اسان کان وڌيڪ
باشعور ڏاها عقلمند آهيو.

اوهان جو احسانمند

محمد بخش قريشي

تاريخ 6-10-2000
سينٽرل جيل خيرپورميرس

ڊيئر امان الله سومرو صاحب

السلام عليڪم
جئي سنڌ

احوال عرض ته اسان کي جيل انتظاميه روايتي بدمعاشي ۽ ڏاڍ جو مظاهرو ڪندي خيرپور سينٽرل جيل منتقل ڪري ڇڏيو آهي جتي اسان سخت ڏکيائي کي منهن ڏئي رهيا آهيون جي مناسب سمجهو ۽ وقت اجازت ڏني ته اسان سان ضرور رابطو ڪندا خيرپور سينٽرل جيل جو سپرنٽنڊنٽ منظور ميمڻ آهي ۽ ملاقات روزانه صبح 10 کان منجهند 3 وڳي تائين هلندي آهي مان ۽ منهنجا دوست بي ڪلاس ۾ رهندا آهن توهان جي اچڻ جو شدت سان انتظار رهندو.

مهرباني
اوهان جو خيرانديش
**اصغر ناريجو ۽ سعيد احمد منصوري**
"بي" ڪلاس سينٽرل جيل خيرپور ميرس

# ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج
# عبدالرحمان شيخ جي الزامن جو جواب

ميرپورخاص جا شهريو

اوهان سڀني کي چڱي طرح خبر آهي ته مان گذريل ٽيهن سالن کان ميرپورخاص جي شهرين ۽ شهر جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪري رهيو آهيان ۽ اهو مونکي فخر حاصل آهي ته ڪو به شريف ۽ ايماندار ماڻهون مون تي بدديانتي، رشوت يا بليڪ ميلنگ جو الزام نه هڻندو ڇو جو مان ميرپورخاص شهر جو ڀريون ماڻهون آهيان جيڪو صرف ۽ صرف ٻن مانين تي شهر ۽ شهرين جي بلا امتياز رنگ مذهب ۽ نسل جي ماڻهن جي خدمت ڪري رهيو آهيان اهوئي سبب آهي جو شريف ۽ ايماندار ماڻهون منهن جي بي انتها عزت ڪندا آهن ته وري ٻي طرف اهي ماڻهون جيڪي جيڪي ڪم ظرف، نيچ ۽ گهٽيا قسم جا ماڻهون آهن جيڪي بنا ڪنهن سبب جي منهن جا مخالف آهن ۽ مونتي بهتان تراشيون ڪندا آهن انهن ماڻهن ۾ ڪجهه ماڻهون ڪورٽن ۾ به موجود آهن ته ڪجهه ٻي ضميروڪيل به هرويرو بنا ڪنهن سبب جي منهنجا دشمن ٿيو ويٺا آهن مونکي

انهن حرامزادن جي نہ پهريون پرواه هئي نہ اڄ آهي مان خدا جي سهاري پنهنجو فلاحي ڪم جاري رکندو پيو اچان انهي سلسلي ۾ مون هڪ درخواست سنڌ جي چيف جسٽس کي ڏني آهي ۽ ان جي ڪاپي ميرپورخاص جي سيشن جج کي بہ موڪلي آهن ان درخواست ۾ مون لکيو آهي غريب قيدين کي جيل ۾ پنج سال يا ان کان وڌيڪ عرصو بند پيا آهن جڏهن تہ ڪجهہ قيدين جي ڪيسن جي سزا وڌ ۾ وڌ ڇهہ مهينا آهن ليڪن اهي پنجن سالن کان جيل ۾ آهن ان کان وڌي بي انصافي ڪهڙي ٿيندي جيڪا انصاف جي نالي تي مجج غريب قيدين سان ڪري رهيا آهن مون ان درخواست ۾ اهو بہ لکيو هيو تہ عدليہ جي ججن کي حڪم ڏنو وڃي تہ انهن غريب قيدين جي ڪيسن جو فيصلو جلد ڪن ان کان علاوه مون ٻي درخواست جيڪا مون وڏن آفيسرن کي ڪئي هئي تہ جيل جا آفيسر غريب ۽ لاچار قيدين کي 24 ڪلاڪ بيرڪن ۾ بند رکيو ويٺا آهن جتي هو سڄو ڏينهن ۽ رات سمهڻ کان علاوه ڪائڻ پيئڻ ۽ ٽورو پيشاب بہ اتي ئي ڪندا آهن ان جي ڪري جيل ۾ بي انتها بيماريون پکڙجي ويون آهن ۽ اهو قيدين کي چوويهہ ڪلاڪ بيرڪن ۾ بند رکڻ جيل جي قانون جي خلاف آهي ۽ جيل قانون مطابق صبح جو سوير بيرڪون ۽ ڪوليون کولٽيون آهن جيئن قيدي صبح جو ٻاهر نڪري تازه هوا ڪائي سگهن ۽ ٽورو پيشاب وغيره ٻاهر ڪن ليڪن جيل جي آفيسرن پنهن جي روائتي دهونس ۽ دهاندلي

جو مظاهره ڪندي جنهن ڪي سادي سولي ٻولي ۾ سرڪاري غنده گردي ڇئي ته سگهجي جو زبردستي قيدين کي بيرڪن ۾ رکيو ويو آهي جتي ننڍا ننڍا ٻار به بيگناه بند آهن حد ته اها آهي جو ميرپورخاص پوليس جي آفيسرن جي رشوت خوري ۽ بدديانتي جي ڪري اڌ ڪان وڌيڪ بيگناه قيدي جيلن ۾ واڙيل آهن ۽ هاڻي اهي عدالت جي اهڙي چڪر ۾ اچي ڦاٿا آهن جو انهن جو جيل ڪان نڪرڻ جا رستا رشوت خور ۽ بدديانت ججن بند ڪري ڇڏيا آهن هاڻي حالت اها آهي جو جيڪو هڪ دفعه جيل ويو ته ان جي جيل مان واپسي نارزن جي واپسي جهڙي ٿيندي جيل مان انسان نه پر انساني لاشون ئي نڪرنديون.

مون پنهن جي درخواست ۾ اهو به لکيو هيو ته غريب قيدين جي بيرڪن کي صبح جو قانون مطابق کوليو وڃي ته بي درخواست ۾ قيدين جي ڪيسن جي جلد اڪلاءُ لاءِ لکيو هيو هاڻي اوهان ڏسو ته ميرپورخاص جو سيشن جج جنهن جو نالو عبدالرحمان شيخ آهي هي صاحب پورو هڪ ڪلاڪ .ير سان ڪورٽ ۾ آيو جڏهن ته هن پنهن جي حڪم .ريعي مونکي اٺين لڳي ڪورٽ ۾ گهرايو ڏسو ته مان ڪيترو ته وقت جو پابند آهيان جو وقت تي پهتس سيشن جج عبدالرحمان شيخ جنهن کي هڪ قراقلي .پي پاتل هئي ۽ هن کي ڪو به گائون وغيره پاتل نه يو اچي ڪرسي ته ويهي رهيو هن سڀ ڪان پهريون .ست محمد ڪولاچي نالي وڪيل ڪان پڇيو ته ڇا هن

جي ضمانت جي ڪا درخواست آهي اهوئي سوال هن
ٻن ٽن ٻين وڪيلن کان ٻه ڪيو هي ڪورٽ اهڙي طرح
هلائي رهيو هيو ڄڻ مرضي جو مالڪ هجي ۽ جيڪو
چاهيندو اهو ڪندو جڏهن مان صبح جو ڪورٽ پي
آيس ته مونکي ڪورٽ ۾ هڪ ڪلارڪ ٻڌايو ته سيشن
جج پوڙهو سخت گير ڪنن جو ڪچو پرمتڙيو آهي
مان احتياط ڪيان حقيقت ٻه اها آهي جڏهن هن
مونکي ڏٺو ته مون کان پڇيو ته مان ڪير آهيان
چاڪاڻ جو ان ڏينهن مان وڪيلن واري ٻريس ۾ ڪو
نه ويو هوس بلڪ عام ٻريس ۾ ويو هوس چاڪاڻ جو
مان وڪالت جي پيشو ترڪ ڪرڻ ٿو چاهيان مونکي
وڪالت جي ڌنڌي کان سخت نفرت آهي. مان ويڊيو
ڪيسيٽ جي دڪان کولڻ ٿو چاهيان ڇا اهو ضروري
آهي ته جج صاحبان رڳو وڪيلن جي عزت ڪن باقي
عام ماڻهن جي ڪا ٻه عزت نه آهي اهوئي سبب هيو
جو مان پنهن جي حيثيت جتائڻ لاءِ سادن ڪپڙن ۾
ويو هوس چاڪاڻ جو ڪارو ڪوٽ يا جبو پائڻ سان
ماڻهون معتبر يا معزز ڪو نه ٿيندو آهي انسان کي ان
جا اعمال ئي معزز ۽ معتبر ٺاهيندا آهن هلو هاڻي مان
اوهان کي سيشن جج عبدالرحمان شيخ جي گفتگو
کان آگاهه ڪيان هن مونکي ڏسندي ئي سخت ڪاوڙ
جو اظهار ڪيو ۽ مونکي چيو ته مان ڪنهڙي ۾ اچي
بيهان جڏهن مان ڪنهڙي ۾ بيٺس ته اتي ڀنيوالي ان
جو در بند ڪري ڇڏيو هاڻي شيخ جج عبدالرحمان
شيخ مونکي چيو ته مان هرويرو درخواستون ڪندو

آهيان ۽ مان بلئڪ ميلر آهيان ان ڪان علاوه هن
وڌيڪ چيو تہ مان ڪورٽ برد يعني ڪورٽ جو ڪي
آهيان ۽ منهن جي خلاف عجيب و غريب قسم جا
ريمارڪس پاس ڪرڻ لڳو ۽ باقاعده اسٽينو کي گهرائي
آرڊر ٽائيپ ڪرائيندي هڪ هنڌ حڪم ڏنو تہ مان
جيئن ئي ڪورٽ ۾ اچان مونکي گرفتار ڪيو وڃي
اوهان ڏسو تہ اڄ ڪلهہ جا جج اهو بہ سيشن جج جي
عهدي جو ماڻهون هڪ شخص کي نوٽيس ڪڍي
ڪورٽ ۾ گهرائي بيعزتي ڪري تہ پوءِ ان بي عزتي تي
چپ رهڻ بہ هڪ قسم جي چپ رهڻ جي توهين آهي
مون جج کي باادب ٿي عرض ڪيو تہ جيل ۾ اٺ
بيرڪون آهن انهن بيرڪن کي ڏينهن رات بند رکيو
تو وڃي اهو جيل جي قانون جي خلاف آهي ان تي هن
پوڙهي جج پڇيو تہ ڇا مان جيل جو قانون آندو آهي
جڏهن تہ جيل جي قانون جا ڪتاب ڪورٽ ۽ وڪيلن
جي بار روم ۾ موجود آهن ليڪن هنن ڪتابن سان
واسطو ختم ڪري ڇڏيو آهي هاڻي سمورا فيصلا
واسطن جي آذار تي رهيا آهن جنهن جو ثبوت منهن
جي سزا آهي جو هڪ جج جي واسطي واري بي جج
بي گناه بي قصور سزا ڏني جڏهن جج ئي ڪوڙا
ڪيس داخل ڪن ۽ وري انهن ڪوڙن ڪيسن ۾
سزائون ڏين تہ پوءِ سمجهو تہ هاڻي قيامت ويجهي آهي
جڏهن مون سيشن جج کي چيو تہ هو مون کي وقت
ڏئي مان ڪتاب کڻي اچان ان تي هن مونکان ڇهو تہ ڇا
مان قيدين جو وڪيل آهيان ان تي مون ڪيس وراڻيو

ته مان سماجي ڪارڪن آهيان ۽ قيدين جي فلاح و بهبود لاءِ ڪم ڪندو آهيان ان تي جج چيو ته مان ججن ۽ ٻين سرڪاري آفيسرن جي خلاف ڪوڙيون درخواستون ڪري انهن کي ڊيڄاريندو آهيان ۽ ان کان پوءِ هن مونکان پڇيو ته ڇا مان سزا يافته آهيان ته مون چيو ته مون کي ڪوڙي ڪيس ۾ سزا آئي آهي سيشن جج کي سموريون ڳالهيون ڪنهن چغلخور ٻڌايون هونديون هي پوڙها جج ڪنن جا ڪچا آهن ۽ ماڻهن جي برغلائڻ ۾ جلد اچي ويندا آهن هن مونکي ڌمڪي ڏني ته هو منهن جي ضمانت رد ڪرائيندو پوءِ پلي هاءِ ڪورٽ ۾ وڃان.

ميرپورخاص جا شهريو ۽ سنڌ وارا ڏسو مان سنڌ جو پهريون ماڻهون آهيان جنهن عدليه جي رشوت خور ججن سان هٿ ڳنڍيا آهن ان جي نتيجي ۾ مون کي سخت کان سخت سزا به اچي تي سگهي ليڪن مان رشوت خور ججن کان ٻڇي ڪري حق ۽ سچ جي ڳالهه ڪرڻ بند ڪو نه ڪندس. عدليه جا اهي جج جيڪي انصاف ڪن ٿا اسان کي انهن معززججن لاءِ وڏو احترام آهي ۽ انهن ئي ايماندار ججن جي ڪري ماڻهون عدالتن ۾ اچن ٿا ورنه رشوت خور ججن جي ڪري ماڻهن جو ڪورٽن تان ويساهه کڄي ويو آهي انصاف جي نالي تي هي غريبن سان جيڪا بي انصافي ڪئي ٿي وڃي ماڻهون ان بي انصافي جو تماشو ڏسڻ ٿا اچن ڪورٽن ۾ اچڻ وارا ماڻهون ڪڏهن کلن ٿا ته ڪڏهن رئن ٿا ۽ انهن غريبن جي روئڻ ۽ ٽلڻ جي

ڪري جيڪا افراتفري پکڙجي وئي آهي ان هن ملڪ جون بنيادون ئي لوڏي ڇڏيون آهن ۽ هاڻي جيڪڏهين موجوده سول عدالتون ختم ڪري رشوت خور ججن کي گهر نہ موڪليو ويو تہ انهن ججن جي نااهلي ۽ عوام دشمني جي ڪري موجوده حڪومت کي اهڙو تہ وچ سير ۾ ڇڏي ايندا جو هنن جي واپسي ناممڪن ٿي ويندي چاڪاڻ جو هي پاڪستان جي آخري حڪومت آهي ۽ هن حڪومت جي ناڪامي پوري ملڪ جي ناڪامي آهي ۽ ڪاميابي پوري ملڪ جي ڪاميابي آهي ۽ اها ڪاميابي تڏهن هي ملندي جڏهن سمورا ويندي بلا امتياز سزا يافتہ ۽ غيرسزا يافتہ رها ڪيا وڃن ڇو جو بيگناه قيدين کي جيل ۾ رکڻ جي ڪري وڏو بائيتال مچي ويو آهي هي غبر تي تمام سول عدالتون ختم ڪري فوجي عدالتون قائم ڪيون وڃن جيڪڏهين عبدالرحمان شيخ جهڙن ججن تي اعتبار ڪيو ويو تہ هي جج خود تہ ٻڏندا ئي ٻڏندا گڏوگڏ پوري قوم ۾ گڏ وٺي ٻڏندا ان ڪري پهرين فرصت ۾ سول ڪورٽون بند ڪري فوجي ڪورٽون قائم ڪيون وڃي جيئن ماڻهن کي فوري طور سستو انصاف ملي سگهي.

**امان الله سومرو**

آرگنائزر

قيدي بچاؤ فورم سنڌ

## منهنجا پيارا دوست

ادا سائين عرض ته حال ئي ۾ جيل جي ظالم آفيسرن جيڪو قيدين تي تشدد ڪيو آهي اهڙو بي پناهه تشدد جيلن جي تواريخ ۾ ڪڏهن به قيدين تي ڪو نه ٿيو آهي ان ظلم جو ذميدار گلزر چنه نالي جيلر آهي جيڪو مڪافات عمل کان بچي ڪو نه سگهندو ۽ هڪ نه هڪ ڏينهن هن کي عوام جي عدالت جي ڪٽهڙي ۾ اچي بيهڻو پوندو اڄ هٽلر ۽ مسوليني ۽ جنرل ضيا جهڙن قهارين جو ڪو به شريف ماڻهون نالو وٺڻ لاءِ تيار نه آهي اهو وقت پري نه آهي جڏهن سنڌي قوم ميجر ڪوسو ۽ موجوده جيلر گلزار چنه جو نالو وٺندي شرم محسوس ڪندي ڇو جو هي پنهن جي قوم ملڪ ۽ وطن جا ويري آهن ۽ اسان جي ويرين سان هر محاذ تي جنگ آهي

اوهان يقين رکو ته اوهان تي جيڪو جيل ۾ تشدد ظالم آفيسرن ڪيو آهي ان تي اسان جون اکيون رت روئي رهيون آهن ۽ اوهان يقين رکو ته جڏهن کان وٺي جيل ۾ آپريشن جي نالي قيدين کي جيڪو بيدردي سان اگهاڙو ڪري ماريو ويو آهي ۽ ويهن ويهن قيدين جا ٽولا ٺاهي انهن تي ڪتن جي ٻڇ ڪري جيڪي انهن کي ڏنڊا هنيا ويا آهن ۽ پوءِ ان جي نتيجي ۾ قيدين جي وات مان وهيل رت جون گرڙيون پنهنجون رنگ ضرور ڏيکاريندين ڇو جو رت ڪنهن جو به رائيگان نه ويندو آهي.

منهنجا قيدي ساٿيو مان اوهان جي عزت ۽ وقار بحال ڪرڻ ڪان علاوه اوهان جا قانوني حق وٺي ڏيڻ لاءِ جدوجهد جو آغاز ڪري ڇڏيو آهي جيستائين ظالم هٽلر مسوليني جي جانشين حيدرآباد سينٽرل جيل جي جلاد سپرنٽنڊنٽ گلزر چني ڪان قيدين تي ڪيل ظلمن جو بدلو نہ ورتو ويندو سک جو ساه نہ کڻبو اسان اوهان سان واعدو ٿا ڪيون تہ جيستائين اسان ظالم جي وردي نہ ٿا لهرايون گلزار چنہ سان جنگ جاري رهندي جان وڃي تہ پلي وڃي هي ساه اوهان قيدين تان قربان آهي مونکي سچي خبر آهي تہ اوهان تي هي ظلم جا پهاڙ چو ٽوڙيا ويا آهن صرف چند روپين جي رشوت جي خاطر جا ان ظلم جي پئسي سان ظالم جا خريد ڪندا جا اهو غريبن جو رت وهائي ورتل پئسو پنهن جي اولاد کي کارائيندا مان قيدين پاڻرن کي يقين ٿو ڏياريان تہ اهو پئسو نانگ ٿي ظالم جو پورو خاندان تباه ڪري ڇڏيندو جو جو مون جيل جي ظالم ۽ جلاد قسم جي آفيسرن جو دردناڪ موت اکين سان ڏٺو آهي تہ هو مرڻ مهل کهڙي حالت ۾ هيا گلزار چنہ کي بہ اج نہ تہ صبحاڻي مرڻو آهي هي خدا کي جا جواب ڏيندو.

مان اوهان قيدين تي ٿيل هن ظلم جنهن ۾ رڳو چارمٽ ديسي شراب ۽ پاءُ چرس جو ڏيکاري قيدين کي اگهاڙو ڪري ۽ هڪ جيل کان بي جيل موڪلڻ وارو جيڪو ڪڏو ڪم ڪيو آهي ان تي سچي سنڌ ۾ گلزار چني تي ٿڪار ۽ لعنت موڪلي ويندي

ڇو جو ڪنهن قيدي کي انصاف حاصل ڪرڻ کان محروم ڪرڻ ايڏو وڏو گناه آهي جو موت جي سزا به ان لاءِ گهٽ سزا آهي مان سنڌ جي همدرد سڄاڻ شريف ايماندار ۽ محب وطن شهرين کان هڪ سوال ٿو پڇان ته حيدرآباد جي ڪورٽن ۾ ڪيس هلندڙ قيدين کي سينٽرل جيل جيڪب آباد سينٽرل جيل سکر، مچ ۽ ساهيوال پنجاب جي جيلن مان ڪهڙي پوليس وٺي ايندي ان جو انهن وٽ ڪو به جواب نه آهي هي انهن قيدين جن کي سماج جي بي قدري زندان جي اوڙاه ۾ ڦٽو ڪيو آهي انهن جون اکيون اڄ اوهان ۾ آهن ۽ هو اوهان جي همدردي جا مستحق آهن ڇو جو انهن قيدين ۾ ڪيترائي قيدي بيگناه آهن ڪيترا وري قيدي اهڙا آهن جن جي گناه جي سزا وڌ ۾ وڌ ڇهه مهينا آهي پر ٽن سالن کان بنا دوا ۽ ڪاڌي جي ان آس تي انصاف ٿيندو ۽ هو آزاد ٿي ويندا ڇا اهڙن ماڻهن تي تشدد ڪرڻ ظلم نه آهي؟ ڇا گلزار چنه آزادي جو دشمن نه آهي گلزار چنه قومي مجرم آهي هن تي باقاعده سرڪاري ۽ عوامي عدالتن ۾ ڪيس هلايا ويندا.

خدا اوهان جو حامي ۽ مددگار رهندو.

اوهان جو همدرد

**امان الله سومرو**

آرگنائزر

قيدي بچاءُ فورم سنڌ

# هيومن رائٽس ڪميشن آف پاڪستان سنڌين سان هڪ ڏوڪو ۽ فراڊ آهي

منهنجا سنڌي هاري ڀائرو

مان اوهان کي اها ڳالهه وڏي افسوس سان ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته حيدرآباد ۾ ويٺل هيومن رائٽس ڪميشن آف پاڪستان جا ليڊر مفاد پرست ۽ نڳ آهن مان انهن جي مفاد پرستي ۽ نڳي جو اکين ڏٺو شاهد آهيان دراصل ڳالهه اها آهي ته جڏهن مان پهريون دفعو پير فضل الرحمان عرف بادشاه خان ڀنڀڻ جي خرڪار ڪئمپ مان 44 ڪولهي هارين کي آزاد ڪرائڻ لاءِ هيومن رائٽس ڪميشن جي ڪرتا ڌرتا وارن کان مدد گهرڻ لاءِ هيومن رائٽس ڪميشن آف پاڪستان جي آفس ۾ ويس اتي ڪاري وارا ڪڪ هيا مرحوم شڪيل ڀٽاڻ جنهن جي باري ۾ چون ٿا ته هو شراب جي نشي ۾ ڌت ٿي تيز گاڏي هلائيندي حادثي جو شڪار ٿي ويو هيو اڄ ان جي زال نالي نسرين شڪيل ڀٽاڻ پنهن جي مڙس جي گدي تي ويٺي آهي اها ڀٽاڻي عورت ۽ ان جو همدرد نالي آفتاب جيڪو چون ٿا ته پنجابي آهي انهن کي غريب هارين سان ڪيتري همدردي آهي ان جو اندازو اوهان ان ڳالهه مان لڳائي ٿا سگهو ته جڏهن مون هنن هيومن رائٽس

ڪميشن جي گادي نشينن کي چيو ته هو هارين جو ان خرڪار پناڻ پير فضل الرحمان جي خلاف هارين جي بازيابي لاءِ ڪيس داخل ڪن ته خبر آهي ته هنن مون کي ڇا جواب ڏنو هنن چيو ته هنن جا اڳ ئي چار پنج ڪيس هاءِ ڪورٽ ۾ هلندڙ جيستائين انهن ڪيس جو فيصلو نه ٿيندو هو ڪو به نئون ڪيس داخل نه ڪندا اهو جواب ٻڌي مون کي پڪ ٿي وئي ته هي پيداگيرن جو هڪ ٽولو آهي جيڪو هيومن رائٽس ڪميشن جي نالي زميندارن کي بليڪ ميل ڪري پنهنجو سفر گذر ڪري رهيا آهن ۽ هنن ان ڪم لاءِ اهڙا ڪيترا ئي هٿ ٺوڪيا پيل ۽ ڪوهلي ڪارڪن پئدا ڪيا آهن جيڪي هاري کي برغلائي زميندارن سان ويڙهائڻ کان پوءِ زميندارن سان سازباز ڪري هارين جي آزادي جي تحريڪ کي وڏو نقصان پهچائي رهيا آهن انهن نام نهاد ڪارڪنن ۾ گينيو پيل ۽ پارو پيل کان علاوه ٻيا ڪيترا ئي پئدا گير ڪارڪن آهن جن مان هڪ پارو پيل نالي هاري ڪارڪن هارين کان انهن جي آزادي جا ڪيس وڙهڻ جي نالي هزارين روپيه وٺڻ کان علاوه زميندارن کي بليڪ ميل ڪري رقمون وٺندڙ اڄڪلهه ميرپورخاص ٽاٽي جي لاڪپ ۾ هوا کائي رهيو آهي مون جڏهن اها صورتحال ڏٺي مون هارين جا ڪيس وڙهڻ لاءِ هڪ وڏو منصوبو ٺاهيو ۽ مون هارين کي چيو ته مان هارين جي آزادي لاءِ هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪرڻ لاءِ ٻه سو روپيه ۾ ڪيس ٺاهي ڏيندس اها

ڳالهه ٻڌي هاري ڇڪرائجي ويا ته ڇا ائين به ٿي سگهي ٿو جو اڳ ۾ اهي هيومن رائٽس ڪميشن وارا انهن غريب هارين جي آزادي جا ڪيس وڙهڻ جا هزارين روپيه هارين کان وٺندا هيا ان جي باوجود هنن جي مدد ڪو نه ڪندا هيا ڇو جو دراصل هي زميندارن جا ايجنٽ آهن جنهن جو ثبوت اهي ٽيليفون ڦرڻ واريون ڪرسيون وڏيون وڏيون ميزن کان علاوه جڏهن عاصمه جهانگير ۽ ان جو پيداگير ٽولو ميرپورخاص ۾ هارين جو شو ڪرڻ لاءِ وارد ٿيا هيا ۽ انهن جي لهجي هنن جي ڪپڙن ان ۾ رچيل خوشبو هنن جا ٿلها متارا جسم ڳاڙها رت پريل منهن ڏسي مون کي پڪ ٿي ته هي سنڌ جي غريب سنڌين جي آزادي جا دشمن آهن اهوئي سبب هيو جو هنن پنهن جي ان جلسي ۾ جنهن جون وڊيو فلمون پريون ويون هيون ۽ هزار ها روپيه خرچ ڪري وڏا شاميانه لڳايا ويا هيا ڇا اهي پئسا هيومن رائٽس ڪميشن پاڪستان جي نام نهاد عهديدارن پنهن جي کيسي مان پريا هيا هارين کي بسن ۾ اچيو ۽ بکيو مارڻ وارن کي انهن بسن جو ڪرايو ڪنهن ڏنو هوندو اها ڳالهه ان وقت آشڪار ٿي جڏهن هارين جي آزادي جي فلاپ شو کان پوءِ وڏيرن ۽ انتظاميه جي دعوت ڪائڻ لاءِ وڃڻ ان ڳالهه جو ڇٽو ثبوت آهي ته اهي انتظاميه ۽ جاگيردارن جو هڪ دلال ٽولو آهي جيڪو هيومن رائٽس ڪميشن جا نالي تي ان استحصالي ٽولي کي تحفظ فراهم ٿو ڪري

مان اوهان کان صرف هڪ ڳالهہ پڇڻ چاهيندس، ڇا
باهہ ۽ پاڻي، نيڪي ۽ بدي، ظلم ۽ انصاف جيئن گڏ هلي
ٿا سگهي اهڙي طرح وڏيرو ۽ هاري بہ گڏ هلي نہ ٿو
سگهي ڇو جو جيئن متيان اسم هڪ ٻئي جو ضد آهي
اهڙي طرح وڏيرو ۽ هاري بہ هڪ ٻئي جو ضد آهن.
ان ضد کي ايارڻ جي بدران هي هڪ اهڙو ٽولو آهي
جيڪو هارين کي زميندارن سان مهاڏو اٽڪائڻ جي
بدران گهرڻ ۽ پنڻ سيکارڻ چاهين ٿا جڏهن تہ آزادي
گهرڻ ۽ پنڻ سان نہ ملندي آهي آزادي ڦري وٺبي آهي
ڇا نسرين شڪيل پٺاڻ يا عاصمہ جهانگير اهو
ٻڌائيينديون تہ هو ٽيليفون تي ڪنهن سان ڳالهائينديون
آهن ۽ ڇا ڳالهائينديون آهن اسان کي سڀ خبر آهي
نسرين شڪيل ڪنهن غريب هاري سان تہ فون تي
ڪو نہ ڳالهائيندي هوندي ضرور اها فون اهائي هوندي
آهي تہ هاري اوهان جي خلاف دانهين ٿا ٻڌايو تہ ڇا
ڪيون. ڇا ڪيون وارو سوال تمام سولو آهي ان
ڇاڪيون جي جواب ۾ ئي ميرپورخاص جي انتظاميہ
انهن کي ماني ڪارائي سلوت ڪري پوليس جي نگراني
۾ جمڙائو ٽپائي اڳتي روانو ڪيو جڏهن تہ ضلع
ميرپورخاص جي انتظاميہ چار پنج شريف ماڻهون
ڪنهن مسئلي تي گڏ ٿا ٿين تہ فورا پوليس ۽
مجسٽريٽ موڪلي قلم 144 جي ڀنجڪڙي ڪرڻ جي
ڏوهہ ۾ جيل ڀيڙو ڪيو ٿا ڇڏين تہ پوءِ اهو ڪهڙو سبب
آهي جو ڏني وائني 144 جي ڀنجڪڙي ڪرڻ وارن

کي چوٽ ڏني وئي اها ڳالھ ثابت ٿي ڪري ته هنن جو اصل گاڊ فادر ڪو طاقتور ادارو آهي جنهن جي پٺڀي ۽ زور تي سنڌ ۾ هيومن رائٽس ڪميشن آف پاڪستان ڏڦيڙ پئدا ڪرڻ ٿي چاهي چا هيومن رائٽس ڪميشن جي گادي نشين عورت نسرين شڪيل پٺاڻ کي ان جي آفس کان ڏهن منٽن جي پنڌ تي حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ هلندڙ خونخوار آپريشن نظر ڪو نه آيو جنهن ۾ هزارين آنسو گئس جي گولن کان علاوه هزارين گوليون هلايون ويون ۽ نڪتو چا ؟ چار مٽ شراب جا ۽ پاءُ چرس جو ان وڏي سانحي ۾ جنهن ۾ قيدين تي ايترو ته تشدد ڪيو ويو جو گلزار چنه جي قيادت ۾ ظالمن نازين کان وڌيڪ ظالمن وارو ڪردار ادا ڪري سنڌ جي تواريخ تي جيڪي خوني چنبا هنيا آهن ان تي هي هيومن رائٽس ڪميشن وارا انڌا گونگا ۽ ٻوڙا ٿي ويا آهن. هي انڌا گونگا ۽ ٻوڙا ڇو ٿي ويا آهن ؟ ان جو سبب اهو آهي هاڻي هيومن رائٽس ڪميشن جو ادارو هڪ درگاه جي حيثيت اختيار ڪري ويو آهي درگاه به ڪنهن جي ڪدڙن جي، ڪدڙن جي درگاه تي ويندڙ کي نه دعا ملندي آهي نه بددعا ملندي آهي اهوئي سبب هيو جو هاري ان درگاه جا سالن کان چڪر لڳائيندا رهيا ته هنن ڪجھ به نه ڪيو ته هي ڪدڙن جي درگاه جا متولي اصل جيل جنهن ۾ اهي ماڻهون بند آهن جن جي اڪين کان جيل جي آفيسرن کي به خوف وٺي ويندو آهي انهن جي

کھڙي مدد ڪندا نجي جيل ۾ اصل ۾ وڏي سرڪاري جيل ۾ وڏو فرق آهي هيومن رائٽس ڪميشن جي ليڊرن کي اهو پڪ آهي تہ جي هنن قيدين جي حمائت ڪئي تہ هنن کي ڇا ملندو ڀاڙر ۾ مصيبت ئي ملندي جڏهن تہ هي ڪتي ڪاڻڻ وارا مجنون آهن آخر ۾ مان اوهان صاحبن کي هيومن رائٽس ڪميشن آف پاڪستان جو اصل چهرو ڏيکارڻ ۾ ڪامياب وڃان يا نہ وڃان پر اها ڳالهہ طئي آهي تہ مان سنڌ ۾ غريب سنڌين جي آزادي جي تحريڪ جو سرواڻ آهيان ۽ هڪ خرڪار پٺاڻ جي طرفان منهن جي مٿي لڳل ڏنڊا ۽ ارڙهن ٽانڪا ان ڳالهہ جو ثبوت آهي تہ مان سنڌ جو واحد سياسي ڪارڪن جيڪو جان جي بازي لڳائي بہ غلامن ۽ قيدين جي آزادي جي جدوجهد جاري رکيو پيو اچان ۽ غلامن ۽ قيدين جي مڪمل آزادي تائين جدوجهد جاري رهندي. آزادي اسان جو مقدر آهي ڇو جو انسان آزاد ڄائو آهي هاڻي دنيا جي ڪا بہ طاقت هارين ۽ قيدين کي غلام نہ ٿي رکي سگهي. ڇو جو آزادي اسان جو نعرو آهي.

منجانب

**امان اللہ سومرو**

آرگنائزر

قيدي بچاؤ فورم سنڌ

# هاءِ ڪورٽ جا جج سنڌ جي غلامن جي آزادي جا دشمن آهن

سنڌ واسيو اها اٽل حقيقت آهي ته عدليه جا سنڌي جج جيڪي سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ڪم ڪري رهيا جن ۾ سرفهرست غلام نبي سومرو، امان الله عباسي، عبدالغني شيخ ۽ [illegible]ي صاحب آهن اهي چارئي جج نه صرف پنهن جو فرض ايمانداري سان پورو ڪو نه ٿا ڪن پر غريب سنڌي هارين ۽ مزدورن جن کان بيگار ڪئمپن ۾ زبردستي بنا معاوضه پورهيو ورتو ٿو وڃي انهن پورهيتن جي ليڊرن جي سرعام ڪورٽن ۾ بيعزتي به ٿا ڪن انهن ڪي اڪيون به ٿا ڏيڪارين جن جا مان اوهان کي چٽا واضع ثبوت ۽ مثال ڏيندس.

مان اٽن مهينن کان هڪ غريب سنڌي ڪولهڻ عورت شريمتي نيلون ۽ ان جي 44 گهر ڀاتين جي آزادي جو ڪيس ميرپورخاص جي بدنام غنڊي فضل الرحمان عرف بادشاه خان جي خلاف هاءِ ڪورٽ ۾ وڙهي رهيو آهيان انهن سنڌي عوام دشمن ججن مان سڀ کان پهريون جڏهن مان جج غلام نبي سومري جي روبرو انصاف لاءِ پيش ٿيس ته ان سنڌ

جي غريب عوام جي دشمن جج چيو ته نجي جيلن جو شوشو آهي جيڪو اسان ڇڏيو آهي مان اوهان کي ڇا ٻڌايان ته اها ڳالهه ٻڌڻ بعد ان وقت منهن جي ڇا ڪيفيت هئي مان هڪ دردناڪ عذاب مان گذري رهيو هوس ان جو نتيجو ڇا ٿئي ها پر مون پاڻ تي وڏو ضبط ڪيو نه ته مان ان جج سان باقاعده وڙهان هان پر چوندا آهن ته صبر جو ڦل مٺو هوندو آهي مان سنڌ جي ماڻهن کي سنڌي عوام جي دشمن ججن جي چهرن تان نقاب لاهي انهن جا چهرا کولي ڏيکاريندس ته اهي ماڻهن جيڪي انصاف جي ڪرسين تي ويٺا آهن چاهين ته سنڌ ۾ غلامن جي آزادي کي وڏي هٿي ڏئي ٿا سگهن پر هنن پنهنجو قلم ۽ پنهن جي طاقت موجوده جاگيردارانه سماج کي ٽٽڻ کان بچائڻ لاءِ استعمال ڪيو آهي جنهن ۾ هي جج ڪڏهن به ڪامياب ڪو نه ٿيندا جڏهن هڪ دفعه مان سنڌ جي پوڙهي پرمتڙئي جج امان الله عباسي جي روبرو پيش ٿيوهوس انوقت ان جج به ان مسئلي تي غور ڪو نه ڪيو هي انوقت صرف چورن، ڌاڙيلن، بدمعاشن ۽ سماج جي دشمنن جا ڪيس اڪلائي رهيو هيو ۽ انهن سماج جي دشمن ڏوهارين جو رڳو ضمانتون ڪرڻ ۾ پورو هيو جڏهن ته انسان جي آزادي جهڙي اهم ڪيس تي هنن نااهل ججن اجان تائين ڪو به غور ڪو نه ڪيو آهي.

اڄ مان مورخه 3-1-2000 تي جڏهن هڪ

سنڌي جج غلام رباني جي روبرو پيش ٿيس ۽ پنهن جي متي ۾ لڳل ارڙهن ٽانڪا ڏيکاريم ۽ پنهنجي روئداد ٻڌائي مون جڏهن جج [illegible]اني جي چهري ڏي ڏٺو ته هن جي منهن جي ان دردناڪ حالت تي ڪو به افسوس نه ٿيو جڏهن ته اتي ويٺل سڀ وڪيل ۽ ٻيا ماڻهون منهنجو قاتل متو ڏسي توبه توبه ڪري رهيا هيا ان وقت ٿوري دير ۾ هن ئي جج جي روبرو هڪ ڪيس ميرپورخاص جي شريف ۽ ايماندار وڪيل عبدالجبار مهر جو پيش ڪيو ويو جيڪو پڻ هارين ۽ جي آزادي جو ڪيس هيو، ان ڪيس تي جيڪو جج غلام رباني ريمارڪ ڏنو جيڪو اهو مون ٻڌو جج چيو ته هي ڪوڙو ڪيس آهي. جج [illegible]ي. صاحب هي ڪيس ڪوڙو ڪو نه آهي تنهن جي عدالت ڪوڙي آهي تون هڪ وڪيل مان جج ٿيو آهين توکي ڪهڙي خبر ته غربت ڇا ٿيندي آهي بک ڇا ٿيندي آهي خرڪار ڪئمپ ڇا ٿيندي ٻڄ ان ڏينهن کان نه صرف تون ٻيا سنڌي،جج جيڪي چون ٿا ته هارين مزدورن سان ظلم ڪو نه آهي اهي داخل ڪيس ڪوڙا آهن ته پوءِ عدليه جا جج ڪن ٻولي ٻڌن ته هاڻي عدليه جو وارو به اچڻ وارو آهي ڇو جو عدليه جو جج ٿيڻ سان ماڻهون جا گناه معاف نه ٿا ٿي سگهن بلڪ بي انصافي ڪرڻ جي ڪري ان جا گناه وڌن ٿا.

سنڌي ججن خاص ڪري غلام نبي سومري
امان الله عباسي، عبدالغني شيخ
ڪي اها

ڳالهه ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته وقت وڏو ظالم آهي خدا جي عذاب ڪان ٻچو اڄ عوام توهان جي روبرو آهي ته صبحاڻي ماڻهون اوهان کي انهن ڪارن جبن سميت جن انصاف جا دروازا غريبن لاءِ بند ڪري ڇڏيا آهن عدالت جي ڪرسين تان ڇڪي هيٺ ڦٽو ڪندا ۽ اهو وقت جلد اچي رهيو آهي جو جيڪي ماڻهون انصاف جي نالي تي بي انصافي تا ڪن هاڻي انهن جو وارو آهي ۽ هاڻي عدليه جي انهن ججن جيڪي غريبن جا دشمن آهن انهن کي مڪافات عمل کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو.

مان متين چئي ججن کي چئلينج ٿو ڏيان ته پلي پاڻ اچو يا پنهنجو ڪو نمائندو موڪليو پلي اسان جي ڪيسن جي سرزمين تي جانچ ڪئي وڃي خاص ڪري منهن جي داخل ڪيل 44 ماڻهن جي حالت زار ڏسندو ته پلي اوهان ڪيڏا نه ظالم ڇو نه هجو اوهان جي اکين مان ڳوڙها وهي ايندا.

پر نه جج جي عهدي ۽ ڪرسين توهان کي انڌو ته اڳئي ڪري ڇڏيو هيو هاڻي اوهان ٻوڙا ۽ گونگا به ٿي ويا آهيو ۽ هاڻي اوهان جو وجود عدليه تي هڪ بار آهي.

مونکي خبر آهي ته هي پمفلٽ شائع ٿيڻ ڪان پوءِ اوهان مون تي ڏمرجي پوندو اوهان وڌ ۾ وڌ مونکي ڇهه مهينا جيل موڪليندو جڏهن عوام اوهان جهڙن عوام دشمن ججن تي ڏمريو ته پوءِ اوهان کي

دنيا جي ڪا به طاقت ڪو نه بچائي سگهندي.

اڄ هڪ بي بس لاچار مجبور عورت ۽ شريمتي نيلون جا ننڍا ننڍا ٻار هن سخت سياري ۾ ڪليل آسمان جي هيٺيان خرڪار ڪئمپ ۾ آهن شريمتي نيلون توهان جي بي انصافي جي ڪري رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهي آهي هن جو مڙس ظالم زميندار بادشاه خان ڏينهن ڏٺي جو قتل ڪري ڇڏيو آهي اهي رت جا ڳوڙها خدا ڪندواوهان ڪي رت رئاريندا ۽ توهان جا ٻار بچا خدا ڪندو ته ڪڏهن به سک نه ڏسندا ڇو جو توهان جي بدديانتي جي ڪري ۽ ڪيس جي فيصلي ڪرڻ ۾ ڇاٽي واٽي دير ڪري اوهان جيڪو ڏوه ڪري رهيا آهيو اهو ناقابل معافي آهي اوهان ڪي هن ڏوهه جي سزا ضرور ملندي ڇو جو اوهان تي فرد جرم عائد ٿي وئي آهي.

هاڻي مان اوهان ججن ڪي اوهان جي اوقات ڏيڪاريندس اها اها آهي ته مون پيشه ورانه وڪالت ڪرڻ تان اڄ 3-1-2000 جج غلام رباني جي روبرو وڪالت تان هٿ ڪنيو آهي هاڻي انهن ڇئني ججن هر هڪ جج غلام نبي سومرو، جج امان الله عباسي، عبدالغني شيخ ۽ جج غلا[illegible]ي جي خلاف سول ڪورٽ ۾ هرجاني جو ڪيس داخل ڪندس جنهن ۾ شريمتي نيلون ۽ ان 44 گهر ڀاتين جو روزانه جو پورهيو -/5000 روپيه جي حساب ۽ منهنجو ان شريمتي نيلون جي آزادي جي ڪيس ته جيڪو خرچ

آيو آهي اهو مان اوهان کان طلب ڪندس ڇو جو اوهان چاٽي واٽي منهن جي ڪيس جي اڪلاءُ ۾ دير ڪئي آهي جيڪو ڏوهه پڻ آهي اوهان جي ڪوتاهي ۽ غفلت جي ڪري منهن جي مٿي ۾ جيڪي ڏنڊا لڳا آهن ان جي جزا ۽ سزا جا به اوهين ذمه دار آهيو مان اوهان مٿين ججن کي هڪ ڳالهه ذهن نشين ڪرائيندو هلان ته عدليه جون بنيادون ان وقت لڏي ويون هيون جڏهن سنڌ جي هڪ حريت پسند ذوالفقار علي ڀٽي کي هڪ عدالتي عمل ذريعي شهيد ڪيو ويو هيو ۽ عدليه جي ڪچي پڪي لڏيل عمارت ان وقت اچي هيٺ ڪري پئي هئي جنهن وقت هيٺين ججن پنهن جي وڏي جج سيد سجاد علي شاه جي ڪرسي ڇڪي ڪڍي هئي هن وقت عدليه جي حالت هڪ اهڙي مئل جانور جهڙي ٿي وئي جيڪو ڏپ ڪري ويو آهي ۽ ان جو عمله ڳجهن ۽ چورن وانگر ان مئل جانور جي ماس کي پٽي پيو ۽ هن وقت عدليه ۾ غريبن لاءِ انصاف جا دروازا بند آهن. هي عدالتون چورن، ڌاڙيلن ۽ بدمعاشن کي تحفظ ڏيڻ ۾ پوريون آهن جنهن جو نتيجو اڳي پوءِ ملڪ جي تباهي آهي ۽ جيڪڏهين خدانخواسته ملڪ تي غريبن سان بي انصافي ڪرڻ جي ڪري ڪا به تباهي آئي ته ان ۾ وڏي ۾ وڏو هٿ عدليه جي ججن جو هوندو.

491 وقت کان بچو غريبن خاص ڪري

تحت داخل ڪيل ڪيسن جو اڪلاءُ هڪ هفتي جي

اندر اندر ڪيو وڃي ٿو جو غلامي جو هڪ ڏينهن به ڏکيو هوندو آهي آزادي انسان جو پيدائشي حق آهي ۽ هن پيدائشي آئيني حق جي حفاظت ڪرڻ عدليه جي ذمه داري آهي مان نه ٿو سمجهان ته سنڌ جو ڪو وڏيرو چاهي اهو پناڻ هجي يا ڪو ٻيو عدليه جي قانون کان ڏاڍو ٿيندو پر جڏهن جج ئي پنهن جي ذاتي مفادات جي خاطر انصاف جو قتل ڪن ته پوءِ ججن کي خدا جي قهر جو انتظار ڪرڻ کپي جيڪو اڄ نه ته صبحاڻي ضرور نازل ٿيڻو آهي.

**امان الله سومرو**

آرگنائزر

قيدي بچاؤ فورم سنڌ

# قيدين جا خط

يا علي مدد

قابل احترام منهنجا محسن سائين
امان الله سومرو صاحب

خيريت بعد عرض ته مان پهرين تاريخ ڪورٽ ويو هيس اتي هڪ منهنجو پراڻو دوست وڪيل نومي پناڻ مليو ان ڳالهه ڪئي ته شعيب شبلي وڪيل ڪيس ڇڏي ڀڄي ويو آهي ۽ ڪيس مون کي ڏئي ويو آهي ته تون ستار جو دوست آهين ڪيس به تون وجي وڙهه امان الله صاحب مان تمام گهڻو پريشان آهاين هينئر مون ۾ مالي وصيت بلڪل نه آهي.ته مان ٻئي وڪيل کي ڀيا پئسا ڪٿان آڻيان جو ڏيان شبلي ٻي ٽيڪ 25هزار روپيه ڦٻائي ويٺو آهي مان غريب ماڻهون ڀيو ته بيوس هاڻي ته ڏاڍو پريشان آهيان اڄ جا وڪيل ڪيترا به دوست هجن پر پئسي کان بغير ڪم نه ڪندا آهن هڪ توهان ئي واحد نيڪ شخص آهيو جيڪي هر ماڻهو لاءِ بغير لالچ جي سر جي بازي لڳائي ٿا ڏيو. منهنجا سائين 5.12.2000 ضامن جي به

تاريخ آهي نومي وڪيل بہ جونيئر آهي ۽ نئون آهي
هاڻ توهان جج صاحب بہ سنئي عورت تي لڳي توهان
ڪا مدد ڪيو پاڻ ملوس يا ڪا درد مندانہ درخواست
ناهي ڏيوس تہ الله ڪندو تہ سٺائي تي ويندي امان الله
صاحب قسم خدا جو تہ منهنجو توهان ۾ ايترو يقين
تي ويو آهي جو منهنجي دل چوي تي تہ توهان جنهن بہ
ڪم ۾ هٿ وجهندو تہ انشاءِ الله تہ فتح ٿيندي توهان
شبلي سان بہ ملو چئوس تہ اٿ فيس تہ واپس ڪري
بس امان الله صاحب اڪيلو ماڻهون آهيان ڇا ڪيان
پيو تہ بيوس پڪي جڻان پڃري ۾ بند آهيان تڏهن شبلي
بہ پئسا ٿو ڪائي سچ تہ جيڪڏهين توهان جو سهارو
نہ هجي تہ مان ذهني مريض ٿي وڃان ڇو تہ گهر جو
وڏو بہ مان ئي آهيان پوڙهي امڙ ننڍا ٻچا ننڍو ڀاءُ سڀ
مون لاءِ پريشان آهن پر هنن ظالم وڪيلن ۽ ججن ڪي
ڪنهن جو ڪو بہ احساس ڪو نہ آهي هنن ڪي صرف
پئسو ڪپي توهان جو پمفلٽ منصور سومري ڏنو تمام
حق ۽ سچ تي مبني هيو ۽ پيو عرض تہ هتي مون جهڙي
بيوس لاچار قيدين اسان جي وارڊ ڪي آفيس ناهي
ڇڏيو آهي سيني ڪي توهان جي خبر پئي آهي تہ بنا لالچ
جي قيدين لاءِ سچي ظالم اسٽيٽ سان جنگ ڪئي اٿس
تہ روز مون وٽ مسئلا ڪٺي ايندا آهن پر توهان اڃو بہ
ڪو نہ ٿا هت ڪجهہ اهڙا مسڪين قيدي آهن جن

ويچارن توبيون ناهي ۽ وڪيل لاءِ پئسا گڏ ڪيا هيا پر هن چند جي آپريشن ۾ گلزار چي پارڻ انهن قيدين جي ڪيسن مان پئسا ڪڍيا آهن ۽ اهي قيدي قرآن پاڪ کڻڻ لاءِ تيار آهن. پر گلزار چنو پئسا نہ تو ڏئي انهن قيدين جا نالا مان توهان کي لکي تو موڪليان ۽ امان الله صاحب هڪ اهڙو بہ قيدي آهي صفا لاوارث آهي انهي کي 12 سال ٿيا آهن اڃان حيدرآباد زيرو سيشن ڪورٽ صرف ٽن ڪيسن کي هلائي ختم ڪري نہ سگهي آهي هن غريب جو بہ ڪو وڪيل بہ نہ آهي نالو اٿس نثار ولد غلام حسين جوڻيجو. ۽ جن جا پئسا گلزار چني ڏي آهن انهن جا بہ نالا لکي تو موڪليان هنن تہ آءِ جي نثار مهر کي بہ اها شڪايت ڪئي هئي ۽ آءِ جي پئسا واپس ڏيڻ جو يقين ڏياري ويو هيو پر ڪو بہ اڃان ڪڙ تيل نہ نڪتو آهي نالا هي آهن.

1. اسماعيل ولد غلام حسين ملاح بئسا Rs. 4460
2. حفيظ ولد محمد مراد سميجو پئسا Rs. 2220

۽ بيو هڪ خاص مسئلو اهو بہ آهي تہ آپريشن ۾ جيل انتظاميہ ڪافي قيدين تي ڪيس بہ ڪيا آهن جن ۾ زخمي قيدي روشن اوڏ بيو زخمي قيدي نادر حسين ڪابورو ۽ بيا تہ الائي ڪيترا قيدي آهن امان الله صاحب ظلم جي تہ انتها آهي تہ ذليل بہ قيدين کي

ڪيو اٿن گوليون به قيدين کي هنيون اٿن ۽ وري ڪيس به قيدين تي اسان آءِ جي سان ان مسئلي تي به ڳالهايو هيو ته آءِ جي به ڪجهه منافقت ڪئي چيائين ته زخمي قيدين تي ڪيس رهندو باقي ٻين لاءِ سوچان ٿو ظلم ته اهو آهي ته زخمي به قيدين کي ڪيو اٿن ۽ وري ڪيس به انهن تي اهي اٿئي آفيسرن جا حال ٻيو ته توهان منهن جي جيل ڪريڪٽر ليٽر جي ڦوٽو ڪاپي به نه موڪلي.

فقط

عبدالستار ٻاهوٽو

ٻٽائي وارڊ

محترم امان الله سومرو صاحب
شل سدا آباد ۽ خوش رهو

احوال عرض هن ريت آهي ته جيئن ئي توهان ملاقات ڪري روانا ٿيا پوئيان جيل عملدارن اسان سان وير وارو رويو اختيار ڪندي آ ۽ جيل طرفان مليل بچيل سچيل سهولتون به ڪيسي ورتيون. مورڳوئي اسان جي وارڊ جي دروازي تي سخت پهرو هڻندي سپاهه جو لٺ بردار عملو مقرر ڪري ڇڏيو ۽ اسانجي هر چرپر تي نظرداري رکرائي وئي. Inside Interview ته پهرين ئي بند ڪري چڪا هئا ويتر جو توهان سندن خلاف Higher Authorities وٽ دانهون ۽ اعلي عدالتن ۾ Petition Move ڪيون انهي توهان واري عمل نه ويتر ينيور ڪي باهه ڏئي ڇڏي هڪ طرف توهانجي لک پڙهه کان ٿهن به پيا ته ٻي طرف اندروني طور اسانکي نقصان رسائڻ جي ڪوشش به ڪن پيا پچاٽي ڪرڻ تي بظاهر ته هو ٻڌائن پيا ته ڪين انهي سلسلي تي مٿان کان حڪم صادر ٿيل آهن پر پوءِ خبر پئي ته هو ڳجهه ڳوهه ۾ اسان کان توهان وارا پلاند پيا ڇڏائين اسان سندن اهڙي روئي کان خوفزده هرگز ناهيون ڇاڪاڻ ته اسانکي پنهنجو پاڻ تي مڪمل اعتماد هئڻ سان گڏوگڏ توهان جهڙي خدائي خدمتگار جو آشيرواد به حاصل آهي توهان جيڪو قيدين جي

فلاح بهبود ۽ سندن بنيادي حقن خاطر خداڪارڻ ويڙهاند ڪري رهيا آهيون اهو عمل هن جديد دور جي مهذب پٽي جي پتاڙ ڪندڙ انهن لباڙي شخصن توڙي انساني حقن جي تنظيمن جي منهن تي زور دار چمات آهي چاڪاڻ ته اهي اهڙي ڏکين وقتن ۾ متاثره هنڌن تي نه پر اخبارن ۾ 3 ڪالم خبر ڇاپرائڻ ۽ فوٽو ڪڍرائڻ لاءِ شهر جي ڪنهن وڏي مهنگي هوٽل ۾ قيدين جي اصلاح ۽ حقن جي حاصلات جي نالي ۾ منعقد ڪيل سيمينار کي خطاب ڪري رهيا هوندا آهن يقين سندن اهو عمل نندڻ جوڳو آهي جڏهن ته توهان انهن سڀني شين کان مختلف ۽ منفرد آهيو اها منهن جي مشابهت ناهي پر سارو جڳ ائين ئي چوي ٿو خاص طور تي توهان طرفان قيدين لاءِ هاءِ ڪورٽن ۾ داخل ڪيل پٽيشن کان پوءِ ته هو توهانجي نيڪي ڪئي نه ٿا ٿڪجن توهان بغير ڪنهن معاوضي جي سندن دلون ڪٽي ورتيون آهن هت جيل جي تقريبا سمورا قيدي توهان کي سٺن لفظن ۾ ياد ڪن ٿا ۽ توهان کي گهڻيون دعائون ڏين ٿا آءُ اميد ڪيان ٿو ته ته توهان اڳ کان به اڳيرا نظر ايندو ۽ ڪنهن به مصلحت جو شڪار نه ٿيندو ۽ نه ئي انساني حقن جي تنظيمن جي شهرت پسند اڳواڻن جينان ٻاهرين ملڪن جي طرفان مال ميڙن لاءِ ڪوڙيون سوڙيون

رپورٽون گڏ ڪندو بهرحال اهي ٻگها بحث آهن
جيڪي ڪڏهن روبرو ويهي ڪيا پر هن وقت آءُ توهان
کي جيل جي تازي صورتحال کان آگاهه ڪندو هلان
جيئن ته ڪجهه ڏهاڙا اڳ جيل ۾ هلندڙ وڳوڙ دوران
آءِ جي جيل نثار مهر جيل جو دورو ڪيو ۽ سمورن
سياسي ڌرين جي اڳواڻن سان گفت و شنيد ذريعي
معاملا طي ڪيا جنهن ۾ مون به پارٽي جي نمائندي جي
حيثيت ۾ شرڪت ڪئي هئي قيدين کي ڪافي Relief
ڏنو ويو هو جن مسئلن تي معاملا طي ٿيا هئا تنهن ۾
قيدي جي Inside Interview، راشن، Medicine، ڪورٽن ۾
قيدين جي پيشي کي يقيني بنائڻ ۽ Conditional Remision
کي ختم ڪري هر ڪيس واري قيدي کي معافي چاڙهڻ
جهڙا مسئلا شامل هئا. آءِ جي جي وڃڻ کان پوءِ
ڪجهه عرصو ته انهن شين تي عملدرآمد ٿيو پر تازو
ڪجهه ڏينهن اڳ سپرنٽنڊنٽ لمبو چوڙو نادر شاهي
حڪم نامون پڌرو ڪندي اعلان ڪيون ته هو اڄ کان
پوءِ قيدين کي ڪا به سهولت نه ڏيندو چاڪاڻ ته آءِ
جي صاحب قيدين کي ڏنل سهولتون واپس وٺڻ لاءِ
مونکي پابند بڻايو آهي جڏهن ته اهي ڏنل سهولتون
قيدين تي ڪو احسان ڪو نه آهن بلڪل سندن بنيادي
حقن ۾ شامل آهن جيڪي انتظاميه کي جيل مينوئل
موجب به هر صورت ۾ ڏيڻيون آهن اهڙي پيدا ٿيندڙ

صورتحال کان پو ۽ اسان سپائي يعني بروز سومر بتاريخ 27.11.2000 کان بک هڙتال تي وڃي رهيا آهيون نہ رڳو اسان پر سان سان گڏ سموريون سياسي ڌريون ۽ ٻئي چڪر پڻ شامل آهن توهان ان سلسلي ۾ کهڙو لائحہ عمل جوڙيو ٿا ۽ انتظاميہ کي ڪيئن Pressurized ڪيو ٿا اهو اوهان جو Hedakeآهي اسان اوهانجي ڪيل ڪاوشن جي نتيجي ۾ يقين سوپ ماٽينداسين ان ڳالھ تي مونکي چا سموري جيل جي قيدين کي ويساه ۽ ڪامل يقين آهي وڌيڪ صورتحال کان يقين توهان باخبر رهڻ جي ڪوشش ڪندو.

مهرباني

نيڪ جذبن سان اوهانجو خيرانديش

اصغر ناريجو

مرڪزي اڳواڻ سناف سنڌ

# شاعر قيدي جو خط

پرينءَ امان الله سومرو

خوشبوئن جي پاڪرن ۾ رهو سدا

تڏي رت اڪيون مهني جاڳي پئي آهي هي مند پيار جي نشي ۾ ويڙهجڻ جي مند آهي پر جنهن جاءِ تي آئون هن وقت موجود آهيا اتي عجيب ويرانين جو واسو آهي تنهنجو پيارو سنهيو مليو آهي جيڪو مون اکين تي رکيو آهي آهي تنهنجي اربيل پيار منهنجي دل جا سمورا تڪ لاهي ڇڏيا آهن آئون وقت جي سمورين تلخين جو زهر پي بہ اجان ائين ئي آهيان جيئن پهرين هوس.

جيل ۾ قيدين وڏي اذيت ڀوڳي آهي جنهن کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ ممڪن ڪونهي ظلم اهو ٿيو

آهي جو جيڪي قيدي جيل هنگامي ۾ ذرو به ملوث نه هئا جن کو پٽر جو ٽڪرو به هٿ ۾ نه ڪنيو انهن تي تشدد ٿيو اهي بند وارڊ ڪيا ويا ۽ وري ڪيس به انهن بيگناه قيدين تي ٿيو آهي جنهن ۾ اڪثر قيدي لاوارث آهن.

آئون پنهنجي وارڊ مان به نه نڪتس پوءِ به گهلجي ويس ۽ مون تي به ناحق ڪيس مڙهيو ويو آهي جنهن جو سبب به رڳو مون کي ذهني اذيت ۾ مبتلا ڪرڻ آهي مون جيل ۾ رهي اهائي ڪوشش ڪئي آهي ته هڪ پاسي رهي ادب تخليق ڪريان شاعري ۽ مطالعي کي وقت ڏئي عزت سان وقت ڪٽيان پر پوءِ به ڊسٽربنس جو شڪار رهندو آيو آهيان بهرحال آئون مايوس ناهيان تڪليفن جو هي سفر به گذري ويندو آهي توهان جيڪو قيدين جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪري رهيا آهيو اهو فخر لائق آهي توهان غريب لاوارث ۽ بي پهچ قيدين لاءِ جيڪو ڪردار ادا ڪري رهيا آهيو ان تي اسان سيني کي فخر آهي خوشي آهي هڪ ليکڪ شاعر ۽ انسان دوست انسان جي حيثيت ۾ آئون توهان کي جس ڏيان ٿو ۽ توهان جي خلوص، پيار ۽ انسانيت جي بلند جذبي ۽ عظمت کي سلام پيش ڪريان ٿو توهان کي سنڌ جي نئين تاريخ ڪڏهن به نه وساريندي آئون اميد ٿو ڪريان ته توهان

جو عظمت جو اهو سفر اڻ ٿڪ ۽ اڻ ٽٽ رهندو.

هتي واڙيل ڪيترائي قيدي اوهان کي پيار مان ياد ڪن ٿا ۽ سلام چون ٿا ڪڏهن چڪر لڳائي وڃو ته بهتر آهي نئين صورتحال کان آگاهه ٿي ويندا في الحال قيدي مطمئن ناهن ۽ تازو سڄو دور هيسيل هيسيل گهاريو اٿن، ٻيو ڪو خاص احوال ڪونهي اوهان جي پيار ۽ يادگيري لاءِ ٿورائتو آهيان.

پيار مان آئون تنهنجهو

ايوب ڪوسو

سينٽرل جيل حيدرآباد

20 نومبر 2000ع

حيدرآباد ( پ ر) سينٽرل جيل حيدرآباد جي سپرنٽنڊنٽ ۽ جيل انتظاميہ جي جارحاڻہ روي خلاف ۽ ڪرپشن ، تشدد خلاف سنڌ نيشنل فرنٽ جي اسيرن مير مظهر ميراڻي، اصغر ناريجو ستار باهوٽو، زاهد ٽيبو منصور سومرو، دلبر پيو، غلام حسين بلوچ، حميد ٽيبو، اشرف سومرو، نثار جوڻيجو، لالا قادر بلوچ سميت 10 ڏہ سياسي جماعتن جي بک هڙتال شروع ڪري ڏني آهي اهڙو اظهار سناف جي باندي ۽ مرڪزي اڳواڻ مير مظهر ميراڻي پنهنجي صحيح سان جاري ڪيل بيان ۾ خدشو ظاهر ڪندي چيو آهي تہ جيل انتظاميہ طرفان تازو ڪيل موتمار آپريشن ڪان پوءِ وري اهڙو سازشي پلان جوڙيو ويو آهي گذريل آپريشن ۾ هڪ مظلوم قيدي جي زندگي جو خاتمو ٿيو ۽ ڪيترائي بيگناه قيدي زخمي ٿيا هن وقت بہ بہ (2) قيدي پنهنجي زندگي جا آخري ڏينهن ڳڻي رهيا آهن ۽ ڪيترائي بيمار قيدي اڄ بہ علاج لاءِ تڙپي رهيا آهن آپريشن ڪان پوءِ جيل ۾ قيدين تي انسانيت سوز تشدد، تذليل ۽ ڪرپشن ساڳئي معمول تي هلي رهيا آهن ۽ منشيات جو ڪاروبار مهانگي اگهہ تي جيل انتظاميہ جي سرپرستي ۾ هلي رهيو آهي.

جيل ۾ مڪ آفيس ماڙي ڪانپوءِ سيڪيورٽي بند وارڊ ۾ قيدين کي منشيات جو عادي بڻائڻ لاءِ ۽

ڳري رشوت لاءِ انسانيت سوز تشدد ڪري اونداهي ڪولي ۾ اڇلايو وڃي ٿو برڪت ٻه جيل ۾ سڙي رهيو آهي سياسي اسيرن چيو آهي قيدين جي اصلاح لاءِ شفيق ۽ انسان دوست ماڻهن کي مقرر ڪرڻ بجاءِ ظالم ۽ وحشي صفت ماڻهو مقرر ڪيا وڃن ٿا.

سياسي اسيرن سياسي، سماجي پارٽين، انساني حقن جي تنظيمن ۽ اعلي عدالتن ۽ اعلي حڪام ۽ صحافي برادران کي اپيل ڪئي آهي ته جيل اندر هزارين مظلوم قيدين جي زندگي کي بچايو وڃي ۽ جيل سپرنٽنڊنٽ خلاف قدم کڻي معطل ڪيو وڃي.

جاري ڪندڙ

مير مظهر ميرائي

اڌ رات جو ڇير ڦار

مڊ نائيٽ آپريشن

# سنڌ جي جيلن ۾ قتل عام جو منصوبو

اڄ ڪلهه فوج جو هڪ بريگيڊيئر جناب نثار احمد مهر جيڪو هن
قت جيلن عرف عذاب گهر ۽ عقوبت گاهه سنڌ جو منتظم اعليٰ آهي ۽
ي صاحب اڄڪلهه انهن عقوبت خانن يعني عذاب گهرن ۾ بند ستم
سيده انسان جن کي قيدي چيو ويندو آهي. انهن جي تقدير جو مالڪ بڻيل
هي. اهو ئي سبب آهي جو اڪتوبر سال 2000ع جي آخر ڌاري ٻي ٻس.
ڄار ۽ هٿين خالي قيدين جو سينٽرل جيل حيدرآباد جيڪو نازي ڪئمپ
ان به وڌيڪ خوفناڪ آهي. ان ۾ سرچ آپريشن جي نالي تي قيدين جو
ڪو قتل عام ڪيو ويو اهو فوجي حڪومت جي دامن تي بدنما داغ
ي ۽ اهو ئي اهو بدنما داغ آهي جنهن جي ذميدار حڪومت مخالف مافيه
سراقتدار حڪومت کي بدنام ڪرڻ لاءِ جيل ۾ قيدين تي ايترو ته تشدد
ندا آهن جو ان ظلم ۽ ڏاڍ جي عذاب کان سڄي قوم دانهون ڪرڻ شروع
ندي آهي مگر انهي خوفناڪ ۽ درد ڀريون رڙيون ان ڪري حڪومت
لڏڙن کي ٻڌڻ ۾ ڪو نه اينديون آهن جو انهن ظلمن جو انهن کي عملي
اهدو نه آهي. اڄ نواز شريف ۽ ان جا ٻيا ساٿي جيڪي اتي اي ڪلاس
ن ۾ هئڻ جي باوجود اوهان کي جيل جي اهڙي خوفناڪ ڪهاڻي
يندا جو اوهان سوچڻ تي مجبور ٿي ويندا ته هي ڇا ٿي رهيو آهي.
ن هي ڪهاڻي ٻڌي ڪير. حيدرآباد جيل جي جلاد آفيسرن پنهنجي
اعليٰ جي اجازت سان سنڌ جي غريب قيدين جو جيڪو خون وهايو

آهي. اجا اهو رت خشڪ ئي ڪونہ ٿيو هيو تہ لاڙڪاڻي جي قيدين ڪي رت ۾ وهنجاريو ويو ۽ ڪيترن ئي قيدين کي اسپتال پيڙو ڪيو ويو پوءِ بہ جيل جا بي شرم ۽ بي حيا آفيسر اهو چئي رهيا آهن تہ جيلن ۾ امن امان ۽ حالتون ڪنٽرول ۾ آهن.

ظلم بہ هجي ۽ امن بہ رهي. ڇا ائين ممڪن آهي. ڪجهہ توهان ئي چئو.

ڪجهہ توهان ئي داروغہ جيل عرف عذاب گهر جناب نثار احمد مهر صاحب ڪجهہ اوهان ئي چئو. تازو فوجي وردي لاهي جيل جي ڪاڪي جي وردي پائڻ واري فوجي کي هيٺين ماتحت جلاد قاصائي آفيسرن ڪوڙيون خبرون ٻڌائي تہ قيدي جيل پنجي پجي ويندا تہ قيدي جيل مان جنهن وقت بہ چاهي پڄي ٿا سگهن. جيڪڏهن جيل مان نہ تہ پوءِ هو ڪورٽ مان باآساني پڄي ٿا سگهن. ليڪن مان نہ ٿو سمجهان تہ ننڍي ڏوهہ جا ڏوهاري جيل ٽوڙي پڄي ويندا ڇاڪاڻ جو پاڳيلن ڏاڙيلن جي حالتن کان هر ڪو واقف آهي اهو ئي سبب آهي جو گرفتار ٿيڻ کان پوءِ هر ڏوهاري پنهنجي گرفتاري کي تقدير جو اٽل فيصلو سمجهي قانون ۽ ان جي رکوالن جي حوالي پنهنجو پاڻ کي ڪرن ڪانپوءِ ان عمل کي پنهنجي زندگي سمجهي جڏهن هو پنهنجي مٿان ظلم ۽ تشدد ۽ قانوني بي انصافي تي نظر وجهندو آهي تہ پوءِ هو ان عمل کي پنهنجي زندگي جي ڀيانڪ غلطي سمجهي ان زندگي کان موت کي ترجيح ڏيندو آهي اها ئي جيل جي آفيسرن جي ناڪامي آهي جو جن ماڻهن کي جن ماڻهن جي رکوالي لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي اهي ايترا تہ خوني ۽ درندہ آهن جو انسان کي انسان ئي نہ ٿا سمجهن. اهڙو ئي هڪ جانور نما انسان نالي گلزار چنہ نالي هڪ

شخص دراصل هي هڪ غريب موچي جو پٽ آهي جيڪو پڙهي لکي سڀ
کان پهريون هڪ اسڪول ٽيچر ٿيو جتي هن سڀ کان پهرين ڏنڊي جو
استعمال شروع ڪيو ۽ پنهنجي شاگردن تي تشدد ڪيو. هن اتي اهو ظلم
ڪرڻ سکيو. هاڻي اوهان ئي فيصلو ڪيو تہ جيڪو ماڻهو قيدين تي رحم
نہ ٿو ڪري اهو ماستري ڇڏي جيل جو آفيسر ٿي غريب قيدين تي ڪيترو
رحم ڪندو ان جو فيصلو سنڌ جو عوام خود ڪندو. جيل ۾ صرف سنڌي
ئي ڪو نہ آهن. مهاجرن کان علاوه هر قوم ۽ مهذب جا ماڻهون آهن.
جيڪي جيلن ۾ بند آهن.

جيل جي انهن منشيات فروش غندن ۽ بدمعاش قسم جي آفيسرن
فوج جي طرفان مقرر ڪيل فوجي آفيسر ڪي جيل جو ايڏو تہ پيانڪ نقشو
پيش ڪيو آهي جو جيڪڏهن جيل ۾ قيدين کي سڄ پترن ۽ ڏنڊن سان
مارڻ کان علاوه انهن جون هڏيون ۽ پاسرائيون بہ ڀڳيون وڃن جو هو مرهم
پٽي لاءِ دانهون ڪندا رهن جي اهو ڪم نہ ڪيو ويو تہ قيدي جيل ڀڃي
ويندا ۽ فوجي حڪومت لاءِ ڏچو پيدا ڪري ڇڏيندا. اهو ڪٽي هو حڪومت
جا خير خواهہ ٿي نہ ڏئي رهيا هيا بلڪ حڪومت سان دشمني ڪري رهيا
هيا. اها ئي اها حڪومت مخالف مافيہ آهي ڇاڪاڻ جو ان کي ان فوجي
حڪومت مان خطرو آهي. ڇو جو اڄ نہ تہ سڀاڻي انهن جيل جي ظالم
آفيسرن جو احتساب ٿيندو تہ پوءِ انهن جا لکن جا اڪائونٽ ۽ انهن جا
قيمتي بنگلا انهن جي ڳچي ۾ پئجي ويندا ان ڪري هو فوجي حڪومت
کي عوام جي نظرن ۾ ڪيرائڻ لاءِ جيلن ۾ قيدين جي قتل عام جو
مشورو ڏئي رهيا آهن ۽ قتل عام ڪري رهيا آهن ۽ رات جو اونداهہ ۾

قيدين سان جيڪو ظلم ڪيو ويندو آهي اهو ٻڌندي ئي انسان جا وار ايا ٿي ويندا.

بهرحال اسان کي اها خبر آهي تہ گلزار چنہ هجي يا نثار احمد مهر صاحب انهن کي پنهنجي ڪئي جو اڄ نہ تہ سڀاڻي حساب ڏيڻو پوندو. ڇو جو اهڙي اڌ رات جي ڇيڙ ڇاڙ ملڪ ۾ مليٽري ان وقت ڪندي آهي جڏهن دشمن ملڪ جون فوجون ملڪ جي اندر ڪاهي ايندڙيون آهن. مگر هن وقت اهڙي ڪا بہ صورتحال نہ آهي تہ پوءِ فوجي حڪومت ڪي پنهنجي ملڪ جي عوام تي آپريشن نمائش جو سبق ڏئي حڪومت مخالف مافيہ فوجي حڪومت جي راهہ ۾ اهڙا ڪنڊا وڇائي رهي آهي جنهن تي هلي ڪا بہ حڪومت ڪامياب ڪو نہ ٿي آهي. در اصل سياسي يا فوجي حڪومت جي ناڪامي جا ذميدار آهي رشوت خور سول بيورو ڪريٽ عرف نوڪر شاهي آهي جيڪي پنهنجي سربراهن کي ڦاسي جي ڦنڌي تي پهچائڻ جي باوجود پنهجن ڪرسين تي نڳيا وينا آهن ۽ هو اهو ٿا سمجهن تہ هنن ڪان پڇڻ وارو ڪو بہ نہ آهي. ليڪن هاڻي ائين نہ ٿيندو ۽ هاڻي هر ظالم کي پنهنجي ڪيل ظلم جي سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو پاڪستان بہ برصغير مان ٿڪي نهيو آهي ۽ برصغير ۾ حڪومت لاءِ پاءُ پاءُ جون اکيون گلزار چنہ جهڙن ظالمن ۽ جلاد قسم جي مشيرن جي چوڻ تي ڪڍيون هيون تہ وري ساڳين مشيرن جي چوڻ تي پٽ پنهنجي پيءُ کي جيل ۾ رکيو هيو بادشاهت ختم ٿي وئي ليڪن چمچہ خور ۽ نيچ قسم جا خوار مشير ۽ حاڪم ختم ڪو نہ ٿيا. سياسي دور شروع ٿيو تہ ڪنهن کي ڦاسي تي لٽڪايو تہ وري ڪنهن کي ساڙي رک ڪري ڇڏيو. هي فوجي حڪومت پهرين حڪومت آهي جيڪا ٻيو ڪم ڪري نہ ڪري سگهي پر

هر ڪنهن ڪي ان جي اوقات ڏيکاري ڇڏي آهي. گلزار چنہ جهڙي جلاد ڪاموري ڪي ياد رکڻ گهرجي تہ هو موجوده فوجي حڪومت سان دوکيبازي نہ ٿو ڪري سگهي ۽ هن جو ڪوڙ هلي نہ سگهندو ڇاڪاڻ جو فوجي حڪمرانن کي خبر آهي تہ هڪ طرف باهہ آهي تہ ٻئي طرف پاڻي. اهڙي صورتحال ۾ جيڪڏهن فوجي حڪومت پاڻ کي مضبوط ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تہ سڀ ڪان پهرين گلزار چنہ جهڙي حڪومت مخالف مافيہ جي ٻڪچي ماپي ويندي ۽ ان ڪان جيل ۾ ٿيل قتل عام جو حساب ورتو ويندو. هڪ ڳالهہ جيل خانہ جي آفيسر اعليٰ فوجي برگيڊيئر جناب نثار علي مهر ڪي ياد رکڻ گهرجي تہ پاسو بدليندي دير نہ لڳندي آهي پوءِ جيلن ۾ جيڪو ڪجهہ ٿيندو ان سان پاڪستان جي تواريخ ڳاڙهي ٿي ويندي ۽ ان وقت مظلوم جا هٿ ظالم جي ٻڪچي ۾ هوندا . ڇاڪاڻ جو جيلن ۾ رڳو چور ڌاڙيل ۽ بدمعاش ئي ڪو نہ ايندا آهن. مفڪر، شاعر، دانشور ۽ فلسفي ۽ ليڊر ماڻهون بہ جيل ۾ ايندا آهن ۽ جيل ۾ سڀ قيدي قيدي هوندا آهن. انهن ۾ وڏي تعداد بي گناهہ انسانن جي هوندي آهي ۽ انهن تي تشدد ۽ ظلم ڪرڻ خدا جي قهر ڪي آواز ڏيڻو آهي ۽ جڏهن ظالمن تي خدا جو قهر نازل ٿيندو آهي تہ پوءِ ڪجهہ بہ نہ بچندو آهي ۽ سڀ ڪجهہ تباهہ ۽ برباد ٿي ويندو آهي ۽ ان بري وقت ڪان بچڻ لاءِ سرچ آپريشن جي نالي جيلن ۾ قيدين جو قتل عام بند ڪيو.

**امان الله سومرو**

آرگنائيزر

قاتلو جواب ڏيو

# قيدين جي خون جو حساب ڏيو.

اڳاڻي زماني ۾ مقتول قاتل جي خلاف ڪيس داخل ڪرائيندو هيو پر اڄ قاتل مقتول جي خلاف ڪيس داخل ڪرائي رهيو آهي. چاڪاڻ جو اسان هڪ اهڙي معاشري ۾ ٿا رهون جتي ڪجهه ماڻهون سچ کي ڪوڙ ۽ ڪوڙ کي سچ ناهي پيش ڪندا آهن ۽ جنگ کي امن ۽ امن کي جنگ چوندا آهن. اهڙي ئي صورتحال سنڌ جي جيلن جي آهي. جتي جيل جا جلاد ۽ قاصائي آفيسر قيدين کان زوري رشوت وٺڻ لاءِ قيدين جو قتل عام شروع ڪيو آهي. ڏسو اڄ هڪ جيل ۾ ته وري ٻئي ڏينهن ٻي جي جيل ۾ قيدين کي ڪٽيو پيو وڃي ۽ پوءِ ٻه جيل جا آفيسر چون ٿا ته حالتون ڪنٽرول ۾ آهن ۽ جيلن ۾ امن امان آهي. اهي ماڻهون جيڪي انساني حقن جي علمبرداري جي دعويٰ ٿا ڪن اهي اڄ چپ آهن. انهن جي ان خاموشي جي پويان انهن جي بزدلي ۽ مفاد پرستي آهي. هي تحريرون مان انهن ماڻهن کي آئينو ڏيکارڻ لاءِ لکي رهيو آهيان ته اهي ماڻهو جيڪي انساني حقن جي ڳالهه ڪندي ٿڪجن ڪو نه ٿا ۽ انساني حقن جي پبلسٽي ڪرڻ لاءِ باقاعده سائن بورڊ هڻي آفيسون کوليو ويٺا آهن ۽ ڪارن ۾ گهمي رهيا آهن. اهي ماڻهو انساني حقن جي نالي تي سنڌ جي عوام کي بيوقوف ناهي رهيا آهن. جنهن جي ڪلي ۽ چٽي مثال سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ قيدين تي وحشيانه ظلم آهي. جنهن ۾ ڪئي قيدي مري ويا ۽ ڪيترائي قيدي معذور ٿي ويا آهن ۽ ڪيترائي قيدي هنن ٽڏين

راتين ۾ سينٽرل جيل جي بدبودار تڏن ڪمرن ۾ ملڪ الموت جو مرڻ لاءِ انتظار ڪري رهيا آهن. گلزار چنه نالي هڪ ظالم جيلر سينٽرل جيل حيدرآباد جي چارج وٺندي ئي پهرين ڏينهن قيدين جا روح قبض ڪرڻ شروع ڪيا آهن. جيستائين هي جلاد سمورن قيدين جو رت نه پيئندو نه هي هن جي بدلي ٿيندي، نه وري هن ڪان ڪو پڇاڻو ٿيندو. چاڪاڻ جو هن جيل ۾ قيدين کي مارڻ جو ٺيڪو ڪنيو آهي. ليڪن اڄ هن خوني ٺيڪيدار جلاد گلزار چنه جي خلاف انساني حقوق جا ٺيڪيدار ان ڪري ڪو نه ٿا ڳالهائين جو ٻنهي جو مقصد ساڳيو آهي. اهو آهي قريو ماريو ۽ ڪائو اهو ئي سبب آهي جو انساني حقن جي علمبردارن حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ ٿيل ڪربلا تي هڪ لفظ به نه ڳالهايو آهي جيڪا ڪربلا اڃا تائين سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ جاري ۽ ساري آهي ۽ جيستائين گلزار چنه نالي يزيد سينٽرل جيل حيدرآباد جو سپرنٽينڊنٽ آهي. قيدين جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي ۽ قيدي جنهن عذاب ۾ مبتلا آهن خدا ڪنهن کي اهڙو عذاب نه ڏي. قيدي نه مرن ٿا نه جيئن ٿا.

در اصل ڳالهه اها آهي ته ڪنهن به ملڪ جي مهذب هئڻ جو ثبوت انتظامي لحاظ کان جيل خانا هوندا آهن. جيڪڏهن قيدي جيل ۾ خوش آهن ۽ انهن کي وقت تي انصاف تو ملي ته پوءِ سمجهو ته اهو ملڪ مهذب شريف ۽ انساني حقن جو پاسبان سمجهبو.

اڄ اسان جي ملڪ ۾ اهو دهل وڄايو پيو وڃي ته جيڪي ماڻهون حڪومت ڪري رهيا آهن ۽ اهي ماڻهون جيڪي حڪومت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. يعني فوجي حڪمران ۽ سابقه سول حڪمران نالي ۾ عوام جي حقن جي جنگ وڙهي رهيا آهن. هن اقتدار جي جنگ ۾

عوام جو جيڪو حال آهي ان جو اندازو ٻاهر ماڻهن کي بخوبي آهي. مگر ان اقتدار جي جنگ غريب قيدين جو ڪچومبر ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ هن وقت غريب قيدي جيل جي جلاد صفت آفيسرن جي نرغي ۾ زندگي ۽ موت سان وڙهي رهيا آهن.

اڄ تہ مان توهان کي ٻڌايان تہ قيدين جي حالت ڪيتري خراب آهي، جنهن ڏينهن کان گلزار چنہ نالي هڪ بدمعاش بدبخت ظالم شخص جيل جي سپرنٽينڊنٽ جي چارج ورتي آهي. جيل ۾ هر طرف رشوت جي باهہ ٻاري ڏني آهي، جنهن ۾ غريب قيدي سڙي رک ٿي ويا آهن. هن وقت حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ قيدين جا ٻي جاءِ بوتا جيل جي نهيل ڪولين جهڙين قبرن ۾ دفن آهن. جتي نہ انهن کي پورو کاڌو ٿو ملي ۽ نہ ئي وري دوا. اڄ انهن غريب قيدين جي مدد ڪرڻ وارو ڪو بہ نہ آهي ۽ قيدي اڪيلا پنهنجي بقا جي جنگ وڙهي رهيا آهن. جڏهن تہ ارباب اختيار ۽ صرف پنهنجي بچاءُ لاءِ ٻي فريق سان وڙهي رهيو آهي اصل ۾ انهن ٻنهي ڌرين جي ان جهيڙي جو مک ڪارڻ بيورو ڪريسي آهي جنهن ۾ هڪ گروهہ حڪومت مخالف گروهہ پنهنجون حدون ٽپي موجوده فوجي حڪومت لاءِ تباهہ ڪن ۽ خطرناڪ صورتحال پيدا ڪري رهيا آهن.

محڪمہ جيل خانہ جات ۾ ان خطرناڪ صورتحال جي شروعات گلزار چني ۽ ان جي حامي عنصرن ۽ خوني بگهڙن جهڙي حڪومت مخالف مافيہ جي هڪ گروهہ قيدين تي بي انتها تشدد ڪري، شروع ڪري ڇڏي آهي ۽ هاڻي تہ جيلن مان رڳو لاشون ئي لاشون نڪري رهيون آهن. اڄ قيدين جي حالت اُن ٻيڙي جهڙي ٿي وئي آهي، جنهن جا ملاح پاڻ ۾ وڙهي ڪيپي ختم ٿي ويا آهن ۽ ٻيڙي وچ سر ۾ ڦاسي وئي آهي. اهڙي ئي ساڳي

حالت سنڌ جي تمام جيلن جي آهي. جنهن ۾ قيدي پنهنجي زندگي جا ڏينهن ڳڻي رهيو آهي ۽ پنهنجي موت جا منتظر آهن. اهو منظر ايڏو تہ پوائنٽو آهي جو جيڪڏهن ڪو شريف. ايماندار ۽ حقيقت پسند انسان ٿوري دير جي لاءِ پنهنجي ذهن تي قيدين تي ٿيندڙ ظلم جو ٿورو بہ اثر وٺي ۽ اهو تشدد پنهنجي جسم تي محسوس ڪري تہ ان جي خوف جي ڪري وار ايا ٿي ويندا ۽ ڪيترو بہ سيءُ هجي ڏڪڻي وٺي ويندي. جيلن جي هي جيڪا حالت خراب ٿي آهي. ان جو اصل ذميوار نثار مهر آهي، جيڪو جيل خاني جي کاتي جو اسپيڪٽر جنرل آهي. ان جي ناڪامي جو اصل سبب نوڪر شاهي تي بي جا ڀروسو ۽ انهن جي ڳالهہ کي غير ضروري اهميت ڏيڻ ۽ عوام جي راءِ کي رد ڪرڻ جي ڪري انسپيڪٽر جنرل جيل خانہ جات پنهنجو اعتماد وڃائي چڪو آهي. هڪ طرف تہ انسپيڪٽر جنرل آف جيل قيدين سان عهد ٿو ڪري تہ انهن کي ملاقات جي سهوليت هوندي ۽ قيدي جيل ۾ هڪ ٻئي سان ملي سگهندا ۽ ان کان علاوه تعليم، ڪاڌو ۽ ڪورٽن ۾ وقت تي پيشي جهڙا معاملا بہ شامل آهن. پر جيئن ئي هي اهي ڳالهيون ڪري سينٽرل جيل حيدرآباد جي گيٽ کان ٻاهر ٿو نڪري تہ گلزار چنہ اهو چئي تہ اهو آئي جي جو هڪ ڊرامو آهي ۽ هي انهن مجيل مطالبن کي رد ڪري اهو چوي ٿو تہ در اصل آئي جو جو ڪيس حڪم آهي تہ قيدين کي پڪڙيو ۽ ماريو ۽ مال ناهيو. چپ چاپ پنهنجي ٻئرڪن ۾ هليا وڃو تہ ايترا تہ سوچڙا هئندا جو قيدي سڀ ڳالهيون وسري ويندا. اهي ڊپ واريون ڳالهيون ٻڌي قيدي ڊڄي ويندا آهن. اڄ جيلن ۾ سياسي قيدي ۽ غير سياسي قيدي جي تعريف ناهي هر حڪومت مخالف گروهہ سياسي قيدين جي نالي تي ڏوهارين کي هر قسم جي سهوليت فراهم ڪن ٿا ۽ اها

سهوليت صرف انهن قيدين کي آهي جيڪي جيل جي رشوت خور ڪميني قسم جي آفيسرن جي مٺ گرم تا ڪن باقي غريب قيدين کي صبح کان شام تائين جوڙي جوڙي ۾ ويهاري سيئيون وجائي زمين تي هرويرو ٻه پوچا لڳرائڻ کان علاوه مارڪٽ ڪندي بند وارڊ ۾ ڪري ڇڏڻ ڪانپوءِ ان تي تشدد جو هڪ اڻ کٽندڙ سلسلو شروع ٿي ويندو آهي اهو سڀو ظلم انهن ماڻهن کي جيڪي انساني حقن جون ڳالهيون ڪندا آهن جا ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ نه تو اچي. اڄ ڪلهه اهي انساني حقوق جا ٺيڪيدار عشق ۽ عاشقي تي ليڪچر ڏئي رهيا آهن ۽ پوڙهائپ ۾ پنهنجي جواني جي تجربن کان عوام کي آگاهه ڪري رهيا آهن اهي سنڌ جا وڏا دانشور ۽ انساني حقن جا علمبردار آهن ته وري ٻي پاسي انساني حقوق جا هٿ ٺوڪيا ليڊر هڪ اتحاد ناهين تا ته ٻيو اتحاد ٽوڙي تا ڇڏين ۽ اڄ اهي ليڊر جوڙ ٽوڙ ۾ ايترا ته مصروف آهن جو هنن کي غريب قيدين جون درد پريل دانهون ۽ آهون ٻڌڻ ۾ ڪو نه ٿيون اچن. ته وري ٻئي طرف ضلعي حڪومتون ۽ ڪالاباغ ڊيم جيڪو نه ٺهيو آهي ۽ نه ئي ٺهندو ان فضول ڳالهين جو نالو وٺي انٽ شنٽ ڳالهائڻ کانسواءِ هنن ڪهڙو ڪارنامو انجام ڏنو آهي جنهن تي سنڌي قوم فخر ڪري سگهي يا وري جيلن ۾ بند لاچار ۽ مجبور قيدي انهن کي پنهنجو همدرد سمجهي ڪو احوال ڪري سگهن. حيدرآباد شهر جي وچ ۾ سينٽرل جيل حيدرآباد جي قيدين تي ڪربلا جهڙو قهر ڪيو ويو ۽ پر امن ۽ هٿين خالي قيدين تي گلزار چنه ۽ ان جي حامي غنڊن رات جو ننڊ ۾ ستل قيدين کي ننڊ مان اٿاري ڏنڊا ۽ لوهه جا سريا هڻي جيڪا ظلم جي نئين روايت قائم ڪئي آهي. جنهن سنڌ جي تواريخ ۾ ويجهڙائي ۾ مثال ڪو نه ٿو ملي ۽ اها ئي خوفناڪ مثال انهن ظالم

بدمعاش جيل جي آفيسرن لاءِ اهڙي مثال ٿي ويندي جو ان عمل جو رد عمل جو ڀڏندي ئي ظالمن ۽ بدمعاشن کي ڏکئي وني ويندي. اڄ هي جيل جا بدمعاش پنهنجي سرغنه عنديٰ گلزار چنه جي چوڻ جيترو ظلم ڪرڻو اٿن ڪري ونن ليڪن ظالم کي پنهنجو انجام به ياد رکڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو اها قدرتي ڳالهه آهي ته هر عمل جو هڪ رد عمل هوندو آهي ۽ پاڪستان خاص ڪري سنڌ ۾ رد عمل شروع ٿي چڪو آهي. جنهن جو ثبوت سنڌ جي جيلن ۾ قيدين تي تشدد جي انتها آهي ان کان وڌيڪ گلزار چنه ٻيو ڪري به ڇا ٿو ٿي سگهي. اڄ جهڙي طرح دنيا يزيد تي لعنت ٿي موڪلي اهڙي طرح دنيا گلزار چني جو نالو ڀڏندي ئي لعنت لعنت پڪارڻ لڳندي ڇاڪاڻ جو گلزار چنه درو حاضر جو يزيد آهي جنهن قيدين جو کاڌو پيتو بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ قيدي مرڻ گهڙي تائين بک هڙتال تي آهن.

منهنجي نظرئي جي مطابق رشوت کائڻ سخت گناهه آهي ليڪن قيدين کان رشوت وني کائڻ اهڙو ئي ڏوهه آهي جيترو ماءُ سان زنا ڪرڻ ڏوهه آهي ۽ هي قيدين کان رشوت ونڻ وارو ڏوهه گلزار چنه جهڙا جيل جا آفيسر روزانو ڪندا آهن اهڙن انسانن کي انسان چوڻ به انسانيت جي توهين آهي جيڪڏهن حڪومت وقت پنهنجي دشمنن کي نه سڃاتو جيڪي حڪومت مخالف مافيه سڏائيا آهن. جيڪي هر محڪمي ۾ موجود آهن ۽ اهو ئي حڪومت مخالف مافيا آهي جيڪا حڪومت جي سٺن ڪارنامن کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيندا آهن اها هڪ قسم جي سول نافرماني آهي ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته فوجي حڪومت جي سول انتظاميه تي گرفت ڪمزور ٿي وئي آهي جو جيل جو هڪ معمولي آفيسر پنهنجي حڪام بالا کي چئلينج ڏئي رهيو آهي ۽ اهو به برگيڊيئر جي رينڪ جي آفيسر کي اها

وڏي خوفائتي صورتحال آهي ۽ اها صورتحال ملڪ ۾ خانہ جنگ معني سول نافرماني جو هڪ قسم جو اشارو آهي جنهن جي ابتدا قيدين تي ظلم ڪرڻ ۽ ڪورٽن ۾ انصاف ۾ دير ڪرڻ جي ڪري اچ نہ تہ سڀاڻي ضرور ٿيندي. هي جيل جا آفيسر منافق ۽ گهٽيا درجي جا ماڻهو آهن. جيڪي ڪوڙ تي ڪوڙ ڳالهائي تہ قيدي جيل ٽوڙي ڀڄي ويندا ان ڪري جنهن جا هٿ پير ٻڌڻ ضروري آهي جيئن هو ڀڄي نہ سگهن. هي ڪوڙا ۽ منافق ماڻهو آهن جيڪي صرف ۽ صرف قيدين کان زبردستي رشوت وصول ڪرڻ لاءِ قيدين جا هٿ پير ٻڌي رهيا آهن ۽ انهن بدمعاشن جي ڪري معاشره ۾ جيڪا افراتفري پکڙجي ويئي آهي ان افراتفري هن ملڪ جون بنيادون لوڏي ڇڏيون آهن.

ايتري وڏي ظلم ۽ ستم جي باوجود جيڪڏهن گلزار چنہ کي حيدرآباد سينٽرل جيل جي سپرنٽينڊنٽ جي عهدي تان نہ هٽايو ويو تہ پوءِ ارباب اختيار اهو يقين رکن تہ اچ نہ تہ سڀاڻي انهن جي ڳچي ماپي ويندي ، خدا اهو وقت جلد آڻي جڏهن مقتول جي ايف آئي آر قاتل جي خلاف داخل ٿيندي پوءِ اهي ئي نعره لڳندا قاتلو جواب ڏيو قيدين جي خون جو حساب ڏيو.

**امان الله سومرو**

آرگنائيزر

قيدي بچايو فورم سنڌ

ميرپورخاص

# اڳهاڙن قيدين جي ريل گاڏي

## برگيڊيئر (ر) جناب نثار احمد مهر

### انسپيڪٽر جنرل جيل خانہ جات سنڌ جي نالي

جناب اعليٰ!

اوهان يقين ڪيو تہ جنهن ڏينهن فرج حڪومت جو ڪاروبار سنڀاليو هيو. اسان سڀ جو ساهہ ڪنيو هيو تہ سياسي شودن ۽ بدمعاشن کان تہ گهٽ ۾ گهٽ نجات تہ ملي ويندي ۽ ملڪ ۾ امن امان هوندو ۽ ماڻهن کي انصاف ملندو. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ فوجي حڪمرانن جي نيت صاف هئي ۽ هاڻي بہ آهي. مگر اسان جي ملڪ جي سرڪاري محڪمن ۾ هڪ حڪومت مخالف مافيہ آهي جيڪا هر اينڌڙ حڪومت کي بدنام ڪرڻ کان علاوه اهڙيون حرڪتون ۽ بدمعاشيون ڪندا آهن جو حڪومت کي ونن جي بجاءِ ڏيڍو پنجي ويندو آهي ۽ هڪ اهڙي ئي صورتحال ان حڪومت مخالف مافيہ جي سرغنہ گلزار چنہ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ پيدا ڪري ڇڏي آهي. جيڪا حڪومت لاءِ ڪنهن بہ وقت ذماڪيدار ثابت ٿي سگهي ٿي.

اچو تہ مان اوهان کي حڪومت مخالف مافيہ جي سرخيل گلزار چنہ جيڪو بدقسمتي سان سينٽرل جيل حيدرآباد جو داروغو آهي. جي ڪهاڻي اوهان کي ٻڌايان. هي جيل جو آفيسر ايترو تہ نيچ ۽ ڪم ظرف آهي جو

هن کي رڳو پئسا کپن. پر چاهي ان جي لاءِ قيدين جي کل ئي ڇو نه لاهڻي پوي.

مورخه 24-11-2000 تي جڏهن مان سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ ٻن قيدين عبدالستار ٻاهوٽو ۽ اصغر ناريجو سان ملڻ ويس ته ٿوري ئي دير ۾ ٻه نوان قيدي جيل ۾ آندا ويا. منهنجي سامهون انهن جي اهڙي ته درگت ناهي ويئي جو ڇا ٻڌايان ۽ ان کان پوءِ جيل جي اندر وٺي وڃي جيڪو هن تي ظلم ڪيو ويندو آهي ان کي ٻڌڻ تا چاهيو ته ٻڌو. جيل ۾ اندر وڃي ان غريب قيدي کي هڪ اهڙي گندي ۽ بدبودار ڪمري ۾ قيد ڪيو ويندو جتي هر قسم جا ڪيڙا مڪوڙا ۽ مڇر ان جي استقبال لاءِ تيار هوندا آهن اهڙو سلوڪ ته مهذب ملڪن ۾ جانورن سان ٻه ڪو نه ڪيو ويندو آهي. ان کان پوءِ جيل جا بدمعاش ۽ ڪمينا آفيسر اچي ان قيدي جي ماپ ۽ تور ڪندا آهن. اهڙي جيل جا بيغيرت عوام دشمن ڪمينا آفيسر ان غريب قيدي جو بکيو پيٽ ڏسڻ جي بدران ان جو کيسو ڏسندا آهن ۽ پوءِ ان قيدي کي ايترا ته سچ پترا هڻندا آهن جو هو پاڻ هي چوي ته قلم ۽ ڪاغذ کڻي اچو ته هو پنهنجي ماءُ پيءُ يا زال کي اهو خط لکي ڏئي ته ڪجهه به ڪيو پنهنجي عزت وڪڻو. عصمت فروشي ڪيو يا ورني ڏيءُ پيسڻ جو رکيل ڏاج وڪڻو پر هن کي پئسا موڪليو ته هو اهي پئسا جيل جي انهن بي غيرت. بي ايمان. بي شرم . وطن دشمن جيل آفيسرن کي پئسا ڏئي پنهنجي جان بچائي بي صورت ۾ هن جي لاش جيل جي ڪنهن ڪند پاسي ۾ پئي هوندي. ڇا اوهان اهڙن آفيسرن جا ڪمانڊر آهيو. جيڪڏهن اها اوهان جي ڪمانڊ آهي ته پوءِ ڪمانڊر جيل ۾ ڪيل ظلمن کان پاڻ کي پري نه ٿو ڪري سگهي ۽ غريب قيدين جي رت جي لڳل ڌٻن کان پاڻ کي بچائي نٿو سگهي. اوهان ايترا وسيع اختيارات جا مالڪ هئڻ جي باوجود قيدين تي ظلم بند نه تا ڪرائي سگهو ته پوءِ اوهان کي ان عهدي تي رهڻ

جو ڪو بہ حق نہ آهي. جڏهن تہ ان عهدي تي اوهان جو رهڻ ملڪ ۽ قوم سان غداري آهي.

جناب اعليٰ مون کي خبر پئي آهي تہ جيل جي آفيسرن اوهان کي يقين ڏياريو هيو تہ هو قيدين تي تشدد ۽ ظلم ڪو نہ ٿا ڪن ۽ نہ ئي انهن کي مارين ڪٽين ٿا. هي سڀ ڪوڙ ٿا ڳالهائين. هي ڪوڙا ڪذاب ۽ پليت آهن. انهن جي رڳ رڳ ۾ حرامي پڻ پريل آهي ۽ هي انسان جي شڪل ۾ خونخوار بگهڙ آهن ۽ اصل ۾ هنن بگهڙن کان قيدين کي بچائڻ ئي عين عبادت آهي. اڄو تہ مان اوهان کي گلزار چند جي خباثت کان آگاهہ ڪيان تازو مون کي قيدين ٻڌايو تہ گلزار چند ۽ ان جا حامي غندا جيل جا آفيسر رات جو ٽين وڳي جڏهن قيدي ستا پيا هيا. انهن کي ڏنڊا هٽي ننڊ مان اٿاري چانبهہ پنجاهہ قيدين جون سٿڻون لاهي انهن کي اگهاڙو ڪري انهن جي قميصن جا پلڙ هڪ ٻئي سان ٻڌي قيدين کي حڪم ڏنو تہ جهڙي طرح ريل گاڏي ڇڪ ڇڪ ڪندي آهي، اهڙي طرح هو بہ ائين ڪري سڄي جيل جو چڪر هڻن ۽ ان دوران هو گلزار چند زنده آباد جا نعرا بہ هڻن اوهان کي خبر آهي تہ پوءِ ڇا ٿيو جيڪو سر ڦريا ۽ باغي قيدي هيا انهن اتي بہ گلزار چند مرده آباد جا نعرا هنيا پوءِ جيڪو انهن تشدد ڪيو ويو جيڪڏهن ان جو چوٿون حصو بہ جانورن تي ڪيو وڃي تہ هو بہ معذور ٿي ويندو. اهڙا ڪيئي معذور قيدي جيل ۾ رڙيون ۽ دانهون ڪري رهيا آهن پر ڪو بہ ٻڌڻ وارو ڪو نہ آهي. ان جي باوجود چون ٿا تہ جيل ۾ قيدين تي ظلم ۽ ستم ڪو نہ ٿو ٿئي.

در اصل ڳالهہ اها آهي تہ اوهان فوج جا آفيسر آهيو ۽ جيتري قدر منهنجو خيال آهي ڇو جو مان بہ فوج ۾ رهيو آهيان. فوجي ماڻهو

انتهائي سادا مخلص ۽ محب وطن هوندا آهن ۽ هو انهن بدمعاشين کان جيڪي سول جا افيسر ڪندا آهن. انهن کان قطعي ناواقف آهن اهو ئي سبب آهي جو هو اوهان کي غلط رپورٽون ڏئي اوهان کي مس گائيڊ ڪري رهيا آهن مان تہ ائين چوندس تہ هو اوهان کي بيوقوف ناهي رهيا آهن ۽ اوهان جي سادگي ۽ بيوقوفي جو جيڪو خوفناڪ نتيجو نڪرندو اهو فوج جي کاتي ۾ لکيو ويندو. اوهان جي جاءِ تي ڪو بيو سول آفيسر هجي تہ هو ڪنهن بہ صورت ۾ جيل جي آفيسرن کي اهو خوني آپريشن ڪرڻ ڪو نہ ڏئي ها. جيڪو صرف ۽ صرف قيدين کان زبردستي رشوت وٺڻ لاءِ ڪيو ويو ۽ هن خوني آپريشن ۾ ڪيترائي قيدي مري ويا جنهن ۾ گل محمد شاهہ نالي قيدي سڌيون گوليون لڳڻ جي ڪري مري ويو آهي جيڪڏهن ان خون ناحق جي ايف آئي آر داخل ٿي تہ پوءِ ان ۾ اوهان جو نالو بہ ضرور لکيو ويندو. ڇاڪاڻ جو گلزار چنہ چوي ٿو تہ هي خوني آپريشن هن اوهان جي منظوري سان ڪيو آهي. ان جو مثال اهڙو آهي جو ڪوٽيو جيل نڪتو ڪوئو. ڪيترا ئي قيدي مارجي ويا مليو ڇا ڏيڍ پاءُ چرس ۽ ٿوري هيروئن تہ پوءِ اوهان جي اطلاع لاءِ عرض آهي تہ چرس ۽ هيروئن ۽ عياشيون جنهن کي ختم ڪرڻ لاءِ اهو خوني سرچ آپريشن ڪيو ويو هو آهي عياشيون جيل ۾ هاڻي اهو ڪري رهيو آهي. جنهن وٽ پئسو آهي. اهو ئي گلزار چنہ ۽ ان جا پاليل بدمعاش جيل وارڊن پاڻ پنهنجي هٿن سان منشيات وڪڻي رهيا آهن. جيڪڏهن اوهان کي ان ڳالهہ جي خبر نہ آهي تہ پوءِ اسان دعوي سان چئي ٿا سگهون تہ اوهان نہ صرف ناڪام فوجي آفيسر بلڪ سول انتظاميہ هلائڻ جا بہ اهل نہ آهيو.

جناب اعليٰ: آخر ۾ مان اوهان کي عرض ڪندو هلان ته هڪ قيدي جي پوين هڪ پورو ڪنبو هوندو آهي ۽ اسان جي ملڪ ۾ هڪ ڪنبي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ماڻهون هوندا آهن. سنڌ جي جيلن ۾ هزارين قيدي بند آهن. جن تي بي انتها تشدد ٿي رهيو آهي ۽ ان تشدد جي تپش کي قيدين جا مائٽ ٻاهر محسوس ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن خدانخواسته ان تپش باهه جي شڪل اختيار ڪئي ته پوءِ سڀ ڪجهه سڙي ڀسم ٿي ويندو ۽ ملڪ رک جو ڍير ٿي ويندو جنهن ۾ سوين ماڻهن جون قبرون ته هونديون ئي هونديون پر انهن خبرن ۾ فوجي حڪومت به دفن ٿي ويندي ڇاڪاڻ جو ڪافرن جي حڪومت ته هلي ٿي سگهي پر ظالمن جي حڪومت هلي نه سگهندي اهي. ان ڪري مان اوهان کي تنبيهه ٿو ڪريان ته پهرين فرصت گلزار چني جهڙي ظالم کي ڪيف ڪردار تي پهچائي. ٻي صورت ۾ فوج ۽ فوجي حڪومت کي بنگلاديش جهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي ڇو جو اڄ تائين دنيا ۾ اهڙي فوج ڪو نه ٿي آهي جيڪا پنهنجي هن قوم کي شڪست ڏئي سگهي. ان لاءِ جيڪڏهن اوهان ملڪ ۽ قوم جا خيرخواهه آهيو ته جيلن جي سرچ آپريشن جي نالي قيدين تي تشدد بند ڪيو وڃي ۽ انهن کي انسان سمجهي ان جو خيال رکو ان ۾ ئي فوج ۽ فوجي حڪومت جي ڀلائي آهي. ٻي صورت ۾ قيدين جون بددعائون فوجي حڪومت جو ٻيڙو غرق ڪري ڇڏينديون.

منجانب

امان الله سومرو

هڪ سوال

# سنڌ جي جيلن مان لاش نڪرڻ ڪڏهن بند ٿيندا؟

در اصل ڳالهہ اها آهي تہ سنڌي قوم دنيا جي واحد قوم آهي جنهن جو ڪو بہ همدرد يا خير خواهہ نہ آهي. چاهي ڪاروباري هجي يا سرڪاري اهو سنڌ ۾ داخل ٿيڻ وقت اهو ئي سوچيندو آهي تہ هو جيترا ڏينهن سنڌ ۾ آهي، هو پئسن ڪمائڻ جي هڪ مشين آهي ۽ سنڌ جو غريب عوام ان مشين جو ڪاچ آهي. اهو ئي سبب آهي جو دنيا جي ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۾ بي انصافيون چوريون، ڌاڙا، اغوا ۽ جيلن ۾ قيدين تي تشدد ۽ ٻيون سماجي برايون عروج تي آهن.

سنڌ جي شهرين سان ٻاهر جيڪو سلوڪ ڪيو ٿو وڃي اهڙو سلوڪ ترقي يافتہ ملڪن ۾ جانورن سان بہ ڪو نہ ڪيو ويندو آهي، ٻئي طرف جيلن ۾ قيدين کي ڪيڙو مڪوڙو سمجهي ايترو تہ بي پناهہ ظلم ڪيو ويندو آهي. جو ٻڌي لنگ ئي ڪانڊارجي ويندا آهن ۽ خوف جي ڪري هي ملڪ ڇڏي ٻئي وڃڻ لاءِ دل چوندي آهي. مگر ٻئي وڃون تہ ڪاڏي وڃون.

جيئن تہ مان وڏو عرصو جيلن ۾ رهيو آهيان ۽ مون پنهنجي گنهگار اکين سان قيدين تي تشدد ٿيندي ڏٺو آهي ۽ هنن کي جيلن ۾ ڪوڙا لڳندي ڏٺو آهي. مون پاڻ بہ تمام تشدد سٺو آهي ۽ مون تي پوليس

ايترو نہ ظلم ڪيو آهي جو اهو مون کان وسري ئي ڪو نہ ٿو ۽ اهو تشدد جيڪو مون تي ٿيو آهي اهو مون کي چڱي طرح ياد آهي اهو ئي سبب آهي جو اڄ مان قيدين تي ٿيندڙ ظلمن جي خلاف قيدين جي حمايت ۾ پمفليٽ لکڻ کان علاوه ميرپورخاص ۽ حيدرآباد ۾ قيدين جي حمايت ۾ انهن تي تشدد بند ڪرڻ ۽ ڪيسن جا فيصلا جلد ڪرڻ لاءِ مظاهرا ڪري راءِ عامہ کي هموار ڪري انهن کي قيدين جي مسئلي کان آگاهہ ڪري رهيو آهيان.

مون کي خبر آهي تہ قيدين جي حمايت ڪرڻ جي ڪري مون کي وڏيون تڪليفون سهڻيون پونديون. اهي تڪليفون سهڻ هي اصل ۾ مردانگي آهي مان سنڌ جي بين نڙڪو سياستدانن وانگر زباني جمع خرچ ڪو نہ ڪندو آهيان ۽ غريبن جي حمايت ڪرڻ لاءِ پنهنجي جان ۽ مال جي پرواهہ ڪونہ ڪندو آهيان. مان ڪو معمولي ماڻهون ڪو نہ آهيان منهنجو پنهنجو ايترو تہ وسيع ڪاروبار آهي جو جيڪڏهن مان غريبن جي حمايت ڪرڻ بند ڪيان ۽ ظالمن ۽ غنڊن جي مخالفت بند ڪري رڳو پنهنجو ڪاروبار ڪيان تہ پوءِ منهنجو ڪاروبار اهو آهي تہ مون وٽ هڪ آفيس آهي جنهن ۾ بہ جديد ليزر ڪمپيوٽرس کان علاوه هر قسم جا فارم، اسٽامپ کان علاوه مان گذريل ويهن سالن کان نوٽري پبلڪ ۽ اوٿ ڪمشنر ايڊووڪيٽ پڻ آهيان ان کان علاوه عوام جي بي پناهہ حمايت جي ڪري مون کي اعزازي طور بلديہ جي ٽاسڪ فورس جو چيئرمين پڻ مقرر ڪيو ويو هو. ان کان علاوه مان جائيداد جي وڪري ۽ بين هر قسم جي دستاويزن قسم نامن ۽ قبوليت نامہ لکڻ جو اهڙو تہ ماهر آهيان جو جيڪڏهن مان پنهنجي آفيس ۾ ويهي رڳو پنهنجو ڌنڌو ڪيان تہ مان روزانہ آرام سان بہ هزار روپيہ ڪمائي ٿو سگهان. يعني هر ماهہ سٺ هزار

روپيہ پوءِ بہ اوهان ڏسو تہ مان گوتم ٻڌ وانگر پنهنجو سک ۽ چين ڦٽائي بقول پنهنجي ساٿي وڪيل عزت ماب امام علي ميمڻ صاحب جي تہ مان خوشحال هئڻ جي باوجود ڏکن کي دعوت ڏئي رهيو اهيان. اها وڏي ۽ اهي ئي اهي قيمتي لفظ آهن جيڪي منهنجي لاءِ باعث فخر آهن ۽ عزت ماب ظهور احمد بلوچ ايڊووڪيٽ جي بقول تہ هو منهنجي حفاظت ڪندا ۽ ان صاحب جا اهي مفڪرانہ ۽ مدبرانہ لفظ تہ خدا منهنجي مدد ڪري رهيو آهي. ان ڳالهہ جو ثبوت آهني تہ مان حق تي آهيان ۽ حق جي جدوجهد ڪري رهيو آهيان ۽ انهن غريب قيدين جا حق گهري رهيو آهيان. جتي جيلن ۾ غريب قيدين جي ڪو بہ ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهي. اڄ ڪلهہ جيلن ۾ جيڪي قيدين جون بي جان لاشون پيون آهن. انهن کي ڳجهن جي اڳيان ڦٽو ڪرڻ لاءِ موجوده دور جي حڪومت ۾ بين قيدين کي ڊيڄارڻ لاءِ هڪ ستر سالن جي جهور پوڙهي کي ڦاسي ڏيڻ ان ڳالهہ جي پڪي شاهدي آهي تہ اسان هوش ۽ حواس وڃائي چڪا آهيون. جڏهن تہ قانون جي مطابق سٺ سالن کان وڏي ڄمار جي ماڻهو کي ڦاسي نہ ڏيڻي آهي ۽ اهڙو مطالبو لا فائونڊيشن بہ ڪيو هو تہ پوءِ جيل جي سپرنٽينڊنٽ نعيم مرزا کي اهو ڦاسي جو ليور ڇڪڻ جو ڪنهن حڪم ڏنو هو. ان کي ياد رکڻ گهرجي تہ ستر سالن جي جهور پوڙهي ڦاسي جي تختي تي چڙهڻ مهل جيڪي لفظ چيا هيا جي اهي ٻڌڻ چاهيو ٿا تہ ٻڌو ان مقتول چيو تہ هن کي ڪجهہ بہ نہ چوڻو آهي اوهان کي جيڪي وڻي سو ڪيو.

هي ڪيڏي نہ وڏي زيادتي ۽ ڪيڏو نہ وڏو ظلم آهي جو هڪ انسان کي هڪ ننڍي بدبودار کولي ۾ اڍائي هزار ڏينهن لڳ ڀڳ ستن سالن تائين ڏينهن ۽ رات بند ڪري هن کي سج جي روشني ۽ آسمان جي

نظاري جهڙي نعمت کان محروم رکي هڪ ڏينهن صبح جو ننڊ مان اٿاري ان کي چئو ته ان کي هاڻي ڦاسي ڏني ويندي ۽ پوءِ ان کان ئي پڇيو وڃي ته ها ڇا ٿو چوڻ چاهي. سزائي موت جي قيدين کان اها ڳالهه پڇڻ وارن سنڌ جي جيلن ۾ هڪ فوجي برگيڊيئر جي نگراني ۾ قيدين جو قتل عام شروع ڪري ڏنو آهي اوهان اخبارون ڪڍي ڏسو ته اڄ سکر جيل مان قيدي جي لاش نڪري رهي آهي ته ٻئي وري حيدرآباد سينٽرل جيل مان ٻي قيدي جي لاش نڪري رهي آهي ته وري ٽي ڏينهن سينٽرل جيل ڪراچي مان ٽئين قيدي جي لاش نڪري رهي آهي ته وري چوٿين ڏينهن لاڙڪاڻي جي جيل مان مقصد اهو آهي ته هاڻي سنڌ جي جيلن مان قيد انسانن جون لاش نڪرڻ موجوده فوجي حڪومت لاءِ سٺو سنئوڻ نه آهي. ڇاڪاڻ جو هن وقت ملڪ ۾ رائج قانون جي تحت سزائي موت يعني خون جي ڪيس جو خاتمو متاثر ڌرين جي رضامندي جنهن ۾ خون بها ۽ معافي به شامل آهن ٻئي ڳالهيون ڪنهن به وقت ٿي ٿيون سگهن ۽ متاثر ڌر ٻي ڌر کي ڪنهن به وقت قصاص ونې خون معاف ڪري سگهي ٿي. لهذا ان صورت ۾ قانون جي حساب سان سزائي موت ختم سمجهي ويندي پوءِ به ڦاسي جي سزا تي عمل درآمد جا سبب اڳتي هلي سنڌ کي پاڪستان کان ڌار ڪرڻ جا سبب ي سگهن ٿا. ان ڪري جيڪڏهن موجوده فوجي حڪومت پاڪستان سان اقعي پيار ٿي ڪري ته سنڌ جي سيني جيلن ۾ سزائي موت جي سيني بديں جون سزائي موت کي عمر قيد ۾ تبديل ڪيو وڃي. جيئن هو تتولين جي وارثن کان خون معاف ڪرائي يا خون بها ڏئي جيلن مان آزاد ي سگهن. جيڪڏهن موجوده حڪومت هنن سزائي موت جي قيدين جي مسئلي تي ڌيان نه ڏنو ۽ انهن کي موجوده صورتحال ۾ رکيو ويو ته پوءِ

موجوده حڪومت جي ارباب اختيار ڪي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي زيادتي ٿيندي جو هڪ انسان کي پکي وانگر سالن جا سال پنجري ۾ بند ڪري آخر ۾ ڪاوڙ اچڻ تي ان کي ٻاهر ڪڍي ان جي ڳچي مروڙي وجي اها سٺي ڳالهه نه آهي.

اسان آخر ۾ فوجي حڪومت کي گذارش ڪنداسين ته هو فوري طور تي موجوده انسپيڪٽر جيل خانه جات جو هڪ رٽائرڊ فوجي برگيڊيئر آهي جنهن جو نالو نثار احمد مهر آهي. ان کي فورا هٽائي سنڌ پوليس جي ڪنهن ايماندار آفيسر جنهن ۾ ايس ايس پي غلام نبي ميمڻ ايس ايس پي ڊاڪٽر امير احمد شيخ، ايس ايس پي بشير احمد ميمڻ، ايس ايس پي ثناءُ الله عباسي جهڙن شريف ايماندار ۽ عوام دوست آفيسرن مان ڪنهن هڪ کي انسپيڪٽر جنرل آف پرزنس مقرر ڪيو وڃي. جيئن سنڌ جي جيلن مان غريب سنڌي قيدين جا لاش نڪرڻ بند ٿين ٻي صورت ۾ موجوده فوجي حڪومت کي اهو ياد رکڻ گهرجي ته جيلن مان قيدين جي لاشن نڪرڻ جو سلسلو بند نه ٿيو ته پوءِ سنڌ ۾ اهڙي تباهي ايندي جو پوءِ اسان جي داستان به نه هوندي داستانن ۾.

امان الله سومرو

آرگنائيزر

قيدي بچاءُ فورم سنڌ

# مظلوم قيدين کي انصاف ڪڏهن ملندو

سنڌ جي جيلن ۾ خصوصاً سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ هڪ ڪوڙ ڪلهه درجي جو ٻن ٽڪن جو نوڪر جنهن جو نالو گلزار چنه آهي جهڙي طرح انساني حقن جي پائمالي ڪري رهيو آهي ۽ انهن انسانن تي جيڪي قيدي ڪري سڏيا ويندا آهن انهن تي بي پناهه تشدد ڪري رهيو آهي. اڄ مورخه 02-11-2000 تي هڪ قيدي جنهن جو نالو منصور سومرو هيو ان ٻڌايو ته جنهن گلزار چنه ان کي زوري ننڍ مان اٿاري سينٽرل جيل حيدرآباد مان لانڍي جيل منتقل ڪيو هيو ته ان وقت گلزار چنه ۽ ان جي پاليل غنڊن ايترو ته تشدد ڪيو هيو جو هو اهو ٻڌائي نه ٿو سگهي. جڏهن هو لانڍي جيل پهتو هو ته ان جلاد گلزار چنه جي هڪ دوست جيلر نصرت منگهڻ هن کي ماڙي ۾ اگهاڙو ڪري ماريندي ڪٽيندي بند وارڊ ڪري ڇڏيو هو. جتي جيل ۾ ان منصور سومري نالي قيدي ٻڌايو ته نصرت منگهڻ هن کي تيز چاقو سان هن جي پيٽ تي چير ڏنا. هيا جيڪي لڳل چير هن قيدي مون کي ڏيکاريا هيا. اتي ئي بي قيدي ٻڌايو ته گلزار چنه موجوده فوجي انسپيڪٽر جنرل آف جيل نثار احمد مهر جو خاص ماڻهون آهي ۽ جيئن گلزار چنه چوندو آهي نثار احمد مهر ائين ئي ڪندو آهي. ان قيدي ٻڌايو ته چار قيدي جيل مان گم آهن ۽ انهن گمشده قيدين جي مائٽن کي مون عدالت جي احاطي ۾ ناهيل جڊيشل لاڪپ جي ٻاهران روئيندي ڏانهون ڪندي ڏٺو ۽ انهن جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هيا. اڄ پنهنجي وطن عزيز ۾ قيدين جا مائٽ پنهنجي عزيز قيدين سان ائين ملي رهيا آهن.

جهڙي طرح جنگ جي حالت ۾ قيدين جا مائٽ خاردار تارن جي پويان ملندا آهن اڄ اهڙي پيانڪ ۽ خوفناڪ صورتحال هڪ بدمعاش جيلر سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ پيدا ڪري فوجي حڪومت جي هڪ اهڙي چوواتي تي اچي بيهاريو آهي. جو جيڪڏهن فوج جو مقرر ڪيل فوجي بريگيڊيئر هن ظالم جيلر گلزار چنه کي هٽائي نه ٿو سگهي ته پوءِ عوام اهو سمجهڻ ۾ حق بجانب هوندا ته هاڻي تمام ادارا خودمختيار ۽ آزاد ٿي ويا آهن ان جو مطلب اهو آهي ته هاڻي ڪا به ڪنٽرولنگ اٿارٽي ڪو نه رهي آهي جنهن کي جيئن وڻي ڪري ۽ اها نشاني ان سماجي مرضن جي نشاني آهي. جنهن جي بيماري جو علاج صرف ۽ صرف سول نافرماني عرف خانه جنگي آهي.

اچو ته ڏسون ته آخر ان ظلم جي انتها ڪهڙي ٿيندي ڇو جو هر ظلم ۽ بدمعاشي جي هڪ حد هوندي آهي اچو ته مان اوهان کي ٻڌايان ته قيدي ويچارو ڪيڏو نه مجبور هوندو آهي. اڄ هڪ قيدي جنهن جو نالو عبدالستار باهوٽو آهي. مان جڏهن ان جي ڪيس جي باري ۾ ڪورٽ مان پڇا ڪرڻ ويس ته اتي ڪورٽ جي پيشڪار ٻڌايو ته اڄ معزز عدالت جي جج صاحب موڪل تي آهي. جڏهن ته ان غريب قيدي جي پهرين پيشي تي ان جي وڪيل جيڪو منهنجي خيال ۾ ڪنهن زماني ۾ جيل ۾ هيو ان ڪورٽ ۾ درخواست ڏني ته ان جي ڏاڏي فوت ٿي ويئي آهي. لهذا هو ان تاريخ 18-11-2000 تي عدالت ۾ عبدالستار باهوٽي جي ڪيس جي سلسلي ۾ پيش ٿي نه ٿو سگهي. نيڪ 12 ڏينهن ڪان پوءِ معزز عدالت جي جج صاحب جو ڪو عزيز فوت ٿي ويو آهي لهذا هو موڪل تي آهي. اسان کي وڪيل ۽ جج صاحب جي عزيزن جي وفات تي سخت ڏک آهي پر اهو

ڪتان جو انصاف آهي جو وڪيل ان غريب قيدي ڪان ڪيس وڙهڻ جي پنجويهه هزار روپيه في وٺي ڪيس جي وڙهڻ کان ڪنهن بہ ڪئي ان جا ان وڪيل جي حق ۾ هٿ کڻي وجي ۽ پنهنجي جاء تي قيدي عبدالستار باهوٽي جو ڪيس وڙهڻ لاء ٻيو وڪيل مقرر ڪرڻ بہ قيدي سان هڪ قسم جي بدديانتي آهي ڇاڪاڻ جو وڪيل ان ڪيس وڙهڻ جي في ورتي آهي ۽ وڪيل هي ڪيس ڇو نہ ٿو وڙهي ان لاء تہ هن ان قيدي کان پنجويهه هزار روپيا اڳواٽ في ورتي آهي ۽ وڪيل جي سستي جي ڪري عبدالستار باهوٽو ٻن سالن کان جيل ۾ آهي جڏهن تہ خوني ۽ قاتل جي ضمانت بہ ٻن سالن ۾ ٿي ويندي آهي تہ پوء وڪيل قيدي عبدالستار باهوٽي جي ضمانت ڇو نہ ٿو ڪرائي ڇا هن کي وڏيڪ رقم گهرجي. مان اوهان کي وڪيل ۽ قيدي عبدالستار باهوٽي جي درميان ٿيل ٽيليفون تي ٿيل گفتگو جيڪا هن ڪراچي جي اسپتال مان ڪئي مان ان ڪري ٻڌائڻ نہ ٿو چاهيان ڇو جو ان جي لکڻ سان ادب جي بي ادبي ٿيندي ۽ جيئن تہ مان هڪ پڙهيل لکيل شريف انسان آهيان. اهڙي ئي هڪ شڪايت موں کي هڪ ٻي قيدي جي عزيز ڪئي تہ هن پنهنجي پٽ ضمانت ڪرائڻ لاء وڪيل کي اٺ هزار روپيا ڏنا آهن ڇا ضمانت قيدي جو حق نہ آهي ڇا ڪورٽ قيدي جي ضمانت ڪڻڻ جي پابند نہ آهي جڏهن خون جي ڪيسن جي ضمانت ٿي ٿي سگهي تہ پوء عام ڏوهن جي بہ ضمانت ٿي ٿي سگهي. هلو جيڪڏهن ضمانت نہ ٿي سگهي تہ پوء ان ڏوهہ جنهن جي سزا وڌ ۾ وڌ بہ يا ٽي سال آهي اهو قيدي ڏهن سالن کان جيل ۾ ڇو رکيو ويو آهي. ان جو ذميدار ڪير آهي. ان سوال جو جواب وڪيل ۽ جج ٻنهي کي ڏيڻو پوندو ڇاڪاڻ جو وڪيل ۽ جج عدليہ جا بہ ٿنڀا آهن جيڪڏهن هڪ بہ ٿنڀو ڪمزور ٿي ويو تہ

سائيڪل ڪو نہ هلندي هن وقت ڪجهہ اهڙي ئي صورتحال بار ۽ ٻينچ جي
آهي. ٻئي هڪ ئي ٻيڙي ۾ سوار آهن.

مون کي اها چڱي طرح خبر آهي تہ منهنجي انهن لکڻين جو ڪو
نتيجو نہ نڪرندو. اڄ جڏهن مان هاءِ ڪورٽ ۾ هڪ ڪورٽ مخالف مافيہ
جي هڪ رڪن جا اهي لفظ ٻڌا تہ مان گلزار چني کي بليڪ ميل ڪري
رهيو آهيان. مون کان رهيو نہ ٿيو مون ڪاوڙ ۾ اچي هن کي گهٽ وڌ
ڳالهايو جيڪو مون کي ڳالهائڻ نہ کپندو هيو ڇاڪاڻ جو مفڪرن ۽
دانشورن کي ڪڏهن چريو تہ ڪڏهن بليڪ ميلر جي خطاب سان نوازيو
ويندو آهي. ماٿهون منهنجي تحريرن کان ڊڄندا آهن تہ جج مون کي جيل
موڪلي ڇڏيندا. جيڪڏهن مان جيلن کان ڊڄان هان تہ هي تحريرون لکان
ئي ڪو نہ ها ڇاڪاڻ جو هاڻي قوم کي خوشامدي نہ بلڪ مزاحمتي ادب
جي ضرورت آهي ۽ منهنجي خيال ۾ هن وقت ايماندار ۽ شريف ماڻهن لاءِ
جيل بهترين جاءِ آهي ۽ مان جيل کان ان ڪري ڪو نہ ڊڄندو آهيان جو
مون کي حيدرآباد کان علاوه سنڌ جي ٻين علائقن جي شريف محب الوطن
عوام دوست وڪيلن ۽ عوام جي مڪمل حمائت حاصل آهي ڇاڪاڻ جو
مان بار ۽ ٻينچ جي وقار جي بلندي جي لاءِ ڪوشان آهيان.

اوهان دعا ڪيو تہ اسان ڪامياب ٿيون ۽ غريب قيدين کي گلزار
چنہ جهڙي جلاد کان ڇڏائي انصاف ڏيارئون.

**امان الله سومرو**

آرڪنائيزر

# خدا کي ڇا جواب ڏيندين؟

## چيف جسٽس سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جي نالي

جناب اعليٰ

عرض آهي تہ پاڪستان اسلامي ملڪ آهي ۽ خدا جي فضل سان پاڪستان ۾ اڪثريت مسلمانن جي آهي جن جو مذهب اسلام آهي. اسلام ڇا آهي. در اصل مذهب اسلام جو سڄو دارومدار عدل ۽ انصاف تي رکيل آهي ان ڪري ئي اسلام ۾ عدل ۽ انصاف کي عام معاملات کان اوليت ڏني وئي آهي. ليڪن اسان جي بدقسمتي اها آهي تہ مملڪت خداداد پاڪستان ۾ انصاف جو ٻٽو معيار قائم ڪيو ويو آهي جو غريب ماڻهون تہ سالن کان انصاف لاءِ رلي رهيا آهن تہ وري صاحب ثروت ۽ مالدار ماڻهن جا ڪيس خصوصي ڪورٽن ۾ موڪلي انهن جي ڪيسن جو فيصلو چند مهينن ۾ ڪيو ٿو وڃي. جڏهن تہ عدالت عدالت هوندي آهي. خاص ۽ عام عدالت جو تصور ئي ڀهرين عدالتي بدديانتي ۽ بي انصافي آهي جنهن ۾ هڪ غريب ماڻهو تہ سالن کان جيلن ۾ پيا آهن ۽ حد تہ اها آهي تہ جنهن ڏوهہ ۾ هن کي جيل ۾ وڌو ويو آهي ان ڏوهہ جي سزا کان وڌيڪ عرصو هو جيل ۾ رهي چڪو آهي اڄ مورخہ 07-12-2000 تي جڏهن مان سيشن ڪورٽ ۾ زير سماعت قيدين هر هڪ نظر محمد ولد بهاءالدين جيڪو پنڄن سالن کان جيل ۾ بند آهي ۽ غلام شبير ولد سردار محمد ان کي جيل ۾ بنا ڪيس هلائڻ جي ست سال ٿي ويا آهن ۽ محمد حسن ولد چراغ الدين پٽي کي بہ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ ست سال ٿي ويا آهن ان

کان علاوه شامون ۽ پانچو ڪولبي کي بہ جيل ۾ چار سال تي ويا آهن ۽ ان کان علاوه ڪيترا اهڙا ئي قيدي آهن جيڪي ٻارنهن سالن کان جيلن ۾ بند آهن. انهن کي جيلن ۾ ايترو عرصو چو رکيو ويو آهي. انهن کي جيلن ۾ ان لاء عدالتن طرفان بطور امانت رکرايا ويا آهن جو انهن تي ڪورٽن ۾ ڪيس هلندڙ آهن. چو جو ائين ٿي سگهي ٿو تہ اهي قيدي بيگناهه هجن ۽ پوليس ظلم ڪري انهن کي ڪورٽن ۾ چالان ڪيو آهي جيئن انصاف ٿي سگهي.

جناب اعليٰ

عرض تہ بين محڪمن وانگر عدليہ کي بہ رشوت اڏهي وانگر کائي چٽ ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪورٽن ۾ رڳو خالي الماريون آهن جنهن ۾ پراڻي فائيلن جا ڍير آهن جن کي صبح جو عدالت جا پٽيوالا اچي چنڊيندا آهن ۽ جج صاحبان جي حالت اهڙي ٿي وئي آهي جو هو قيدين جو منهن ڏسڻ بہ نہ ٿا چاهين ۽ هو قيدين کان نفرت ڪندا آهن اهو ئي سبب آهي جو ستن سالن کان قيدين کي ڪورٽن ۾ پيش ڪرڻ کانسواء اڳي مهيني جي تاريخ ڏني ويندي آهي ۽ اهو سلسلو تمام وڌي ويو آهي ۽ عدالتي ديگهہ قيدين کي ميراثي ڇڏيو آهي هڪ پاسي عدالتي بي انصافي تہ وري ٻئي طرف جيل جي آفيسرن جا ظلم انهن ٻنهين ڳالهين جي ڪري قيدين ۾ سخت بي چيني پکڙجي وئي آهي. مون کي خوف ٿو لڳي تہ خدا اهو وقت نہ آڻي جو اهي ماڻهو جن کي ڏوهاري ۽ الائي ڇا ڇا چيو ويندو آهي اهڙو قدم کڻن تي مجبور ٿي ويندا جو جيلن سان گڏوگڏ عدالتي نظام کي بہ ساڙي رک ڪري ڇڏيندا. ڇاڪاڻ جو هن وقت قيدين جي جان خطري ۾ آهي ڇو جو هڪ طرف جيلن جي رشوت خور جلاد آفيسرن جي جانبداري ۾

پسجي رهيا آهن ته ٻوري ٻي طرف رشوت جو مرڪز بڻيل عدالتي نظام ۾ پنهنجو وجود تلاش ڪري رهيا آهن حالتون ايتريون ته سنگين ٿي ويون آهن جو اٽارني جنرل جو اهو بيان ته هو ڪورٽن مان رشوت ختم نه ٿا ڪرائي سگهن. ان ڳالهه جو چٽو ثبوت آهي ته ڪورٽون مفلوج ٿي چڪيون آهن ۽ هي عدالتي ڪارروايون هڪ ڍونگ آهي. امن پسند ۽ شريف شهري مجبوراً ڪورٽن ۾ ان لاءِ ٿا اچن ته جيئن ملڪ ۾ جهنگ جو قانون رائج نه ٿي وڃي ۽ هر هنڌ ديوا جون عدالتون نه کلي وڃن.

جناب چيف جسٽس صاحب. اسان جي شهر ميرپورخاص جو سيشن جج جنهن جو نالو عبدالرحمان شيخ آهي انتهائي رشوت خور جج آهي ۽ هن جي رشوت خوري جي انتها اها آهي جو هو پنهنجي ماتحت ججن کي به مجبور ڪندو آهي ته هو ان کي پئتو ڏين. هي جج ته قيدين جا ڪيس هلائڻ جو بلڪل هي اهل نه آهي اهو ئي سبب آهي جو قيدي دانهون ڪري رهيا آهن ته انهن کي ڪورٽن ۾ پيش نه ٿو ڪيو وڃي ۽ ڪورٽن جا جج انهن جي فرياد ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهن انهن کي جيل مان ڪورٽ ۽ ڪورٽ مان جيل مان صرف ٻاهرين ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ آندو ٿو وڃي ۽ پيهر جيل جي منحوس بدبودار ڪولين ۾ واپس موڪليو ويندو آهي جتي قيدين سان جانورن کان به بدتر سلوڪ ڪيو ويندو آهي.

جناب اعليٰ قيدين جي ڪيسن جي فيصلن ۾ دير ڪرڻ جا سنوان سڌا ذميوار جج آهن ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته* اسان جي ملڪ جي ڪورٽن ۾ معزز ايماندار ۽ محب وطن جج به آهن مگر بدديانت ڪم چور ۽ نااهل ججن جي ڪري اڄ جج جي حڪم تي هڪ معمولي صوبيدار به ڪورٽ ۾ پيش نه ٿو ٿئي جو هاءِ ڪورٽ جي ججن کي ڪورٽ ۾ دانهون

ڪرنيون پيون ته اڳتي جيڪڏهن ڪو به پوليس آفيسر ڪورٽ جي گهرائڻ تي ڪورٽ ۾ پيش نه ٿيو ته ان کي هتڪڙيون هڻائي عدالت ۾ گهرايو ويندو ليڪن اها هتڪڙي لڳائيندو ڪير. مان دعوي سان چوان ٿو ته جيڪڏهن جج ايمانداري سان ڪيس هلائڻ چاهين ته شاهدن ۽ مسيرن جي پيش نه ٿيڻ جو ڪو به سبب نه آهي. مگر هڪ معمولي درخواست تي ڪيس جي پيشي بغير ڪيس هلائڻ جي ٻي مهيني تائين ملتوي ڪرڻ وارو عمل اينترو ته خطرناڪ آهي جو ان جي نتيجي ۾ وڏي تباهي اچي ويندي ۽ اهو ڏينهن پري نه آهي جڏهن انهن انسانن جن کي قيدي سڏيو ويندو آهي. جن سان ٻي جا ظلم ۽ ستم روا رکيو ويو آهي ان جو جيڪو به ذميوار هوندو ان کي اها ڳالهه چٽي طرح ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته ان کي قيدين کي جيل ۾ رکڻ جي هڪ هڪ ڏينهن جو حساب ڏيڻو پوندو. ڇاڪاڻ جو اسلام ۾ بي انصافي جي گنجائش نه آهي ڇو جو اسلام جي معني ئي انصاف آهي.

جناب چيف جسٽس صاحب. اسان جي ملڪ جي ججن کي اهو وسارڻ نه گهرجي ته ڏوهه ناانصافي جي پيٽ مان جنم وٺندو آهي ته پوء مان اهو ضرور چوندس ته اسان جي ملڪ ۾ ڏوهن جا اصل ۾ ذميدار اهي بدديانت ۽ رشوت خور جج آهن. جيڪي ڇاڻي واڻي ڪيسن کي اينترو ته اينگهائين ٿا جو ڪيس پنهنجي اهميت هي وڃائي ڇڏيندو آهي جنهن جي زنده مثال هڪ قيدي جا اهي لفظ آهن ته جنهن ڏوهه ۾ هن کي جيل موڪليو ويو آهي ان ڏوهه جي سزا ست سال آهي ۽ هو اها سزا بغير ڪنهن ڪيس هلائڻ جي پوڳي چڪو آهي ته پوء هن کي ڪورٽ ۾ صرف ان لاء پيش ڪيو ٿو وڃي جيئن دنيا کي ڏيکاري سگهجي ته پاڪستان ۾

ڪورٽون موجود آهن. هاڻي اوهان ئي فيصلو ڪيو ته جيڪو قيدي اهڙيون ڳالهيون ٿو ڪري ان کي ڇوءِ ٻه رها نه ڪيو ويو ۽ ڇوءِ جيڪڏهن هو جيئرو رهيو ۽ سزا ڪٽي جيل ڪان ٻاهر نڪتو ته ڇوءِ هو سماج لاءِ ڪيترو ڪارآمد ثابت ٿيندو ان جو جواب اوهان کي هن دنيا ۾ ئي ڏيڻو پوندو ۽ وهان کي ٻڌائڻو پوندو ته ان بي انصافي جو ذميوار ڪير آهي جيڪڏهن وهان کي ان ڳالهه جي خبر نه هجي ته ڇوءِ اوهان جي خدمت ۾ عرض آهي ته ان بي انصافي جا ذميدار رشوت خور ۽ ڪرپٽ جج آهن.

اڄ قيدي جيلن ۾ رت جا ڳوڙها وهائي رهيا آهن. جتي رڳو 9 روپيه روزانه ڏئي ان کي موچڙا هٽي ڇيو ٿو وڃي ته ان 9 روپيه تي گذر سفر ڪيو اوهان ئي ٻڌايو ته 9 روپيه مان ماڻهو ڇا کائيندو ۽ ڇا پيئندو ته وري ٻي طرف قيدين جا مائٽ روئي رهيا آهن، ڇاڪاڻ جو هو جيلن ۾ پنهنجن ٽن مائٽن کي جيئرو رکڻ لاءِ پنهنجي اڌ ڪان وڌيڪ ڪمائي جيل جي فيسرن کي بطور رشوت ڏيو اڄن اهڙي طرح هو صرف ۽ صرف ڪيسن ي فيصلن ۽ غير ضروري اينگهه ۽ ججن جي بدديانتي جي ڪري فاقه ڪشي جو شڪار آهن اهڙي طرح هزارين قيدي ۽ انهن جا مٽ مائٽ نصاف لاءِ روئي رهيا آهن ۽ جيڪڏهن انهن انساني وهندڙ ڳوڙهن کي نه روڪيو ويو ته ڇوءِ هي سموريون ڪورٽون ۽ انتظامي اداره انهن ڳوڙهن ۾ ئين وهي ويندا جيئن دريا ۾ ڪک پن وهي ويندا آهن.

جناب چيف جسٽس صاحب هي هڪ چيني ڪهاوت آهي. اها ڪهاوت مون کي هڪ مجبور قيدي جنهن جو نالو اصغر صاحب هيو ان ون کي سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ ٻڌائي هئي جيڪا مون پنهنجي ڪتاب سزائي موت ۾ لکي آهي اها آڪاڻي ٻڌائيندي وقت هن جي اکين مان ڳوڙها

وهي رهيا هيا. اها ڪهاڻي اوهان وري ٻيهر ٻڌو. ٻه هنس پکي هڪ نر ۽ هڪ مادي حسب معمول هر سال پرديس تي گهمڻ لاءِ نڪرندا هيا. هڪ دفعه هو ڪنهن ڳوٺ مٿان لنگهي رهيا هيا. جيڪو ويران ۽ کنڊر ٿي ويو هو. مادي هنس نر هنس کان پڇيو ته اها بستي ته اڳي سر سبز ۽ آباد هئي. هي ويران ڪيئن ٿي وئي ته ان تي نر هنس چيو ته ڏس هو جيڪو چبرو ٻولي رهيو آهي. ان جي منحوست جي ڪري هي سنڌو ڳوٺ ويران ٿي ويو آهي. اها ڳالهه ٻڌي ان چبري انهن ٻنهي هنس پکين کي پنهنجي وڻ تي گهرايو ۽ رات جو انهن ٻنهي جي ڏاڍي دعوت ڪيائين. صبح جو جڏهن نر هنس ۽ مادي هنس وڃڻ لڳا ته چبري ان نر هنس کي چيو ته هي مادي هنس ان جي زال آهي. جيڪڏهن هو اڪيلو وڃڻ چاهي ته ڀلي هليو وڃي. چبري جي اها ڳالهه ٻڌي نر هنس چبري کي منٿ ميڙ ڪئي ته ڀيلي اهو ظلم نه ڪر انهن جي شڪل ۽ انهن جو ڳالهائڻ جدا آهي اها مادي هنس چبري جي زال ڪيئن ٿي ٿي سگهي. ان تي چبري چيو ته هلو ان ڳوٺ جي سرپنچ يعني ججن کان ٿا فيصلو ڪرايون. اها ڳالهه ٻڌي نر هنس کي اهو آسرو ٿيو ته هاڻي انصاف ٿيندو. هو چبري جي چون تي مادي هنس کي وٺي ڳوٺ جي ججن وٽ ويا. اتي چبري ججن کي ٻڌايو ته هي نر هنس الائي ڪٿان آيو آهي ۽ چوي ٿو ته هي مادي هنس هن جي زال آهي ۽ هي ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهي. چبري ججن کي چيو ته اوهان کي ته خبر آهي ته هو اوهان جي ڳوٺ جو رهواسي آهي ۽ اوهان سڀ هن کي چڱي طرح سڃاڻو ٿا. ججن چيو ته ها هو ان کي سڃاڻن ٿا. ان تي چبري ججن کي ٻڌايو ته هي مادي هنس هن جي زال آهي ۽ هو پاڻ ۾ ڏاڍي محبت ڪندا آهن ۽ نر هنس ته هن جو مهمان ٻه رهي چڪو آهي ۽ هاڻي هو خوامخواهه

ان جي زال تي حق رکيو ويٺو آهي. ڄڄن هنس کان پڇيو تہ ڇا اها حقيقت آهي تہ هو رات جو چٻري جو مهمان رهيو آهي. ڄڄن جي انهن ڳالهين تي نر هنس چڪرائجي ويو آخر ڪار ڄڄن فيصلو ڏنو تہ چٻرو انهن جي ڳوٺ جو آهي ۽ نر هنس پرديسي آهي. ان ڪري مادي هنس چٻري کي ڏني وڃي. اهو ٻڌي نر هنس روئڻ لڳو. جڏهن نر هنس واپس وڃڻ لڳو تہ پوءِ ان چٻري ان کي سڏ ڪري چيو تہ ميان پنهنجي زال تہ وٺي وڃ. تو جيڪو چيو هو تہ چٻري جي ڪري ڳوٺ ويران ٿي ويو آهي ائين ناهي ڇاڪاڻ جو هو رهندو ئي ويرانين ۾ آهي. در اصل هي ڳوٺ انهن ڄڄن جي غلط فيصلن جي ڪري ويران ۽ برباد ٿي ويو آهي. ان جو مطلب اهو آهي تہ جيڪڏهن غلط فيصلن جي ڪري ڳوٺ ويران ٿي ٿا سگهن تہ ملڪ بہ ويران ٿي ٿا سگهن اهو ئي سبب آهي جو اڄڪلهہ ملڪ تي ويراني ڇانيل آهي ڀاڻي ختم ٿي ويو آهي تہ ڪٽڪ ڪٿان ايندي آخر تہ ويرانو ٿيڻو آهي.

اهو تہ قصو هيو تباهي ۽ بربادي جو هاڻي هار ڪٽ جو بہ قصو ٻڌو. هڪ دفعہ ٻي مهاڀاري لڙائي جي دوران برطانيہ جي وزير اعظم چرچل وٽ ٻاهرين ملڪ جا صحافي آيا ۽ هن کان اچي پڇيائون تہ اوهان وڏي آرام سان سگار پي رهيا آهيو ٻاهر جنگ هلي رهي آهي ڇا اوهان کي فتح جو يقين آهي ان تي چرچل انهن صحافين کي چيو تہ اوهان وڃو ۽ وڃي انگلستان جي ڪورٽن ۾ ڏسو جيڪڏهن اسان جي ملڪ جي عدالتن ۾ ماڻهن کي انصاف ملي رهيو آهي تہ پوءِ پڪ سمجهو تہ اسان جنگ کٽي وينداسين. اهي تمام اهم ۽ تاريخي لفظ آهن ۽ ٻنهي جي اندر هڪ وڏي معنيٰ ٿا رکن..

ان ڪري پاڪستان جي چيف جسٽس جي خدمت ۾ مؤدبانہ گذارش آهي تہ هو بذات خود ڪورٽن ۽ جيلن ۾ وڃي معائنہ ڪندا تہ هر ڳالهہ سامهون اچي ويندي. ان ڪري سڀ ڪان پهريون جيلن ۾ ڪورٽون لڳائي تمام قيدين کي بنا امتياز جي فوري طور تي انصاف فراهم ڪيو وڃي. ٻي صورت ۾ حالتون ايتريون تہ خراب ٿي وينديون جو اسان جي داستان بہ نہ هوندي داستانن ۾.

منجانب

**امان الله سومرو**

آرگنائيزر قيدي بچاءُ فورم

# هاءِ ڪورٽ جو ناڪام ڇاپو

سنڌ جا باسيو!

اڄ مان وڏي افسوس سان اوهان کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ سنڌ ۾ غلامي جو رواج پنهنجي عروج تي آهي ۽ سنڌ جي محنت ڪش هارين جو وڏو تعداد سنڌ جي زميندارن وٽ ڪوڙن قرضن ۾ گروي آهي، ائين سمجهو تہ سڄي سنڌ گروي ۽ غلام آهي. سنڌ جي اصل وارثن سنڌين غلامن سان ڇا وهي واپرائي ٿو مان ان جي هلڪي جهلڪ اوهان کي ڏيکارڻ چاهيندس. پوءِ اوهان ٿي فيصلو ڪيو تہ هي جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي، ان جو انجام ڇا ٿيندو.

حقيقت اها آهي تہ مورخہ 14-03-2001 هڪ هاري خميسو ڀيل جنهن مان بہ گڏ هئس. جڏهن اسان سنڌ هاءِ ڪورٽ جي هڪ انصاف پسند عوام دوست جج جسٽس فيض محمد قريشي جي روبرو پيش ٿياسين تہ ان صاحب ان غريب هاري سان انصاف ڪندي ان غريب هاري جي پٽ گلو، ڌي حليمان ۽ ننهن ناجو ۽ ٻين کي آزاد ڪرائڻ لاءِ پنهنجي ڪورٽ جي هڪ آفيسر مسٽر برادي خان جوکيو کي زميندار محمد ولد مير محمد جمالي وينل حد تاڻو پيارو لنڊ جي زمين تي ڇاپو هڻي نظر بند غلام هاري آزاد ڪرائڻ جو حڪم ڏنو ۽ گڏوگڏ اهو بہ حڪم فرمايو تہ ڇاپو هڻندڙ ڪورٽ جي آفيسر کي ڇاپي هڻڻ جي ٻہ هزار روپيا في ادا ڪئي وڃي. اسان ٻئي ڏينهن گهربل رقم ۽ سواري جو بندوبست ڪري جڏهن ڪورٽ پهتاسين تہ اٽڪل ٽي بجي ڌاري هاءِ ڪورٽ جو عملو هڪ ايئرڪنڊيشن گاڏي ۾

روانو ٿيو ۽ مان ۽ فريادي ۽ ٻيا سوزوڪي ۾ روانا ٿياسين. ڇاڪاڻ جو غلامن جي آزادي ڪانپوءِ انهن جو سامان بہ ڪٺو هو. جڏهن اسان پيارو لنڊ ٽالپي تي پهتاسين تہ ان وقت تقريباً پنج ٽيڻ وارا هئا. جڏهن پوليس جي عملي اسان کي ڏٺو تہ هو سمجهي ويا تہ اسان زميندار جي زمين تي ڇاپو هڻڻ آيا آهيون ۽ انهن بهانو ڪيو تہ پوليس جي موبائيل ۾ تيل ڪونهي ۽ هو تيل وٺڻ ٿا وڃن. ان تيل وٺڻ جي بهاني هو مذڪوره زميندار کي اطلاع ڪري آيا تہ هو اچي رهيا آهن. جڏهن تہ زميندار جي زمين ۽ ٿاڻي جي وچ ۾ ڏهن منٽن جو مفاصلو آهي. جڏهن هو اطلاع ڏئي آيا تہ وري هنن رستي ۾ پوليس موبائيل بيهاري ڇيو تہ گاڏي ۾ هوا گهٽ آهي هو هوا ڀرائڻ لاءِ اڌ ڪلاڪ بيهي رهيا، اهڙي طرح ڄاڻي واڻي دير ڪري وڏيري کي موقعو فراهم ڪيو تہ غلام هارين کي هو هيڏي هوڏي لڪائي ڇڏي، جيئن ڪورٽ جو ڇاپو ناڪام وڃي. ڇاڪاڻ جو ان کان اڳ هڪ ٻي انصاف پسند جج انهي ٽالپي پيارو لنڊ جي صوبيدار کي حڪم جاري ڪيو تہ هو وڏيري محمد جمالي جي زمين تي ڇاپو هڻي هارين کي ڪورٽ ۾ پيش ڪري، ان ڪري پوليس جا ڪن اڳيئي ايا نيل هئا ڇو جو پيارو لنڊ ٿاڻي جي پوليس وڏيري کان رشوت وٺي هارين کي ڪورٽ ۾ پيش ڪونہ ڪيو ۽ ڪورٽ جي حڪم کي ٽڏي ڦٽو ڪري ڇڏيو. جڏهن اسان سر زمين تي ان جاءِ تي پهتاسين جتي جڳو ڀيل جي جهڳي هئي تہ اها ان وقت خالي هئي، ان ۾ ڳلو ڀيل جو سمورو هنڌ. ڪٽ ۽ ٿانو وغيره پيا هئا. اپتري قد. جو چلهہ ۾ رک بہ تازي پئي هئي. هاڻي ڳلو ڀيل ۽ ٻيا ڪاڏي ويا تہ اتي بيٺل هڪ عورت رڙ ڪري ڇيو تہ ڳلو ڀيل ۽ ٻين کي زميندار جا ماڻهو هينئر هينئر ٽيوب ويل جي طرف وٺي ويا آهن. اها ڳالهہ ٻڌي ڪورٽ جو

آفيسر مسٽر برادي خان خود بڌي ۽ پنهنجي رپورٽ ۾ پڻ اهڙو ذڪر ڪيو آهي ته پوءِ گلو پيل ۽ ٻيا غلام هاري ڪاڏي ويا. زميندار چوي ٿو ته هاري ٻه سال ٿيا آهن ڀڄي ويو آهي. جڏهن ته مان ۽ هڪ عورت جيڪا گلو پيل جي عزيز آهي اسان ٻئي ڄڻا 2001-02-25 تي گلو پيل ۽ ٻين کي اتي ڏسي آيا آهيون. اهي سڀ ڳالهيون اها ڳالهه چٽي ٿا ڪن ته ڪٿي گڙٻڙ ضرور آهي ۽ اها گڙٻڙ عدليه ۾ آهي ۽ ڪورٽ جي حڪم جي ان ڪري نافرماني ڪئي ٿي وڃي. جي عدليه درست هجي ته اهڙيون ڳالهيون ٿي ئي نه ٿيون سگهن ڇاڪاڻ ته پوليس ۽ وڏيرا شاهي ڪورٽن جي ڪمزوري ۽ ججن جي پلڪارن کان چڱي طرح واقف ٿي ويا ورنه پوليس ۽ وڏيري کي ايتري جرئت ئي نه ٿي ٿي سگهي ته هو انسانن کي قانون کان لڪائي رکن ۽ پوليس جي ڏڍ تي زبردستي مزدوري ڪرائي ٿي وڃي. جنهن مان اها ڳالهه ثابت ٿي ٿئي ته اسان ۽ اسان جو معاشرو ايترو ته بي حس ٿي ويو آهي جو اسان پنهنجا سمورا اصول وساري اهڙيون ته بي انصافيون ڪري رهيا آهيون جنهن جو نتيجو انتهائي خراب نڪرندو.

اسان جي حڪومت ۽ عدليه جي ججن کي درخواست آهي ته هو انسانن جي آزادي جهڙي نازڪ مسئلي تي خاص توجهه ڏين جيئن ملڪ مان بيچيني ختم ٿئي ۽ غريبن کي انصاف ملي سگهي ڇاڪاڻ ته غريب هاري ملڪ جو اڪثريتي طبقو آهي. جيڪڏهن اڪثريتي طبقي کي انصاف نه مليو ته پوءِ سمجهو ته ملڪ ۾ انصاف ختم ٿي ويو آهي ۽ هر طرف اونده ئي اونده ڇانيل آهي. جنهن سڄي قوم کي انڌو، گونگو ۽ ٻوڙو ڪري ڇڏيو آهي. ان سڄي تباهي ۽ بربادي جا زميدار عدليه ۾ ان جا جج آهن جيڪڏهن ججن پنهنجو رويو تبديل نه ڪيو ته پوءِ تباهي اسان جو

مقدمو ٿي ويندي ۽ پوءِ ملڪ جي تباهي جا زميدار عوام دشمن جج هوندا جن غريبن لاءِ انصاف جا دروازا بند ڪري پاڻ ٿي بي انصافي جا مرتڪب ٿي رهيا آهن.

منجانب

امان الله سومرو

# سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بئنچ حيدرآباد جي هاري دشمن ججن کي تنبيهه

معزز جج صاحبان!

عرض اهو آهي تہ مان وڏي افسوس سان اوهان صاحبن کي اهو ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ هارين جي آزادي جا ڪيس اوهان صاحبن جي روبرو پيش ڪيا ويندا آهن، جيئن غلام هارين کي قانوني طريقي سان آزادي ملي سگهي ۽ ان لاءِ باقائده هڪ اهڙو قانون، قانون جي ڪتابن ۾ هارين جي ۽ ٻين ماڻهن جي چاڙهي اهي ڪنهن جي نظربندي ۾ هجن انهن جي رهائي لاءِ باقاعده هڪ قانون لکيل آهي ۽ ان قانون کي قلم 491 ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ سڏبو آهي ان ۾ ڪليل طرح لکيل آهي تہ ڪنهن بہ ماڻهون کان زوري بنا معاوضي پورهيو نٿو ڪرائي سگهجي ۽ نہ هي ان ماڻهون جي آزادانہ چرپر تي ڪا پابندي عائد ڪري ٿي سگهجي. اهڙي ماڻهون يا ماڻهن کي ڪورٽ باقاعده پوليس جي ذريعي گهرائي آزاد ڪري ٿي سگهي.

اهو سلسلو ڪيترن ئي سالن کان هلي رهيو آهي ۽ هزارين غلام هارين کي ان عدالتي طريقہ ڪار سان آزادي ملي چڪي آهي ۽ اهي هاري بحيثيت آزاد شهري جي زندگي گذاري رهيا آهن. ليڪن اڃا اهڙا لکين غلام هاري آهن، جيڪي غلامي جي زندگي گذاري رهيا آهن ۽ انهن جو ڪو بہ پرسان حال ڪو نہ آهي.

آزادي جيئن تہ هڪ اهڙو گيت آهي جيڪو بہ ٻڌندو آهي ان جي دل ۾ آزادي جي امنگ يعني تڙپ جنم وٺندي آهي ۽ پوءِ هو غلامي جو طوق لاهڻ لاءِ جيڪو ڪوڙي قرض جي شڪل ۾ انهن غلامن جي ڳچي ۾ وڌو ويندو آهي، تولن جي صورت ۾ هاءِ ڪورٽ جو رخ ڪري رهيا آهن،

چاڪاڻ جو سنڌي قوم خصوصاً ڪولهي ۽ ڀيل طبقہ جيڪو سنڌ جو اصل مالڪ آهي حالتن ان ڪي غلامي جون زنجيرون پارائي ڇڏيون آهن ۽ هن وقت سنڌ ۾ سنڌ جي ان قديم باشندن جي حالت اهڙي آهي جهڙي آفريقا جي سون جي کاڻين ۾ ڪم ڪندڙ پورهيت ڪارن غلامن جي هئي، جن کي انهن جا گورا آقا جنهن وقت چاهيندا هيا قتل ڪري ڇڏيندا هئا. سنڌ ۾ بہ هن وقت ساڳي صورتحال آهي، سنڌ ۾ باقاعده غلامن جو ڪاروبار ٿيندو آهي ۽ انسانن جي خريد و فروخت ٿيندي آهي ۽ هڪ پورو خاندان جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنجن کان ڏهن تائين فرد هوندا آهن، اهي اوهان کي پنجاهہ هزار کان هڪ لک روپين تائين پئسن سان ملي ويندا پوءِ اوهان انهن غلامن کان جيڪو ڪم وٺڻ چاهيو وٺي سگهو ٿا. جنهن ۾ زمين ۾ هر هلائڻ، ڍڳيون چوندڻ، لابارو ڪرڻ، مينهون ڏڳيون، ٻڪريون چارائڻ کان علاوه گهر جو هر ڪم شامل آهي.

سنڌ جي عوام خصوصاً مان جج صاحبن کي اهو ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ انهن سنڌ هاري غلامن کي ان ڪم جو ڪو بہ معاوضو ڪو نہ ڏنو ويندو آهي ۽ انهن کان ٻارنهن ٻارنهن ڪلاڪ ورتو ويندو آهي.

هاڻي اچون ٿا تہ ڪورٽ جي ججن جي طرف تہ اسان جي ڪورٽن ۾ ٻن قسمن جا جج آهن، هڪڙا جج اهي آهن جيڪي قانون جي تحت ڪم ڪندا آهن ۽ غلام هارين جي نظربندي کان آزادي جي درخواستن تي فوري حڪم جاري ڪندا آهن جنهن کي رول نسا ڇيو ويندو آهي. جنهن جي تحت جتي نظر بند هاري تہ رهندو آهي ان جي حد جي صوبيدار کي باقاعده حڪم ڏنو ويندو آهي تہ هو هاري کي عدالت ۾ پيش ڪري. ان حڪم جي تحت حد جو صوبيدار غلام هارين کي ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ جو قانوني طرح پابند هوندو آهي. تہ وري ٻئي طرف اهي جج آهن جيڪي

ان غلامي جي زنده تصوير کي سرعام ڏسندي ٻه جنهن جي هلڪي جهلڪ مان انهن هاري دشمن ججن کي ڏيکارڻ ٿو چاهيان. اها اها آهي ته مورخه 25-02-2001 تي جڏهن مان هڪ غلام هاري گلو ڀيل جي گهر واقع پوليس اسٽيشن پيارو لنڊ جي حد ۾ ان جي گهر پهتس ته گهربل غلام هاري جنهن جو نالو گلو ولد خميسو ڀيل هيو. ان جي زال ۽ ننڍي ڀيڻ ملي، اهي گاهه ۽ ڪانئن سان ناهيل هڪ 10 بائي 10 جي هڪ ڀڳل جهڳي هئي، جنهن ۾ سردي ۽ گرمي جي بچاءُ جو ڪو به بندوبست ڪو نه هيو. رهائش پذير هيو ان جي جهونپڙي جي پرسان بيٺا به غلام هاري هيا انهن جي حالت به ساڳي هئي انهن جڳهين کي چئني پاسن کان 12 فٽ تائين مٽي جو وڏو ڪوٽ ڏنل هيو. ان ڪوٽ ۾ غلام هاري نظر بند هيا. جڏهن اسان هاري گلو ڀيل جو پڇيو ته ان جي زال ۽ ننڍي ڀيڻ ٻڌايو ته هو زميندارن جا ڍور چارڻ جهنگ ۾ ويو آهي. جيئن ته مان غلام هارين کي غلامي کان نجات ڏيارڻ لاءِ پنهنجو سر تري تي رکي ڪم ڪري رهيو آهيان جنهن جو ثبوت منهنجي مٽي تي لڳل ارڙهن ٽانڪا آهن جيڪي هڪ خرڪار پناڻ پير فضل الرحمان عرف بادشاهه خان ۽ ان جي حامي غنڊن منهنجي مٽي تي ان ڪري ڏنڊن جي بارش ڪري ڏني هئي جو مان ان جي خرڪار ڪئمپ مان چوئيتاليهه سنڌي ڪولهي غلام آزاد ڪرائڻ ٿو چاهيان جنهن کي ذري گهٽ ٻه سال ٿي ويا آهن. انهن عوام دشمن ججن جي ڪري رها نه ڪرائي سگهيو آهيان ۽ هن ڪيس جو فيصلو اڃا تائين عوام دشمن، هاري دشمن جج نه ڪري سگهيا آهن ۽ فيصلو محفوظ ڪري ڇڏيو آهي. مون گلو ڀيل جي ننڍي ڀيڻ کي چيو ته هو مون کي گلو ڀيل سان ملائي هو ۽ مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪلو ميٽر پنڌ ڪري اتي وڃي پهتاسين جتي گلو ڍور چاري رهيو هو. گلو ڀيل سان ڪهڙيون

ڳالهيون ٿيون ۽ ان جي نندي پيڻ سان کهڙيون ڳالهيون ٿيون مان اوهان صاحبن کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان. ان زرخريد غلام هاري ڇوڪري جيڪا پاڻ به زميندار جي ٻني تي ڪم ڪندي آهي ۽ جانور چاريندي آهي. ان جا پير اگهاڙا هيا ۽ هن جي مٽي تي رئو به ڪو نه هيو. اها ڪنڊن تي ائين هلي رهي هئي ڄڻ اها ڪنڊن تي هلڻ جي عادي هجي. حالانڪ هڪ ٻن جاين تي هن کي پير ۾ ڪنڊا لڳا به هيس پر هن انهن ڪنڊن جي ڪا به پرواهه نه ڪئي ۽ اگهاڙين پيرين هلندي رهي. ان دوران ان ڇوڪري ٻڌايو ته هن تي زميندارن جو ڏيڍ لک روپيا قرض آهي ۽ زميندار صرف انهن کي کاڌي ۾ ڪڻڪ ڏيندو آهي جڏهن ته گيهه ۽ ٻين شين جو غلام هاري تصور به نه ٿو ڪري سگهي. ان غلام هاري ڇوڪري مون کان پڇيو ته ڇا مان هنن جو قرض ڀري هنن کي آزاد ڪرائڻ ٿو چاهيان. مون کيس چيو ته فڪر نه ڪر اسان ان کي آزاد ڪرائينداسين. جڏهن هڪ ڪلو ميٽر پنڌ ڪري گلو ڀيل وٽ پهتاسين. جتي گلو ڀيل مينهون چاري رهيو هو ان ٻڌايو ته زميندار انهن کي انهن جي فصلن جي محنت جو ڪو به معاوضو نه ڏيندو آهي. ايتري قدر جو هو کيس سگريٽ ڇڪڻ جيترا به پئسا ڪو نه ڏيندو آهي ۽ انهن کي ان ڳالهه جي اجازت نه آهي ته هو پنهنجو حق گهرن. جڏهن ته ان گلو ڀيل جي پيءُ خميسو ڀيل جيڪو زميندار جي نجي جيل مان ڀڄي آيو آهين ان خوف جي ڪري پنهنجي پٽ. ڌيءُ ۽ ننهن سان ان ڪري ملڻ نه ٿو وڃي ته متان هن کي به روڪي ڇڏين ان ٻڌايو ته هن پهرين زميندار جو قرض ڇوٽيهه هزار روپيه موجوده زميندار کي وٺي ڏنو آهي. ان موجوده زميندار جي زمين تي ڪمند. بصر. ڪڻڪ پوکي آهي جيڪڏهن ايمانداري سان حساب ڪتاب ڪيو وڃي ته زميندار تي هارين جو قرض نڪرندو. مگر جيئن ته سنڌ ۾ جاگيرداري ۽ وڏيرا شاهي نظام پنهنجا

پاڙون پختيون ڪري چڪو آهي ۽ هن ملڪ جي بدديانت بيورو ڪريسي جيڪا هن وڏيرا شاهي نظام جي نہ صرف محافظ آهي پر جيڪو هاري پنهنجو حق گهرندو آهي ان کي رياستي جبر ۽ تشدد ۽ پوليس جي ڏاڍ ڪري خاموش ڪيو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ اهڙو حق گهرندڙ هميشہ هميشہ جي لاءِ خاموش ڪري ڇڏيا ويندا آهن.

گلو پيل ٻڌايو تہ ان جو زميندار ان کي تندي الهيار تائين وڃڻ جي اجازت ڪو نہ ڏيندو آهي تہ جيئن هو ڀڄي نہ وڃي. اهو ئي سبب آهي جو ڪڏهن دوا دارون لاءِ شهر ويندو آهي تہ پويان ان جي زال ۽ پيڻ زميندار وٽ بطور يرغمال هوندا آهن هاڻي اوهان ئي فيصلو ڪيو تہ ڇا اها آزادي آهي يا غلامي!.

هاڻي ڏسون ٿا اها زمين جيڪا سون اپائي رهي هئي جڏهن مون آسپاس نظر ڊڪائي تہ مون کي ٽيوب ويل جي مٺي پاڻي تي آباد ڪيل هر طرف سرسبز پوک نظر آئي، جنهن ۾ ڪمند، بصر، ڪٽڪ ۽ انبن جا وڻ عام جام هيا. ان حالت ۾ ٽي سال ڇهہ پمپر قسم جا فصل محنت ۽ مشقت بعد لهڻ کان پوءِ بہ هاري جو قرض لهڻ جي بجاءِ وڌي وڃي تہ پوءِ هي هڪ وڏو لمحہ فڪر آهي ۽ جج صاحبان کي ان حساب ڪتاب تي ضرور غور ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو حساب ڪتاب جا بہ بہ قسم هوندا آهن. هڪ ايمانداري جو تہ ٻيو بي ايماني جو. جيڪڏهن ايمانداري سان ڏنو وڃي تہ ٻہ ۽ ٻہ چار هوندا آهن. ليڪن سنڌ جا بدديانت ظالم وڏيرا ۽ جاگيردار ٻہ ۽ ٻہ اٺ ڪندا آهن ۽ ان حساب ڪتاب کي سڌو ڪرڻ لاءِ هڪ ٽربيونل آهي، ان ٽربيونل جو سربراهہ هڪ مختيارڪار آهي، جنهن جي ڪا بہ حيثيت نہ آهي، صرف هاءِ ڪورٽ ئي اهڙو ادارو آهي. جيڪو غلام

هارين جي داد رسي ڪري ٿو سگهي. جيڪڏهن جاگيردار نظام جي حامي غريب عوام جي دشمن ججن جيڪڏهن غلام هارين جي قانوني آزادي لاءِ قانوني دروازا بند ڪيا ته پوءِ هڪ طوفان اٿندو جنهن ۾ هي سڀ عدالتي ادارا نيست و نابود ٿي ويندا. پوءِ جج صاحبن جا نه هوندا ناٺ ۽ نه ٿي هوندا ٻاٺ.

جيئن ته غلام هاري اڪثريت ۾ آهن ۽ دنيا جي ڪا به طاقت انهن کي هميشه غلام بنائي نه ٿي رکي سگهي ڇاڪاڻ ته سنڌ جي غلام هارين آزادي حاصل ڪرڻ جو پڪو ادارو ڪري ڇڏيو آهي ان سلسلي ۾ جيڪڏهن قانوني رستو بند ڪيو ويو ته پوءِ هاري دشمن عوام دشمن ججن کي ياد رکڻ گهرجي ته جيڪڏهن آزادي جهڙا نازڪ مسئلا قلم سان حل نه ٿيا ته پوءِ تلوار پنهنجو قانون لکڻ شروع ڪندي آهي ۽ پوءِ قانون جي ڪتاب جي ورقن مان رت وهڻ لڳندو آهي. ڇو جو تلوار جي نوڪ مس سان رت سان پنهنجو قانون لکندي آهي. هاري دشمن ججن غلام هارين جي ڪيسن جا فيصلا نه ٻڌايا ۽ غلام هارين کي قانوني آزادي نه ڏني ته پوءِ غلام هاري آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هٿيار کڻڻ ۾ حق بجانب هوندا ۽ ان جي تمام ذميداري هاري دشمن، عوام دشمن ججن تي عائد ٿيندي.

ڇاڪاڻ جو عقل جي انهن انڌن ججن کي شايد تاريخ جو اهو سبق ياد نه آهي ته ڪهڙي طرح هارين ۽ مزدورن روس جو تختو اونڌو ڪيو هو ته وري مائوزي تنگ جي قيادت ۾ هارين چين جي جاگيردارانه نظام کي پاش پاش ڪري ڇڏيو هو ته وري انقلاب فرانس جي تواريخ به وڌيڪ پراڻي ڪو نه آهي ڇا انهن ملڪن ۾ جاگيردارانه نظام ختم ٿيڻ سان ڪو بڪ

مئو. ائين ڪو نہ آهي. بلڪ جاگيردارانہ نظام جي خاتمي ڪان پوء اتي ايتري ترقي ٿي آهي جو هائي ڪو بہ بيروزگار ۽ بڪيو ڪو نہ آهي.

ملڪ جي موجوده صورتحال ۾ هڪ نئون عنصر ابريو آهي. جنهن جو نالو قاعد تحريڪ الطاف حسين آهي. ان پوري قوم جي سامهون واعدو ڪيو آهي تہ هو جڏهن بہ برسر اقتدار آيو سڀ کان پهرين موجوده جاگيردارنہ نظام جنهن کي ارغونن سنڌين کي غلام ناهڻ لاءِ رائج ڪيو هيو. ان وڏيرا شاهي نظام کي پاڙان پٽي ڦٽو ڪندو ۽ تمام زمين بحق سرڪار ضبط ڪري تمام غلام هارين ۾ بلا معاوضہ ورهائي ويندي ۽ انهن کي آزاد ڪيو ويندو تہ وري ٻئي طرف اهي غريب هاري ۽ مزدور پورهيت جيڪي وڏي تعداد ۾ جيلن ۾ بند آهن ۽ عدالتي بي حسي جي ڪري بنا انصاف جي ورهين کان جيلن ۾ پيا آهن. انهن کي رها ڪري سنڌ جي تمام جيلن جا تالا کوليا ويندا ۽ ٻئي اهي ڪم ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ ڪا بہ دنيا جي طاقت الطاف حسين کي روڪي نہ ٿي سگهي، ڇاڪان جو غريب غلام هارين ۽ قيدين الطاف حسين جو سات نيائڻ جو عهد ڪيو آهي. جيئن موجوده غلامانہ، لوٽ مار جي خبيث قسم جي نظام مان جان ڇٽي ۽ باعزت شهري ٿي زندگي گذاري سگهون.

امان الله سومرو

آرگنائيزر

ڪيس جيڪي هاء ڪورٽ ۾ گذريل ڪيترن ئي سالن هلندا رهيا آهن ۽ هاري قانوني طرح آزادي ماڻيندا رهيا آهن پوء هاڻي يڪايڪ ڇا ٿي ويو جو انسانن جي آزادي جي متعلق ڪيس نه صرف هلڻ بند ٿي ويا آهن پر ان ڪري اڄ انهن انگ اگهاڙن بکئي پيٽ جي هارين ۾ ايتري ته بيچيني آهي جو جيڪڏهن ممتاز ڀٽو ۽ پيا جاگيردار سياسي ليڊر جيڪڏهن مون کي هارين جي ڪاڻ لاء في هاري رڳو اٺو. چانهه ۽ کنڊ هڪ سگريٽ جو پاڪيٽ ۽ پنج سئو جيب خرچ ڏئي مان هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو آڻي ڏئي ٿو سگهان جيڪي مرڻ مارائڻ لاء به تيار ٿي ويندا. ڇو جو هو بک جا اڳيئي ماريل آهن. انهن وٽ هاڻي صرف غلامي جون زنجيرون بچيون آهن. جيڪي هو لاهي هڪ نئين دنيا حاصل ڪندا ڇو جو هنن وٽ وڃائڻ لاء ڪجهه به نه آهي. سواء غلامي جي ڳٽ جي باقي حاصل ڪرڻ لاء پوري دنيا آهي. هاڻي ان مقصد حاصل ڪرڻ لاء مون کي سڀ کان پهريون رياستي جبر ۽ تشدد سان وڙهڻو پوندو مثال طور تي جيل آهن ان جيلن ۾ اڌ کان وڌيڪ جاگيردارن ۽ انهن جي پاليل ايجنٽن پوليس جا ستايل انسان آهن انهن تي ڏنو وائنو تشدد ٿئي پيو. هي سڀ ليڊر انڌا گونگا ۽ ٻوڙا ڪو نه آهن پر در اصل ڳالهه اها آهي ته هو جيل جي آفيسرن کان ڏچن ٿا ڇو جو هو پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا ڇنڊا پٽڻ ۾ پورا آهن ۽ اصل دشمن جاگيردار ۽ ظالم ڪامورو خصوصاً جيل پوليس ۽ عدليه جي رشوت خور جن جيڪي ڪامورا ٿي ويا آهن انهن کي وساري صرف پنهنجي بچاءُ جي جنگ ۾ پورا آهن مان به پنهنجي بچاءُ جي جنگ وڙهي رهيو آهيان ڇو جو هن دفعي منهنجو مقابلو انهن انسانن سان آهي جيڪي انسان جي شڪل ۾ بگهڙ آهن جيڪي انسانن جي رت جا پياسا جيل آفيسر جنهن ۾

جيلر لياقت پيرزادو جيل سپرنٽينڊنٽ گلزار چنه ۽ ملڪ الطاف حسين ۽ اعجاز عرف اجو گونگا کان پنهنجي جان بچائڻ ٿو چاهيان ڇاڪاڻ جو هو منهنجي رت جا پياسا ٿي ويا آهن ان ڪري جو مان انهن جي رت لڳل وات جا ڏند ڀڃي ڇڏڻ ٿو چاهيان. جيئن وري ٻيهر ڪنهن جيل جي آفيسر کي اها جرئت نه ٿئي جو هو ڪنهن قيدي کي ٿڦ هڻن جو به سوچين سو اهو ڪم ڪرن لاءِ مون کي وڏي سياسي ۽ انقلابي جنگ وڙهڻي پوندي روڊن ۽ رستن. شاهراهن. ريلوي اسٽيشنن کان هوائي اڏن تائين لياقت پيرزاده. گلزار چنه ۽ ٻين سان جنگ وڙهي ويندي. ان جنگ کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ مون مسٽر يوسف لغاري کان علاوه ٻين سياسي ليڊرن جهڙوڪ مسٽر رسول بخش پليجو. قادر مگسي ۽ ٻين قومپرست. وفاق پرست ليڊرن سان ناهه ڪرڻو پوندو. ابتري قمر جو متحده قومي موومينٽ جي ليڊر الطاف حسين ڏانهن به دوستي جو هٿ وڌايو ويندو ۽ جاگيرداري نظام جي خاتمي ۽ جيلن ۾ ۽ ٻاهر پوليس جي ظلمن جو حساب ڪتاب وٺڻ ۽ جيل خالي ڪرڻ کان علاوه سنڌ ۾ ڪارو ڪاري جي نالي تي جاگيردارن جي عياشين کي ختم ڪرڻ جو به معاهدو ڪيو ويو آهي ۽ هنن اسان کي يقين ڏياريو آهي ته هو ۽ هن جي پارٽي اسان جا اهي مطالبا پورا ڪندا لازمي ڳالهه آهي ته اهي مطالبا تڏهن پورا ٿيندا جڏهن جدوجهد ڪبي معني ويڙهاند ڪبي. جيئن ته ٻين سياسي ليڊرن وانگر منهنجو به هڪ نظريو آهي ۽ ان نظرئي جا وڏي تعداد ۾ پوئلڳ به آهن ان کان علاوه منهنجي غلامن ۽ قيدين کي آزاد ڪرائڻ واري پرخلوص جدوجهد کي ڏسندي انهن سياسي پارٽين جا ڪارڪن جيڪي مونکي حيدرآباد ۾ ڌمڪيون ڏيندا هيا انهن جو به مونسان رويو ڪنهن حد تائين نرم هيو ڇو جو هو سمجهن پيا ته

سان جو ڪڏهن نہ ڪڏهن ناهہ ضرور ٿيندو. اسان سنڌ جا سڀ سنڌي ليڊر
بهادر. محنتي ۽ جفاڪش آهيون. اسان جو اتحاد ان ٺر آهي مان ان اتحاد
ي علامت آهيان ۽ ان علامت طور مان مسٽر يوسف لغاري سان ان
ظالبي تي ناهہ جو معاهدو ڪيو آهي تہ اسان مان جنهن تي تشدد ٿيو يا
بلُ ويو يا ڪو ڪوڙو ڪيس ٿيو تہ ان صورت ۾ هڪ ٻئي جي اخلاقي.
باسي ۽ معاشي مدد ڪئي ويندي. جيئن تہ مان اهڙي طبقي جو ليڊر
بان جيڪو پان سورن ۾ آهي ۽ چڙوڇڙ اهي. مون کي سنڌ جي عام
اسي. سماجي ۽ مذهبي جماعتن جي مدد جي ضرورت آهي ڇو جو مان
ماف ۽ آزادي جي جنگ وڙهي رهيو آهيان مان جيل جي ظالم آفيسرن
بدليہ جي رشوت خور ججن ۽ ڪيپٽين جاگيردارن سان جنگ وڙهي رهيو
ان بقول ڪنهن منڪر جي تہ هزارن ميلن جو سفر بہ هڪ قدم کڻڻ سان
ع ٿيندو آهي اهڙي طرح مان سنڌ جي عوام جي حقيقي آزادي جي
ـ وڙهڻ لاءِ پهريون قدم کنيو آهي. اڄ کان وٺي مسٽر يوسف لغاري
. جو دوست آهي ۽ جيڪي اسان جا دوست آهن اسان کي انهن تي فخر
. اسان کي اميد آهي تہ ناهہ جي معاهدي مطابق جڏهن بہ مان گرفتار
س يا جيل ويندس هي مون سان ٿاڻي ۽ جيل ۾ ملڻ ايندو ۽ منهنجي
سن جي بنا معاوضي پيروي ڪندو ۽ منهنجي ضمانت ڪورٽن مان
ر ڪرائيندو. باقي ضامن مان خود ڏيندس ان کان علاوه هن ناهہ جي
دي جي اصل روح تہ هي مون کي جيل جي جلاد خوني قاتل جيل
رن جي هٿان مرڻ کان بچائيندو ۽ جيل ۾ مون کي قانوني تحفظ
ڪندو. مان ان ناهہ جي معاهدي تي عمل ڪرڻ جي باري ۾ مسٽر
لغاري کي اهو واضح ڪري ٻڌائڻ چاهيندس تہ مان اهو ماڻهو آهيان

جنهن ڏيڻ سکيو آهي ونڻ سکيو نہ آهي ۽ اهڙا ماڻهون جيڪي ڏيندا آهن ڪنهن بہ طاقت جا مخبر يا ايجنٽ ڪو نہ ٿيندا آهن. مسٽر يوسف لغاري مان تو کي يقين ٿو ڏياريان تہ مان ڪوڙ ڳالهائي نہ ٿو سگهان ان ڪري مان ڪنهن جو بہ ايجنٽ يا مخبر نہ ٿو ٿي سگهان ڇو جو در اصل ڪوڙا بي ايمان ۽ دوکيباز ماڻهون ئي بلئڪ ميلر فراڊي مخبر ۽ ايجنٽ هوندا آهن. ڇو جو هنن جو دين ايمان رڳو پئسو هوندو آهي. مان تو کي اهو يقين ٿو ڏياريان جيڪڏهن مون کي پئسي روپئي جي بک ٿي تہ پوءِ مان مخبر ايجنٽ يا ڪنهن طاقت جو پنوتي جاسوسي ڪرڻ جي بدران پئسو حاصل ڪرڻ لاءِ مان عورت جي دلالي ڪرڻ پسند ڪندس ڇو جو جاسوس. مخبر ۽ ايجنٽ پوري ملڪ ۽ معاشري لاءِ هڪ ناسور هوندو آهي. جڏهن تہ ان جي مقابلي عورت جو دلال ڪنهن بہ قيمت تي ناقابل نفرت نہ آهي ڇو جو هو سماج ۽ عوام لاءِ ڪڏهن بہ نقصانڪار نہ رهيو آهي هن جو پنهنجو هڪ فعل جنهن جو هو خود ذميدار آهي در اصل چغلي ڪرڻ معنيٰ چغلي خور جو ضمير مري ويندو آهي. مسٽر يوسف لغاري وڪيل مان تو کي يقين ڏيارڻ ٿو چاهيان مان پنهنجي ضمير کي ڪنهن قيمت تي گهٽا ڏئي ڪو نہ ماريندس ڇو جو مون وٽ اهو ضمير ئي باقي وڃي بچيو آهي.

**امان الله سومرو**

آرگنائيزر قيدي بچايو فورم ميرپورخاص سنڌ

ڏاڙيل ناهڻ بند ڪر

ڪجھ تہ شرم ڪر، خدا کي ڇا جواب ڏيندين

# هٿ ٺوڪئي ايماندار ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر امير احمد شيخ جي نالي کليل خط

ضلع ميرپورخاص جا رهواسيو!

هي ڳالھ مان اوهان کي وڏي ڏک سان ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ جنھن ماڻھون کي اسان ايماندار ۽ شريف پوليس آفيسر سمجھندا هياسين اهو هڪ نمبر جو بي ايمان ڏوڪيباز ۽ ٽرڙي قسم جو آفيسر جنھن جو نالو ڊاڪٽر امير احمد شيخ آهي. جيڪو هن وقت ضلع ميرپورخاص جي بدمعاش ڏاڙيل دلن ۽ ڀڙون قسم جي پوليس آفيسرن جو سرغنو آهي يا ائين ڪٿي چئو تہ انھن جو سرپرست آهي

اچو تہ مان اوهان کي ٻڌايان تہ هي ڪهڙي طرح پوليس جي دلن ڀڙون ڏاڙيل ۽ بدمعاش قسم جي پوليس آفيسرن کي تحفظ فراهم ڪندو آهي. قصو هيئن آهي تہ ڪجھ مهينا ا م نهاد ايماندار ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ مون کي حبو تہ هو ڏاڙيل نالي يوسف مري کي گرفتار ڪرڻ ٿو چاهي مان ان م ه جي مدد ڪريان. جڏهن تہ سنڌ جي سمورن ماڻهن کي اها خبر آهي تہ سنڌ پوليس جي سيني ٿاڻن ۾ ڏکيل

پوليس آفيسر يا تہ پاڻ ڌاڙيل آهن يا وري ڌاڙيلن جا ساٿاري آهن ۽ هن وقت اهڙا ئي ڌاڙيلن جا ساٿاري پوليس آفيسر ميرپورخاص جي پوليس ۾ وڏي تعداد ۾ آهن. انهن ڌاڙيلن جو هن وقت سرپرست تاج محمد پيپي نالي هڪ اي ايس آءِ آهي جنهن جا حد جي ڌاڙيلن بدمعاشن ۽ ڌوهارين سان باقاعده واسطا آهن ۽ هي چاهي ٿو تہ ڪهڙي طرح امن پسند شهرين کي ڌاڙيل ناهي يا پوليس مقابلو ڏيکاري ان کي ماري ميرپورخاص جي هٿ ٺوڪئي نيڪ نمازي ۽ پرهيزگار نام نهاد ايماندار ڊاڪٽر امير احمد شيخ کان انعام وصول ڪري اهو ئي سبب آهي جو هن هڪ امن پسند شريف ڳوٺاڻي جنهن جو نالو يار محمد ولد ولي مُحمد مير جت ويٺل ديهہ 82 اي تعلقہ ميرپورخاص ٿاڻو حد کان ۾ هڪ مينهن جي چوري جي ڪوڙي ڪيس ۾ گرفتار ڪري ان جي بي عزتي ڪري ان کي ڌاڙيل ناهڻ لاءِ سٽ ڏينهن کان بيگناهہ ان مينهن جي ڪوڙي ڪيس ۾ زنجير سان هڪ دري ۾ بندي ڇڏيو آهي. هن کي ان بدمعاش اي ايس آءِ تاج محمد پيپي جو بندي رکيو آهي مان ان کان اوهان کي ضرور آگاهہ ڪندس.

در اصل ڳالهہ اها آهي تہ هڪ ڌاڙيل نالي ياسين ولد محڪم الدين مغل اها زمين جنهن کي يار محمد. ان جا ماڻ پيءُ ۽ پاڻ سٽن پيڙهين کان کيتي باڙي پوک ڪندا آيا آهن جو اجا جمڙاٽہ واهہ ڪو نہ نڪتو هيو ان يار محمد مير جت جا ابا ڏاڏا ات ويٺا هيا ۽ سڄي علائقي جا معزز ماڻهو ان ڳالهہ جي شاهدي ڏيندا تہ ولي محمد ولد فتح محمد مير جت جي خاندان جا سمورا پاڻي بمع يار محمد جيڪو هن وقت پوليس جي بدمعاشي هيٺ بند آهي امن پسند شريف ۽ قانون جا پابند شهري آهن اهو ئي سبب آهي جو ياسين مغل جيڪو بنيادي طرح ڌاڙيل آهي

انهن غريبن کي ٻوڪ ڪرڻ نہ ٿو ڏئي ۽ هو انهن کي ڪوڙن گناهن ۾ ڦاسائي ڏوهہ ڪرڻ تي مجبور ڪري رهيو آهي. شايد اسان جي ضلعي جي پوليس آفيسر کي اها خبر نہ آهي تہ ڌاڙيل ڪيئن ٺهندا آهن. سڀ کان پهرين پوليس جا بدمعاش آفيسر پوڙهيتن کي چوري جي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسائي ماري ماري ان جو ڪچومر ڪڍي ان جي دل ۾ نفرت جي اها باهہ دکائي ڇڏيندا آهن جو هو گرفتاري ۽ تشدد جي دوران سوچيندو آهي تہ پوليس بنا سبب مار کائڻ کان بهتر آهي تہ ڪنهن ٻئي کي ماري يا ان جو مال ڦباني اهو ڪم ڪيو وڃي اوهان يقين سمجهو تہ هڪ ناداڻ بيوقوف. گهٽيا درجي جي نااهل پوليس آفيسر جي بدديانتي جي ڪري هڪ غريب هاري کي هڪ مينهن جي چوري جي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسايو ويو آهي ۽ اهو ئي هٿ جو ناهيل چور ڌاڙيل تي پوليس جي بي ايمان آفيسرن خاص ڪري نام نهاد ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ جي سامهون ايندو تہ هن سڀ کان پهرين نڪري ايندا ڇو جو جڏهن مون ان ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر جي خواهش تي ڌاڙيل يوسف مري سان رابطو ڪيو تہ مون کي چيو ويو تہ يوسف مري جنهن کي هٿان جي پوليس يار محمد مير جٽ وانگر ڌاڙيل ناهيو آهي جڏهن تہ هو بہ هڪ پوڙهيت هيو ۽ ان جا ٻيا مٽ مائٽ ۽ غريب مزدور جن جي گهرن ۾ پوليس هڪ نہ ٻي ڪنهن زوري گهڙي ٿي وڃي جڏهن يوسف مري جي پوئيان وينديءَ هئي ڪي بہ تہ لڳي جو ڌاڙيلن کي ڌاڙيلن جا يار سمجهيو ٿي ويو ٿي تہ انہ الله هلي بي ڌاڙيل يوسف مري کي ايس پي طرفان گرفتار ڪرڻ جي تہ ڌاڙيل مٽ جي ذريعي چيو تہ هو ميرپورخاص جي هٿ ٺوڪيئي ايماندار ايس پي سان اڪيلي سر ملاقات ڪندو يعني ان تو ون ملاقات ٿيندي.

منهنجي اها ڳالهه ٻڌي ميرپورخاص جو نام نهاد ايماندار ۽ بهادر پوليس آفيسر ڏکڻ لڳو اها آهي هن جي بهادري. هي رڳو غريبن کي ستائڻ لاءِ دلير آهن ڇو جو انهن کي خبر آهي ته غريب ڳوٺاڻا هٿين خالي پر امن شريف ماڻهون آهن پوليس جو ظلم برداشت ڪري ٻه چپ ڪري ويهندا ته شايد ميرپورخاص جي گهٽيا درجي جي بيوقوف ۽ ابهري ۽ هٽ ڌرمي ايماندار ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ کي شايد ان ڳالهه جي خبر نه آهي ته ان بدديانت ۽ عوام آزار عوام دشمن جي نماز جي خدا وند ڪريم کي ڪا به ضرورت نه آهي. جڏهن ته لکين ۽ ڪروڙين فرشتا خدا جي حمد ۽ ثنا ۾ ڏينهن رات مشغول آهن جيڪڏهن اها نماز خدا جي قهر کان بچائي سگهي ها ته شيطان ڪڏهن به ملعون ڪو نه سڏائي ها ان سبب جي ڪري ـ هن ڌرتي جي چپي چپي تي خدا جي وحدانيت ۾ سجدا ڪيا هيا ليڪن خدا وند ڪريم کي غرور ۽ تڪبر بلڪل پسند نه آهي. اڄ ڪلهه غريبن جو دشمن ڊاڪٽر امير احمد شيخ ان غرور تڪبر ۾ آهي ته هو نمازي آهي لهذا هن کان پڇاڻو ڪو نه ٿيندو ته ا سلسلي ۾ مان ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر کي ان ڳالهه کان آگاهه ڪر ضروري سمجهنديس ته ان جو غرور ۽ تڪبر شيطانيت جي دائري ۾ ته اچي.

گذريل اچر تي مورخه 2002-1-20 تي جڏهن مان ان غريب امن پسند ڳوٺاڻي يار محمد مير جت جنهن کي پوليس جي وردي ۾ هٿيار ڌاڙيل اي ايس آئي تاج محمد پيپي ۽ حسين مغل ولد محڪم الدين کان ڏهه هزار روپيا رشوت وٺي ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر جي ڪيڏيان هٿ ٺوڪيو فريادي بيهاري ايماندار سڏائيندڙ ڊي پي او کي بيوقوف ناهي

ڳوناٺي تي ايف آءِ آر داخل ڪري گرفتار ڪرڻ جو حڪم ورتو جڏهن ته ان فريادي کي سڏو فرياد لاءِ ڪاٺي تي وڃڻ ڪيندم هيو جي ايف آءِ آر داخل نه ٿئي ها ته پوءِ هو مغلن جي طرز تي ناهيل دربار ۾ اچي ها ته هن جي ايف آءِ آر بدمعاش اي ايس آءِ تاج محمد پيو داخل نه ٿو ڪري تاج محمد پيو جيئن ته وڏو ڏوهاري آهي ان هن ڏوهه ۾ پاڻ سان گڏ ڊاڪٽر امير احمد شيخ کي شامل ڪري هو پاڻ کي اڳتي ڪرڻ لاءِ بار محمد جي ماڻهن کي اهو ٿو چوي ته هو بار محمد کي گرفتار نه پيو ڪرڻ چاهي پر ايماندار ڊي پي او جي چوڻ تي گرفتار ڪيو آهي اهڙي طرح هي هڪ غريب ۽ بيگناهه انسان کي پڪڙي اهي پوليس جا بدمعاش آفيسر اهو ٿا چاهين ته اهو پورهيت هر چڙي بندوق هٿ ۾ کڻي ڌاڙيل ٿئي جڏهن ته اسان اهو نه ٿا چاهيون جڏهن مون غريب قيدي جي پيءُ جي اکين ۾ ڏٺو ته هن جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هيا اهو مظلوم ۽ غريب انسان جا وهندڙ ڳوڙها ڏسي مون کي ڏکڻي وئي ته ڪٿي خدا جو قهر نه نازل ٿئي مون ان غريب ولي محمد جا ڳوڙها اگهيا ۽ ڪيس تسلي ڏني ته گهٻراءِ نه ان کي انصاف وٺي ڏيڻ لاءِ سنڌ جي هاءِ ڪورٽ جو در کڙڪائيندس اهو ئي سبب هو جو ان غريب قيدي جي غريب پيءُ کي مورخه 21-01-2002 تي عدالت عاليه وٺي ويس جتي ميرپورخاص جي عوام دشمن غدار گهٽيا درجي جي ٽيچ ڌاڙيل اي ايس آءِ تاج محمد پيي ۽ ان جي سرپرست ڊي پي او ڊاڪٽر امير احمد شيخ کان علاوه سانگهڙ پوليس جي خلاف هڪ آئيني پٽيشن داخل ڪئي جو جو اسان کي ان ڳالهه جو ڊپ آهي جو ڌاڙيلن جو ساٿاري اي ايس آءِ تاج محمد پيو ان غريب هاري کي سانگهڙ پوليس جي حوالي ڪري ڏيڻ لاءِ ڌمڪيون ڏئي رهيو آهي

چاڪان جو هن وقت سانگهڙ ضلع جي مصروف ٿاڻن ۾ پوليس جي وردي ۾ ڏاڙيل ويٺل آهن ۽ يار محمد مير جت جي ٿي پڻ سانگهڙ جي ٿاڻن ۾ ٿاڻي ۾ پهچندي هن تي بي پناهه تشدد ڪيو ويندو ۽ ان تشدد جي رد عمل ۾ هڪ مسڪين پورهيت جي ڏاڙيل ٿيڻ جو عمل پورو ڪندو ڏس بيوقوف ايس پي ڊاڪٽر امير احمد شيخ تنهن جي بيوقوفي بدنيائتي بي شرمي ۽ بي حيائي جي ڪري هڪ غريب ڏاڙيل ٿيندو ۽ جيڪڏهن يار محمد مير جت ڏاڙيل ٿيو ته ان جي تمام ذميداري ميرپورخاص ضلع جي هٽ ٺوڪڻي انداز پوليس افسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ تي عائد ٿيندي جو جو وردي ۾ ڏاڙيل اي ايس آئي تاج محمد پيو اهو بيان ڏنو آهي ته هن غريب پورهيت يار محمد کي ميرپورخاص جي ڊي پي او ڊاڪٽر امير احمد شيخ جي چوڻ تي گرفتار ڪيو آهي.

هاڻي اچون ٿا مينهن جي چوري جي طرف ته يار محمد مير جت خود علائقي جو هڪ ننڍو زميندار آهي جنهن کي پنهنجي سفر ڪرڻ لاءِ ٻني جو هڪ ٽڪرو آهي هن خود وٽ چار مينهون آهن ۽ هن جي ڀيڻ ولي محمد وٽ ست مينهون هيون آهي سي مون سڀ پوليس جي بدمعاشن جي ور چڙهي ويون جو هي ڌنڌو پوليس جي طرف هروڀرو ڪرڻ تي مينهن وڪڻي پئسا ڏني هي امن پسند ڳوٺاڻا پنهنجي ۽ پنهنجن ٻچن جي زندگي بچائيندو رهيو هن وٽ جيڪا آخري پونجي هئي اها ميرپورخاص جو نام نهاد ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ۽ پوليس جي وردي ۾ ڏاڙيل اي ايس آئي تاج محمد پيو وڪڻي کڻندو ۽ هي غريب پورهيت جڏهن صفا ڪنگال ٿي ويندا ته پوءِ سڪ مند بچڻ لاءِ امن جي عمل ۾ هن جو سڄو خاندان اهڙن ڏوهارن ۾ شامل ٿي ويندو جو بعد ۾ هن جي ذمي ڪان پوليس جي

اهي بي شرم بي حيا ۽ بدنام آفيسر لڳندا وتندا هنن کي لڪڻ جي جاءِ ڪونه ملندي جهڙي طرح اهي پوليس آفيسر هڪ ڌاڙيل جنهن جو نالو يوسف مري آهي ان جي پوءِ کان ڏڪن ٿا.

اسان اهو سمجهندا هئاسين ته ميرپورخاص جو موجوده ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ هڪ ايماندار پوليس آفيسر آهي ۽ هي ڪنهن به صورت ۾ بدمعاش دلال پيڙهون ۽ ڌاڙيلن قسم جي پوليس آفيسرن کي ٿاڻن تي مقرر نه ڪندو پر اهو اسان جي خام خيالي هئي ان ڇاڪاڻ ته هاڻي سڀ بدمعاش دلال پيڙهوا ۽ غنڊا چونڊي چونڊي ٿاڻن تي مقرر ڪيا آهن جيڪي غريبن جو ماس پٽي ايماندار ڊي پي او جو پيٽ ڀرين ان ڊي پي او پنهنجي پيٽ ڀرڻ لاءِ رشوت وٺڻ جو طريقو ڦيرائي ڇڏيو آهي هي هر هفتي هڪ دربار ڪوٺائي ميرپورخاص جي شريف ۽ سادي عوام کي بيوقوف ٺاهي رهيو آهي ۽ پنهنجي لاءِ آڪڙ ڏيکارڻ ٿو چاهي. جڏهن ته هي ايترو ته بزدل آهي جو اڪيلي سر شهر يا ٻهراڙي ۾ انهن وردي پاتل بدمعاشن جي لوڌ کان علاوه اهڙي کلي ڪچهري ڪري ڏيکاري ته اسان مڃينداسين ته هي واقعي ايماندار پر هي ايماندار نه آهي هي غريب ماڻهن جي اکين ۾ دوڙ وجهڻ لاءِ هر هفتي چند ڪلاڪن لاءِ آفيس مان نڪري عوام سان ملڻ جو ڊرامو ڪري سچو ڏيکارڻ وڃي ماڻهن سان آفيس ۾ ڇانهين بيهي ۽ ڪچهري ڪرڻ ۾ پورو آهي. اهو ئي سبب آهي جو پوليس جا سپاهي هن جون ڏاڙهون ڪندا آهن ته هي انهن سان بي انصافي ڪري رهيو آهي. هو غريب سپاهي ڊپ جي ڪري ڪنهن کي شڪايت ڪونه ٿا ڪن ڇو ته اڄ ڪلهه جو فرعون صفت ڊي پي او هنن جي نوڪري ختم نه ڪري ڇڏي. وڏي ڳالهه اها آهي ته ان نااهل گهٽيا درجي

۽ انهيءَ ڊي پي او ڊاڪٽر امير احمد شيخ کي انهن ايماندار پوليس وارن ۽ آفيسرن جي خبر نه آهي. جيڪي يڪبار مان پورت نه ٿين ڪري ڊيوٽي ڪان ٻوڙ وردي لاهي ٻيلچو ڪٽي ٻجري ۽ رڍتي جي ترڪن تان رڍتي ٻجري لاهيندا آهن ۽ اهڙا ئي شريف پوليس آفيسر ۽ سپاهي مبرپورخاص جي پوليس ۾ موجود آهن ليڪن اهي هن ڊي پي او کي نظر نه ٿا اچن ڇو جو رشوت جي پئسي هن کي انڌو ڪري ڇڏيو آهي ۽ هن وقت هي رڳو هوا ۾ تير ڦٽي رهيو آهي.

اچو ته مان اوهان کي نام نهاد ايماندار ڊاڪٽر امير احمد شيخ جي بي ايماني لاپرواهي ۽ لاغرضي جي هڪ مثال ڏيان. مون انهي ڪلي ڪچهري ۾ ان هٿ نوڪٽي ايماندار ايس پي کي درخواست ڏني ته بادشاهه خان پٺاڻ نالي هڪ غنڊي مون تي قاتلاڻو حملو ڪيو آهي ۽ ان تي اقدام قتل جي ايف آءِ آر به داخل آهي ۽ هو مون کي وڏيڪ ڌمڪيون ڏيئي رهيو آهي ۽ ڏينهن ڏٺي جو پوليس جي سامهون گهمي ڦري رهيو آهي. ليڪن ان کي ايس ايچ او ٿاڻون پنهنجي بالا آفيسر جي حڪم جي باوجود گرفتار ڪو نه ٿو ڪري جو هو سمجهي ٿو ته ان جو آفيسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ هڪ گهٽيا درجي جو بيوقوف ماڻهون آهي ۽ اهي ابتا سبتا حڪم جاري ڪندو رهندو آهي. ڇو جو ايس ايچ او کي خبر آهي ته جيڪڏهن هو بادشاهه خان پٺاڻ نالي غنڊي کي گرفتار ڪندو ته ڊي آئي جي جمال شاهه جيڪو بادشاهه خان جو ماٽ آهي هو هن جي کل لاهي ڇڏيندو. جڏهن ته غريب هاري جي خلاف فورن ايف آئي آر داخل ٿئي ٿي ۽ فورن گرفتاري ٿئي ٿي ڇو جو هو غريب آهي ۽ پوليس هن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ رشوت ورتي آهي. ميرپورخاص جي نام نهاد ايماندار پوليس

آفيسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ جي ڪالن ڪرتوتن کي جلد ئي واتڪو ڪيو ويندو ته هو ۽ ان جا حامي ڪهڙي طرح سرڪاري گاڏين جو ملل پيٽرول تا پين ۽ ڪيئن گاڏين جا ٽائر ۽ پرزا ڪائي تا وڃن مان ميرپورخاص جي بدديانت ايس ايس پي کي چئلينج ٿو ڏيان ته ميرپورخاص جي معزز شهرين جن جا نالا مان ٻڌايان ٿو. هڪ هڪ چوڌري محمد اسلم زميندار. مسٽر دوست محمد ڪولاچي وڪيل. مسٽر روچيرام وڪيل. مسٽر چوڌري جاويد وڪيل تي مشتمل هڪ ڪاميٽي ٺاهي وڃي ۽ اهو چوري جو ڪيس انهن جي روبرو پيش ڪيو وڃي. ڇاڪاڻ جو هن وقت اسان کي پوليس تي بلڪل اعتماد نه آهي ۽ جيڪڏهن اها ڪميٽي يار محمد کي چور ثابت ڪندي ته مان ضلع ميرپورخاص جي عوام ۽ پوليس سان واعدو ٿو ڪيان ته مان ضلع ميرپورخاص هميشه هميشه لاءِ ڇڏي ويندس ٻي صورت ۾ جيڪڏهن يار مخمد ولد ولي محمد مير جت شريف محب وطن ۽ امن پسند قانون جو پابند ثابت ٿيو ته پوءِ موجوده ايماندار سڏائيندڙ ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير احمد شيخ کي هر حالت مان ضلع بدر ٿيڻو پوندو ۽ ان غريب پورهيت يار محمد تي جيڪو تشدد ڪان ٿاڻي ۾ ڏاڙيل اي ايس آئي تاج محمد ٻيي ڪيو آهي. ان غريب جي پيءُ جي اکين مان جيڪي ڳوڙها وهيا آهن انهن جي قيمت ادا ڪرڻي پوندي ۽ جيڪڏهن ميرپورخاص ۾ ڊي پي او اهو ڪم نه ڪيو ته مان هن کي خدا جي قهر کان ڊيڄاريندس ۽ ان کي اهو ٻڌائڻ چاهيندس ته ان جو سڄو خاندان انهن غريبن جي آهن ۽ ڳوڙهن ۾ ائين وهي ويندو جيئن ڪک دريا ۾ وهي ويندو آهي. ڊاڪٽر امير احمد شيخ ياد رکجان ته اڄ نه ته سڀاڻي توکي مڪافات عمل کي منهن ڏيڻو پوندو. جنهن جي هاڻي کان تياري

ڪري جو جو تو غريب هارين سان ناانصافي ڪري انهن کي رت
رئاريو آهي. جنهنجي قيامت ڪاري ڪري ڇڏي آهي. هاڻي خدا جي قهر
جو انتظار ڪر جيڪو تو تي جلد ئي نازل ٿيندو.

**امان الله سومرو**

آرگنائيزر

قيدي بچاءُ فورم ميرپورخاص



ليکڪ جي استاد جو نياڻو محترم علي نواز سومرو.

جيڪڏهن ڪنهن جو رڻوئي لاهڻو آهي ته پوءِ اهو ته وقت تي سگهي ٿو ان سان پوليس ٿي عوام جي ڪابہ خدمت نہ ڪري سگهي الٽو پوليس جي خلاف اڳ ۾ ئي غلط تاثر آهي ان کي هوا ملي سگهي ٿي ساءِ اوهان جي اچڻ ڪان پوءِ اوهان جيڪي شاندار ڪارنامہ انجام ڏيئي رهيا آهيو اسان کي ان جي نجوبي ملي آهي ڇو جو اسان جنهن کي دوست سمجهندا آهيون ان جي هرطرح جي مدد بہ ڪندا مون کي اوهان جي سلامتي صحت ۽ عزت جو هر وقت خيال هوندو مونکي هڪ بن پوليس جي سائين ٻڌايو تہ اوهان کي ڪجهہ منافق ماڻهو Misguide ٿا ڪن اوهان اجا نوجوان آهيو جئين جئين اوهان جو تجربو وڌندو انهن منافقن جا چهرا اوهان جي سامهون چٽا ٿي ويندا .جنهن جي آخر اوهان کي درخواست آهي تہ هن واقعي جي تحقيقات ڪرائيندا ۽ سيني ٿاڻن جي انچارجن کي حڪم ڏيندا تہ رستي ويندي ڪنهن بہ خوان عورت کي بناهہ ڪنهن ڏوهہ فرياد ٿاڻي تي نہ آندو وڃي ڇو جو انين ڪرڻ جيڪڏهن ڪا لاچار مجبور عورت اهڙي طرح ٿاڻي تي آندي وئي تہ اها ڪابہ مدد ڪونہ ايندي ۽ هڪ غريب عورت جي گهر ۾ فاقہ ڪشي ضرور ايندي ڇو جو لاچار ۽ مجبور عورت پنهنجن ٻچن جو دوزخ پرڻ لاءِ اهو ڌندو مجبورن ڪنديون وري ڪابہ ماءُ پين ڪا بہ زال اهڙو ڌندو ڪونہ ڪندي ڇو جو مون ان ڪرمنالاجي تي وڏي تحقيق ڪئي ۽ مان ان سبجيڪٽ تي PHD ڪرڻ ٿو چاهيان جنهن جي وري آخر ۾ اوهان کي درخواست آهي تہ ان معاملي تي وڏو غور ڪيو وڃي.

فقط اوهان جو ساٿي

امان الله سومرو وڪيل

ميرپورخاص.

# ڪجھ تہ شرم ڪريو
# ميرپورخاص ڊسٽرڪٽ جيل جو انتظام منهنجي حوالي ڪيو

دوستو ۽ ساٿيو!

مان اوهان کي وڏي افسوس سان ان ڳالهہ کان آگاهہ ڪرڻ ٿو چاهيان تہ ڊسٽرڪٽ جيل ميرپورخاص ۾ قيدين تي تشدد جي انتها ٿي وئي آهي ۽ ان بي جا تشدد جي ڪري ڪيترا ئي قيدي مري ويا آهن.

اڄو تہ مان اوهان کي جيل جي جلاد ۽ بدمعاش غنده ٽائيپ جيل جي آفيسرن ۽ سپاهين جو تعارف ڪرايان هن وقت ميرپورخاص جيل ۾ ٽنيس ڪاٽي جو ڊي ايس جي جي عهدي جو آفيسر جنهن جو نالو عابد قائم خاني آهي بحيثيت جيل سپرنٽنڊنٽ مقرر ٿيل آهيء اهو ئي هن وقت جيل جو ڪرتا ڌرتا آهي جڏهن هي جيل جو سپرنٽنڊنٽ مقرر ٿيو هيو تہ مان هن سان جيل ۾ ملڻ ويو هوس هن مونکي ٻڌايو تہ هو جيل جي قيدين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪندو اهو ئي سبب هيو جو اسان بہ هن سان تعاون ڪرڻ شروع ڪيو ۽ پهرين سٽ پنجاهہ ڪمبل بطور عطيہ ڏنا تہ اهي ڪمبل جيل جي قيدين ۾ ورهايا وڃن ليڪن هن اهي ڪمبل پنهنجن حالي موالي ماڻهن ۾ ورها ئي ڇڏيا ۽ ڪجهہ پاڻ ڪنيا چاڪاڻ جو انهن ڪمبلن جي متعلق بدنام زمانہ جيلر لياقت پيرزادي چيو تہ جيستائين ٿي سو ڪمبل نہ ايندا هي پنجاهہ ڪمبل قيدين ۾ نہ ورهائيندو بهرحال جيل جي انتظاميہ جي بدديانتي کلي سامهون اچي وئي.

موجوده جيل سپرنٽنڊنٽ ۽ ان جا منظور نظر واردن ايترا تہ گهٽيا
درجي جا نيچ آهن جو هو قيدين تي ان ڪري تشدد ڪندا آهن تہ قيدي
انهن کي ڪٿان بہ پئسا آڻي ڏين نہ تہ هي قيدين جي کل لاهي ڇڏيندا. اهو
ئي سبب آهي جو قيدي پنهنجن عزيزن ۽ مٽن مائٽن کي خط لکندا آهن تہ
ئي پين جو ڏاج وڪڻو گهر جو ٻيو سامان وڪڻو جي نہ تہ پنهنجي عزت
ڪٽي جيل ۾ پئسا موڪليو ٻي صورت ۾ ان قيدي جي لاش جيل خاني
ي ڪنهن ڪنڊ ۾ پئي هوندي اڄڪلهہ موجوده جيل سپرنٽنڊنٽ عابد قائم
اني پنهنجي ليکي وڏو نيڪ ۽ پرهيزگار بڻيو ويٺو آهي. جڏهن تہ هي
پليس کاتي جو بدنام زمانا ۽ گهٽيا درجي جو ناڪاره ۽ نا اهل ماڻهون
ي جنهن کي قيدين جي نفسيات ۽ جيل جي ماحول جو ڪجهہ تجربو نہ
ي هن کي رڳو پئسا کپن پوءِ اهي ڪهڙي بہ طريقي سان ڇو نہ ملن.

دسٽرڪٽ جيل ميرپورخاص جيّ لاءِ انگريزن جي وقت کان هڪ
ي ايراضي 50 ايڪڙ جرواري شاخ جي پرسان آهي جتي قيدي زمين
ڪيندا هيا اڄڪلهہ اتي پوک بند آهي ڇو جو جيل جي زمين جو پاڻي بہ
وت خور جيلر عابد قائمخاني وڪڻي ڇڏيو آهي. اٿلندو جيل جي زمين
جتي لکن روپين جا ساوين شيشم جا وڻ هيا اهي بہ بديانت عوام دشمن
نٽنڊنٽ عابد قائم خاني وڪڻي کائي ويو آهي اهڙ رقم پنهنجي کيسي
ڊي آهي ۽ اڌ رقم پنهنجي آقا رٽائرڊ بريگيڊيئر نثار احمد مهر جي
ن تي هنئي آهي تہ جيڪڏهن هن جي خلاف ڪا بہ شڪايت ٿئي ـ ان
ڪا بہ ڪاروائي نہ ٿئي ۽ اهو ئي سبب آهي جو هڪ فوجي آفيسر جيل
مهتم اعليٰ مقرر ٿين کان پوءِ پنهن جو پيٽ ڀرن لاءِ ۽ ملڪيتون ٺاهن
نيل جي ظالم بدمعاش هٽلر ۽ مسوليني قسم جي ماڻهن کي

حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ۾ مقرر ڪيو ويو آهي جيئن هو وڏ ۾ وڏ قيدين جون کلون لاهي انهن کي وڪڻي انهن مان هن کي پئسا ڏين ان کان وڌيڪ ڏک جي کهڙي ڳالهه ٿيندي جو قيدين جو جيڪو پتو يعني راشن ملندو آهي اهو هي سپرنٽينڊنٽ پنهنجي ٻارن ٻچن سميت قيدين جون مانيون کائي ويندو آهي ۽ اهڙي طرح قيدي بکيا رهجي ويندا آهن هن بدبخت انسان جي جيل آفيسر مقرر ٿيڻ ڪري قيدي ڪيترا پريشان آهن ان جو اندازو اوهان صاحبن کي ڪونه ٿيندو ان لاءِ جو اڄڪلهه جيل جو ظالم خوني سپرنٽنڊنٽ عابد قائم خاني ميرپورخاص جي شرفا قسم جي ماڻهن کي جيل جا دورا ڪرائي اهو تاثر ڏيڻ ٿو چاهي ته هي وڏو ايماندار آهي ۽ قيدين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪري رهيو آهي هي هڪ نمبر جو ڪوڙو ۽ فراڊي ماڻهون آهي جنهن جو سڀ کان وڏو ثبوت اهو آهي جو قانون جي مطابق صبح جو سج اڀرڻ کان هڪ ڪلاڪ پوءِ جيل جون تمام بيرڪون ۽ ڪوٺيون کوليون آهن جيئن قيدي ٿورو پيشاب ڪن ۽ سج جي روشني حاصل ڪن ليڪن هن بدديانت پوليس جي بدنام زمانه آفيسر عابد قائمخاني انهن غريب ۽ لاچار ۽ بي بس قيدين کي جوويهه ڪلاڪ ٿڌن ڪمرن ۾ بند ڪري جيڪا انسانيت جي توهين ڪئي آهي ان جو اندازو انهن انسانن کي ٿيندو جيڪي خود جيل ۾ رهيا هجن يا تشدد برداشت ڪيو هجي.

هاڻي اچون ٿا جيل جي ٻين معاملات جي ته رهيل ڳالهه قيدين جي لاءِ ملندڙ راشن هي جيل جا مسورا آفيسر ۽ واردن ملي ڪري کائي ٿا وڃن ته ٻي طرف قيدين سان ملاقات لاءِ آيل قيدين جي مٽن مائٽن کان جيستائين پئسا نه ٿا ملن ملاقات ئي ڪو نه ٿا ڪرائين. ان ڪري انهن

مون غليظ ۽ گندين حرڪتون ڏسي انهن جي خلاف ميرپورخاص جي
ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج کي درخواست ڏني ته قيدين کي گهٽيون شڪايتون
آهن . جنهن ۾ ملاقات. ک ڏو. پيتو ۽ مار موچڙو ڪري رشوت وصول
ڪرڻ منهنجي ان درخواست تي سيشن جج مون کي ۽ سپرنٽينڊنٽ
ڊسٽرڪٽ جيل ميرپور خاص کي نوٽيس جاري ڪيا. جڏهن مان ان نوٽيس
جي اتي پهتس ته مون ڏٺو ته عابد قائمخاني پاڻ ۽ هڪ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ
سان گڏ سيشن جج ميرپورخاص جي روبرو پيش ٿيو. اتي سيشن جج هن
کي خوب دابا ڏنا. سيشن جج ايتري تائين جيل سپرنٽينڊنٽ کي چيو ته هو
ٺو بازي ڪرڻ لاءِ پاڻ سان گڏ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ کي وٺي آيو آهي. ان
وقت جيل سپرنٽينڊنٽ جي حالت ڏسڻ وٽان هئي. ليڪن وري ساڳي
درخواست تي ٻي شنوائي جي مهل ان معاملي تي ته قيدين جون ٻئرڪون
قانون مطابق ڏينهن جو کوليون وڃن ۽ قانون مطابق شام جو بند ڪيون
وڃن ته ان تي جيل سپرنٽينڊنٽ سيشن جج کي چيو ته جيڪڏهن هو ڏينهن
جو ٻئرڪون کوليندو ته قيدي جيل جو ديوارون ٽپي ڀڄي ويندا سيشن جج
جي اکين ۾ دوڙ وجهڻ جي برابر هيو جڏهن ته اڄ تائين ڪوبه قيدي
منهنجي سر جيل جون ڀتيون ٽپي ڀڄي ڪو نه ويو آهي انگريزن جي دور ۾
صرف هڪ قيدي رحيم هنگوري جيل جي ڀت ٽپڻ جي ڪوشش ڪئي هئي
هو به ڪامياب نه ٿي سگهيو جڏهن ته اڄڪلهه ايڏي وڏي سيڪيورٽي جي
هوندي قيدي جو جيل مان ڀڄڻ وڏي حماقت هوندي ته ڊسٽرڪٽ جيل
ميرپورخاص جون هي ٻئرڪون سڄو ڏينهن ان ڪري بند رکندو آهي جو هي
قيدين کان نفرت ڪندو آهي ۽ پنهنجي نااهلي تي پردو وجهڻ لاءِ قيدين کي

سردين ۽ گرمين ۾ غير قانوني طورتي چوويهه ڪلاڪ تالن ۾ بند ڪري رکندا آهن.

اسان عدليه کان بلڪل مايوس ٿي چڪا آهيون ته هو ڪا قيدين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ سوچيندي عدليه جي حالت هڪ اهڙي بي جان لاش جهڙي ٿي ويئي جنهن کي چوطرف مکيون چنبڙي ويون آهن اڄ ميرپورخاص جو سيشن جج رشوتخور جيل سپرنٽينڊنٽ عابد قائم خاني جي ان سان تال سان تال ملائي چوي ٿو ته قيدين جو بڇڙون ڪونه ڪلنديون ڇاڪاڻ جو قيدي پڇي ويندا اتان ٿي برائي شروع ٿي ٿئي ڇاڪاڻ جو ضلعي جي سڄي انتظاميه ۾ سيشن جج ئي اهو بااختيار آفيسر آهي جيڪو جيل جي آفيسرن جي ڪل سڌي ڪري سگهي ٿو. پر جڏهن عدالتي آفيسرن جي مٺ گرم ڪئي وڃي ٿي ته پوءِ هو قانون اخلاق کي وساري پنهنجي من ماني شروع ٿا ڪن ته سان اهو پڪ سان ٿو چوان ته اهي ٿو ڪريان ته قيدين تي تشدد ڏاد جي سڀ ذميوار عدليه جا ڪارناما ۽ رشوت خور جج آهن. جيڪڏهن جج ايماندار ٿي وڃن ته جيل جي آفيسرن جي ايتري جرئت ئي ڪو نه ٿيندي ته عدالتي حويل ۾ امانت طور رکيل شخص تي تشدد ڪن لبڪن بدديانت عوام دشمن رشوت خور ججن جي ڪري جيل جا آفيسر جلاد ۽ هٽلر ٿي ويا آهن اهو ئي سبب آهي جو اڄڪلهه سنڌ جي جيلن مان لاش نڪرڻ جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو آهي.

تازو ئي ميرپورخاص ڊسٽرڪٽ جيل جي سپرنٽينڊنٽ عابد قائمخاني پئسن ڪمائڻ لاءِ قيدين جي تالي ميرپورخاص جي شرفا کان چندو وٺڻ شروع ڪيو آهي جنهن ۾ قيدين لاءِ دوائون خريد ڪرڻ کان علاوه قيدين جي رهائش لاءِ بيرڪن جي تعمير ڪرڻ لاءِ. لکين روپيه وٺي

ڇڪو آهي جيڪي پئسا هوخود بہ ڪائي رهيوآهي تہ وري پنهنجي حالي موالي پئداگيرقسم جي مائهن جو منهن بند ڪرڻ لاءِ بطور هڏي ان پئداگيري جي رقم مان حصہ پتي ڏيئي وڏي مزي سان مليل رقم هضم ڪري ويندو آهي. جيل سپرينٽينڊنٽ جي نا اهلي جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي تا سگهو تہ حڪومت جي طرفان ڏنل هڪ نئوزڪي پڪ اپ جي سنڀال ڪري نہ ڪري سگهيو آهي جيڪا پڳل تتل حالت ۾ جيل جي دروازي جي ٻاهران بيٺي بيٺي سڙي ويئي آهي اهو مائهو بہ سوءِ قيدين جيڪي انسان آهن انهن ۽ فلاح بهبود لاءِ ڇا سوچيندو هاڻي اوهان چوندو تہ مون انهن جو سڄو ڪچو چٺو کولي ڇڏيو آهي آخر ان جو حل ڇا آهي قيدين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڇاڪرڻ گهرجي تہ مان ايترو عرض ڪندس تہ ميرپورخاص ڊسٽرڪٽ جيل جو سڄو انتظام منهنجي حوالي ڪيو وڃي تہ مان اوهان کي يقين ٿو ڏياران جيڪو مان پاڻ پنهنجن ٻچن کي کارائيندو آهيان اهڙي ئي ماني قيدين کي کارائيندس ۽ جهڙا ڪپڙا سان پائيندو آهيان اهڙائي ڪپڙا قيدين کي پارائيندس نہ صرف اهو بلڪ هر قيدي کي ان جي اهليت جي مطابق ڪم بہ فراهم ڪيو ويندو ان جي علاوه پڙهيل لکيل قيدين کي ڪمپيوٽر جي جديد تعليم بہ ڏني ويندي ۽ جيل ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار ڪتابن جي جديد لائبريري قائم ڪرڻ کان علاوه هر بئرڪ کي ٽي.وي. سيٽ مهيا ڪيو ويندو جئين قيدي دنيا جي حالات کان باخبر ٿي سگهن.

خاص ڳالهہ اها تہ آهي جيل کي باقاعده دارالصلاح بنايو ويندو ۽ قيدي کي روزمره جي خرچ لاءِ ويهہ روپيہ روز ڏنا ويندا جنهن مان تيل صابن ۽ ٻيون ضروريات زندگي جون شيون قيدي خريد ڪري سگهن.

آخر ۾ مان اها ڳالهه ٻڌائيندو هلان ته مان ڪو جن يا ڀوت ڪو نه آهيان جو ماڻهون مون کان ڊڄن ته مان هڪ پڙهيل لکيل انسان آهيان بقول هڪ حساس اداري جي آفيسر جي ته اهي ماڻهون مون کان ان ڪري ته ڊڄن جو مان نه ته خود رشوت کائيندس ۽ نه ٿي وري ٻين کي رشوت کائڻ ڏيندس ۽ جيڪڏهن هنن رشوت کاڌي ته مان ايترو ته لڙ ڪندس جو هڪ هلچل پيدا ٿي ويندي اهو ئي سبب آهي جو ضلعي حڪومت کان عوامي نمائده ۽ سرڪاري انتظاميه جا آفيسر مون کي ڪم ڪرڻ ڪو نه ڏيندا.

بهرحال اسان مايوس ڪو نه ٿيا آهيون هڪ نه هڪ ڏينهن ايماندار ماڻهن کي به ڪم ڪرڻ جو موقعو ملندو ۽ اهو ڏينهن پري نه آهي جو جيل جي انهن رشوت خور بدمعاش ۽ غنده قسم جي آفيسرن ۽ رشوت خور ججن جو انجام تمام خراب ٿيندو اهو دنيا ڏسندي.

هينئر به وقت آهي ته سڌري وڃو ٻي صورت ۾ اوهان جي داستان به نه هوندي داستانن ۾.

**امان الله سومرو**

وڪيل ميرپورخاص

# اسان کي پاڻي نہ آزادي کپي ٿي

سنڌ جا رهواسيو!

مان وڏي ڏک ۽ افسوس سان اوهان کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ اسان جي ملڪ خصوصاً سنڌ جا سياستدان گمراهہ ٿي ويا آهن ۽ هو سنڌين جي اصل مسئلي آزادي کي ڄاڻي واڻي نظر انداز ڪري رهيا آهن ۽ اهڙا ڪرتب ڏيکاري رهيا آهن جو انهن جي پاڻي جي حاصلات لاءِ هلايل تحريڪ کي ڏسي ائين ٿو لڳي ڄڻ هي سياستدان نہ بلڪ ڪنهن فلم جا اداڪار آهن ۽ ڪنهن فلم جي شوٽنگ ڪري رهيا آهن. بقول اداڪار مصطفيٰ قريشي تہ پاڻي جي مسئلي تي فلم ناهجي. ان پاڻي واري فلم جي ڪردارن کي ڏسي اوهان کي خبر پئجي ويندي تہ اصل حقيقت ڇا آهي.

اهو مان اوهان کي انهن سياستدانن جي چال کان واقف ڪيان تہ سنڌي غلام هارين جي اصل مسئلي جيڪو آزادي آهي ان کي سبوتاژ ڪرڻ لاءِ هي سڀ سياستدان ۽ انهن جا حامي مرد ۽ عورتون جيڪي لانگ مارچ ڪري رهيا آهن يا احتجاج ڪري رهيا آهن. اوهان جيڪڏهن انهن جي ڪردارن کي ڏسندو تہ هي پاڻي لاءِ هلايل تحريڪ هڪ ڍونگ ثابت ٿيندي ۽ هي سڀ ڍونگي جن جا مرد تلها ۽ چربي سان ڀريل جسم صاف سٿريون پوشاڪون پاتل انهن کان علاوہ جيڪي عورتون انهن سان ان لانگ مارچ ۾ شامل آهن انهن تي منهن تي لڳل سرخي ۽ پائوڊر ۽ شاميانہ ۾ ڪرسين تي ويٺل مانهن جا ميڙ ڏانهون ڪري ڇڏي رهيا آهن تہ هي سڀ فراڊ ۽ ڍوڪو آهي هي سنڌ جي غريب غلام سنڌي هارين ڪولهين ۽ ڀيلن جي اصل مسئلي آزادي کان توجهہ هٽائڻ لاءِ اهو هڪ اسٽريٽ شو آهي.

هاڻي اچو ته ٿورو انهن ماڻهن جو جيڪي پاسي پاسي جون دانهون ڪري رهيا آهن انهن جو جيڪڏهن ٿورو پوسٽ مارٽم ڪيو ته اها حقيقت عيان ٿيندي ته هي جاگيردارن ۽ انهن جي حامي پنهنجي سياستدانن جو هڪ ٽولو آهي. جيڪي سنڌي غلام هارين کي جيڪو سنڌ جو اڪثريتي طبقو آهي انهن کي انهن جي جائز حقن کان محروم رکڻ لاءِ هڪ ڪني سازش ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجو پاڻ کي بالادست ثابت ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيا آهن. جڏهن ته انهن جي بالادستي جي قلعي ته ان وقت ظاهر ٿي پئي هئي جڏهن پوليس هنن کي ٻڌي اڳهه سان جيلن ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ هي ڪجهه به نه ڪري سگهيا ۽ اها حقيقت به آهي ته سنڌي سياستدان ڪجهه به نه ٿا ڪري سگهن ڇاڪاڻ جو هي عوام دشمن ۽ غلام هارين جا دشمن آهن ۽ پورهيتن جا ازلي ويري آهن هي اهي ئي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي قوم جي ان جا جائز حق نه ٿا ڏين ۽ سندن زمينن تي ڪم ڪندڙ هارين کي انهن جي محنت جو جائز حق به نه ٿا ڏين. اهي ڪهڙي منهن سان پاڻي گهري رهيا آهن. جڏهن ته انهن جاگيردارن ۽ انهن جي حامي سياستدانن جو اڏواڙ جو پائيوار غلام هاري اڄا تائين ان مسئلي تي خاموش آهي. جيڪڏهن پاڻي اچي به ويو ته انهن غريب هارين کي ڇا ملندو اهو ئي وڏيرن جون گاريون ۽ پوليس جا موچڙا ان کان علاوه بک ۽ مفلسي.

اڄ سنڌي قوم جي نمائندگي ڪرڻ وارن سيني ليڊرن ڪيٽ ڏسو هي ڪوڙا، منافق ۽ دوغلا اهن اوهان هنن جي رهڻي ڪهڻي ڏسو ڪو ليڊر ڪتن ۽ ٻوٽرن کي وڙهائي مزو ٿو وٺي ته ورې ڪو پلن گهوڙن جي ٽڪي سواري ٿو ڪري ۽ پنهنجن هارين ڪمن ڪارين کي بکيو رکي پنهنجن ڪتن، گهوڙن کي ستو ۽ بادام ٿا ڪارائين ۽ هو پاڻ وري منزل واٽر ٿا

پيش اهي پاڻي حاصل ڪرڻ ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ويندا اهو ته وقت ئي ٻڌائيندو. ليڪن موجوده وقت ۾ انهن جا اخبارن ۾ آيل فوٽو ۽ انهن حرڪتون ڏسي ڪل ئي اچي ائين ٿو لڳي ڄڻ ڏيڏر کي زڪام ٿيو آهي.

سنڌ ۾ صرف هڪ ليڊر هيو جنهن جو نالو ذوالفقار علي ڀٽو هيو اهو سمجهندو هيو ته اصل مسئلو ڇا اهي ۽ ان ئي غلام هارين ۽ مزدورن کي زبان ڏني شعور ڏنو ۽ انهن کي آزادي جي هڪ نئين راهه ڏيکاري هئي اهو ئي سبب هيو جو ان وقت جي فوجي حڪومت کي ذوالفقار علي ڀٽي مان خطرو هيو ان ڪري ان کي ڦاسي ڏني ويئي هئي جڏهن ته هن وقت سنڌ ۾ هڪ به اهڙو ليڊر ڪو نه اهي جنهن کي هارين ۽ مزدورن جي حمايت حاصل هجي. هي اهي ئي هاري دشمن جاگيردار ليڊر ايئرڪنڊيشن گاڏين ۾ خود ته سفر ڪن ٿا پر پنهنجا ڪتا به ايئرڪنڊيشن گاڏين ۾ ڪٽي هلندا آهن اهو ئي سبب آهي جو موجوده فوجي حڪومت کي انهن مان ڪو به خطرو نه آهي.

انهن ليڊرن ۾ ايتري به اخلاقي جرئت ڪو نه آهي جو هو غلام هارين سان لفظي همدردي به ڪري سگهن ۽ اهو چون ته انهن سان ظلم ٿي رهيو آهي هي اهڙا زباني همدردي ان ڪري ڪو نه ٿا ڪن جو هي خود پنهنجي قوم کي پوليس ۽ بدمعاشن جي ڏڍ تي غلام بڻايو ويٺا آهن ۽ سنڌي غلام رت جا ڳوڙها وهائي رهيا آهن پيءُ کان پٽ بندوق جي زور تي ڌار ڪيو ويو آهي ته وري قرض جي عيوض غلام هارين جي ڌين ۽ ننهن کي نيلام ڪيو پيو وڃي. انهن ليڊرن جي ان کان وڏي ڪهڙي بي حيائي ۽ بي شرمي ڪهڙي ٿيندي جو هو سنڌين جي آزادي جهڙي مسئلي تي ان پکي وانگر منهن واري ۾ ڊڪهي رکو ناسي پاڻي جون دانهون ڪري پنهنجو فرض پورو ڪري رهيا اهن. جڏهن ته اهي منزل واٽر پيش وارا سياستدان

صرف ۽ صرف دنيا کي ڏيکارڻ لاءِ اوپيرا اسٽريٽ شو ڪري رهيا آهن جن جي هٿن ۾ مهندي منهن تي پائوڊر ۽ مٿن تي مٽ ء مردن جو هڪ پير پيجارو پرادو ۾ هجي اهي تحريڪ هلائي نہ تہ سگهن ۽ نہ ئي لانگ مارچ ڪري تہ سگهن ڇو جو لانگ مارچ پڪن روڊن تي نہ پر کيت ۽ ڪليانن مان شروع ٿيندو آهي. لانگ مارچ ڪرڻ ڪو ٻارن جو کيل کپو نہ آهي جان جي بازي لڳائڻي پوندي آهي. قيدي جيلن ۾ سڙي مري رهيا آهن هارين کي بکيو ۽ اجيو ماريو پيو وڃي. ان اهم مسئلي تي انهن ليڊرن پنهنجو زبانون ان ڪري بند ڪري ڇڏيون آهن ڇو جو هنن استحصالي طاغوني طاقتن سان سوديبازي ڪئي آهي ۽ ان سودي بازي ۾ جيڪڏهن هي سنڌ جي عوام کي بيوقوف ناهڻ لاءِ هڪ ٻہ هفتہ جيل ۾ هليا ويا تہ ان جو سنڌي غلام هارين تي ڪو بہ اثر نہ پوندو.

موجوده فوجي حڪومت جيئن تہ روشن خيال آهي ۽ اها چاهي ٿي تہ هارين کي انهن جا حق ملڻ ۽ وڏيرن ۽ جاگيردارن جون نجي جيلون ختم ڪري غلام هارين کي آزاد ڪري انهن جي آبادڪاري ڪئي وڃي جنهن لاءِ باقاعده فنڊ بہ رکيو ويو آهي. ليڪن سنڌ جي غريب هارين جي دشمن جج جيڪي هاءِ ڪورٽ ۾ ويٺا آهن موجوده حڪومت سان حلف وفاداري کڻڻ جي باوجود حڪومت سان غداري ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجا فرض ايمانداري سان نڀائي نہ رهيا آهن ۽ انصاف سان بي انصافي ڪرڻ وارن انهن ججن جي خلاف پاتي پاتي ڪرڻ وارا ليڊر هڪ لفظ بہ نہ تا ڳالهائين. ڇاڪاڻ جو انهن کي غريب هارين جي آزادي سان ڪو بہ واسطو نہ آهي هي رڳو پنهنجي سياسي چودهراهٽ برقرار رکڻ لاءِ دنيا کي اهڙا ڪلائڻ وارا ناٽڪ ڏيکاري رهيا آهن. اوهان صاحبن جام ساقي نالي هڪ ليڊر جو اهو بيان پڙهيو هوندو تہ ان کي بينظير جي دور حڪومت ۾ هڪ

ڪم سونپيو ويو هو تہ هو جاگيردارن جي نجي جيلن تي ڇاپا هڻي غلام هاري آزاد ڪرائي اهڙن ظلم جي داستانن جون وڊيو فلمون تيار ڪري جيئن دنيا کي ڏيکاري سگهجي تہ پيپلز پارٽي جي حڪومت غريب پورهيتن لاءِ ڪم ڪري رهي آهي. ليڪن ان وقت جي هڪ چيف منسٽر سيد عبدالله شاهہ پنهنجن حمايتي جاگيردارن جيڪي اسيمبلي جا ميمبر هيا انهن کي بچائڻ لاءِ غلام هارين جي آزادي جهڙي اهم مسئلي کي ڪا بہ اهميت نہ ڏني ۽ ان مسئلي کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. ڇو جو جيڪو سيد عبدالله شاهہ ۽ انهن جي حامي وڏيرن ۽ جاگيردارن جو جيڪو حشر ٿيو آهي اهو سڄي دنيا ڏٺو ۽ هو اڄ ڳولهيا بہ ڪو نہ ٿا لڀن.

هاڻي اهو وقت ويجهو اچي ويو آهي جو سنڌ جي سر زمين جاگيردارن ۽ وڏيرن جو قبرستان ثابت ٿيندي ۽ هر طرف آزادي جا نعره بلند ٿيندا ۽ دنيا ٻڌندي ۽ ڏسندي ڇو جو اڄ ڏينهن تائين اهڙو ڪو بہ هٿيار ڪو نہ ٺهيو آهي جيڪو آزادي جي گهر ڪندڙ آزادي جي متوالن کي ڪچلي سگهي ڇو جو آزادي انساني جو پيدائشي حق آهي. آخر ۾ مان انهن هٿ ٺوڪين سياسي ليڊرن کي صرف اهو ئي مشورو ڏيندس تہ پاڻي جي بجاءِ غلام سنڌين جي آزادي لاءِ جدوجهد ڪن جنهن ڏينهن بہ سنڌي غلام هارين کي آزادي ملندي ان ڏينهن پاڻي خود بہ خود اچي ويندو پوءِ جيڪڏهن ڪو سنڌين جو پاڻي روڪيندو ۽ ان جي سنهہ رڳ ڪٽي ڇڏينداسين تہ جيئن نہ رهي بانس نہ وڄي بانسري.

امان الله سومرو

وڪيل ميرپورخاص

# قيدين جي آه وزاري ۽ ججن جي بي حسي ۽ بي شرمي

سنڌ جا رهواسيو!

اڄ مان سنڌ جي لاپرواهه بي حس ۽ بي شرم ۽ عوام دشمن ججن جي خلاف دل کولي لکندس ڇو جو قيدين جون آهون ۽ دانهون ٻڌي منهنجي دل ۾ هڪ باهه لڳل آهي ان دل جي باهه کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ مان دل جي ڀڙاس ضرور ڪڍندس ۽ عدليه جي بي حس ۽ بي شرم ججن کي انهن جي اصل شڪل آئيني ۾ ضرور ڏيکاريندس ڇو جو هي جج آدمخور ٿي ويا آهن مان ٻه اهو ٿو چاهيان ته اهي جج منهنجي خلاف ڪارروائي ڪري مون کي جيل موڪلي ڏين جيئن ته مان جيل اندر جيل ۾ قيدين سان جيڪي عقوبتون ۽ بي انصافيون ٿي رهيون آهن جن کي ڏسي ۽ ٻڌي منهنجو رت ٽهڪڻ لڳندو آهي ۽ دل ڇرندي آهي ۽ انهن عوام دشمن ججن جيڪي قيدين کي انصاف ڏين جي بدران انهن کي شنوائي جون ڊگهيون تاريخون ڏيئي رهيا آهن. انهن جي منهن تي اهڙي ڪارنهن مليان جيئن هو دنيا کي منهن ڏيکارڻ جي قابل هي نه رهن.

اڄ مورخه 24-03-2001 تي جڏهن مان حيدرآباد جيل کان ميرپورخاص جي ڪورٽ ۾ شنوائي تي آيل قيدين سان مليس ته هڪ قيدي ٻڌايو ته ان کي جيل پنج سال تي ويا آهن ۽ جج ان کي ڪورٽ ۾ گهرائڻ جي بنا هر دفعه هڪ ڊگهي تاريخ ڏئي ٿو جڏهن ان قيدي وڏيڪ ٻڌايو ته ان

جي خلاف نه ته ڪو شاهد ئي اچي ۽ نه ئي فريادي پوءِ ڪهڙو سبب آهي جو ان کي بنا ڪنهن سبب جي جيل ۾ بند ڪيو ويو آهي.

ان قيدي مون کي روئي ٻڌايو ته ان جي هڪ ڏي جوان ٿي ويٺي آهي ۽ هن جا ننڍا ننڍا ٻار آهن جنهن ڪوڙي ڪيس ۾ هن کي بيگناهه واڙيو ويو آهي جنهن جي وڌ ۾ وڌ سزا ٻه سال آهي ته پوءِ ان قيدي چيو ته ڪهڙي قانون جي پنج سال بغير ڪنهن ڪيس هلائڻ جي جيل ۾ رکيو ويو پيو وڃي ان جو جواب ته ججن کي ڏيڻ گهرجي. مگر اسان جي ملڪ جا جج صاحبان بي حس، بي شرم ۽ ايترا ته مغرور ٿي ويا آهن جو توبه نعوذ باالله هي هڪ قسم جا خدا ٿي ويا آهن جيڪي غريب ماڻهن جي تقدير سان کيڏي رهيا آهن مگر انهن ناهنجار، بي حس ۽ بي شرم ججن کي ان ڳالهه جي خبر نه آهي ته ان بي انصافي جي خطرناڪ راند جو ڪهڙو نتيجو نڪرندو. مان ججن کي ان بي انصافي جي خوفناڪ نتيجن کان ضرور آگاهه ڪندس.

در اصل ڳالهه آها آهي ته اسان جا جج هڪ قسم جا عدالتي وڏيرا ٿي ويا آهن جهڙي طرح جاگيردار وڏيرو هارين کي پنهنجو غلام سمجهي بنا ڪنهن معاوضي ڏيڻ جي ڪم وٺندو آهي اهڙي طرح هي وڏيرا جج اهو نه ٿا سوچين ته جن غريب ماڻهن کي قيدي سڏيو ويندو آهي. سالن جا سال جيلن ۾ بند ڪري جج اهو عذر پيش ڪن ته فريادي ۽ شاهد ئي نه ٿا اچن سو بيهودو جواز هڪ قسم جي عدالتي بدمعاشي آهي ان عدالتي بدمعاشي جو سنئون سڌو جوابدار جج آهي. اهڙن نيچ ۽ گهٽيا قسم جي ججن جي ذهنيت جي باري ۾ اوهان کي ٻڌائڻ گهرندس ته هڪ قيدي جي سلسلي ۾ جڏهن مان ميرپورخاص جي هڪ جج سان مليس ته هو مون کي

ڏمڪيون ڏيڻ لڳو ۽ ڇون لڳو تہ هي ڪهڙو طريقو آهي جج سان ڳالهائڻ جو. ان ئي وقت ان بي ايمان عوام دشمن جج جي روبرو ان غريب قيدي جا وارث روئي رهيا هئا مگر انهن جي اکين مان وهندڙ ڏک جي ڳوڙهن کي اندهي جج ڏنوئي ڪو نہ اهي غريبن جا انصاف لاء وهندڙ ڳوڙها جج کي انهيء ڪري ڏسڻ ۾ ڪو نہ آيا جو جج فرعون ٿي ويا آهن. انهن جو غريبن جي آه وزاري سان ڪو بہ واسطو نہ آهي مگر انهن حرامخور يا مان تہ چوندس بدمعاش ججن کي جن غريب انسانن کي يرغمال بنائي ڇڏيو آهي اڄ نہ تہ سڀاڻي جواب ڏيڻو پوندو ڇو جو هر ڪنهن انسان کي پنهنجي ڪئي جو ڦل ڀوڳڻو پوندو ڇاڪاڻ جو هر انسان کي مڪافات عمل کي منهن ڏيڻو پوندو آهي انهن غريب قيدين ۽ انهن جي ٻچن کي انهن لچي قسم جي ججن دربدر ڪري ڇڏيو آهي اڄ خود انهن جي ٻارن جي زندگي جا ڏيئا گل ڪيا پيا آهن هائي ججن کي بہ مڪافات عمل جو سامنو ڪرڻو پئجي رهيو آهي. جسٽس نظام الدين ۽ ان جو قتل ۽ وري پوء هڪ عورت جج جي ٻن گلن جهڙن معصوم ٻارن جو جج ماء جي ڪڇ ۾ قتل ان ڳالهہ ڏي واضح اشارو آهي تہ قدرت وٽ دير آهي انڌير ڪو نہ آهي. اڄ اهي ساڳيا ئي جج دانهون ڪري رهيا آهن تہ ٻين جي حالت ڪهڙي هوندي. جڏهن گهر ۾ باهہ لڳندي آهي تہ پوء خبر پوندي آهي. جنهن ڏينهن بہ ججن غريبن جو احساس محسوس ڪيو تہ پوء ڪا ڀلائي جي اميد رکي ٿي سگهجي. مگر اسان جي ملڪ جي ججن مان ڀلائي جي توقع رکڻ ٻيرن کان ٻير گهرڻ جي برابر آهي. جڏهن سيشن جج جي عهدي جو جج جيڪو ڪنهن جي جان وٺڻ جا اختيار بہ رکندو هجي جڏهن اهو رشوت خور ۽ بي ايمان ٿي وڃي تہ پوء سمجهو ملڪ جو خدا حافظ آهي. اڄ پوليس ۽

# شهر جي صفائي جي متعلق اهم پيغام
# سينارجا جي شهرين لاءِ خوشخبري

دوستو ۽ ساٿيو!

مان سينارجا جي شهرين کي اها خوشخبري ٻڌائڻ ٿو چاهيان . مان ميرپورخاص مان لڏي سينارجا ۾ مستقل طور رهڻ جو فيصلو ڪيو آهي. اهو فيصلو ۽ ـن ڇو ڪيو آهي جنهن جا ٻه وڏا سبب آهن. هڪ سبب اهو آهي جو سينارجا جو شهر اهو شهر آهي جتي مون جنم ورتو آهي. معنيٰ سينارجا منهنجي جنم ڀومي آهي. ان کان علاوه ۽ ـنجن وڏن جا مڙهه هت سينارجا جي آس پاس دفن آهن ۽ هت اسان جا مال ۽ ملڪيتون به آ ـن. ٻيو سبب پنهنجي ننڍي ڌي جنهن جي عمر 5 سال آهي ۽ هن جو نالو بختاور آهي ان کي سنڌي جي تعليم ڏيارڻ به اهي. جو سنڌي تعليم ميرپورخاص ۾ صرف نالي ماتر آهي. اهوئي سبب آهي جو مون پنهنجي ڌي کي سنڌي تعليم پرائڻ لاءِ مهران پبلڪ اسڪول سينارجا ۾ داخل ڪرايو آهي.

جيئن ته سينارجا منهنجي جنم ڀومي آهي. جنم ڀومي جا ڪجهه قرض هوندا آهن. مان اهي قرض لاهي ته نه ٿو سگهان پر حت الوسع ڪوشش ڪندس ته سينارجا يعني پنهنجي جنم ڀومي جي رهواسين جي خدمت ڪريان. مان اها خدمت ڪيئن ڪندس مان ان کان اوهان کي آگاهه ڪرڻ ضروري سمجهندس. جيئن ماڻهو منهنجي فلسفي کان آگاهه ٿي سگهن.

مان ميرپورخاص شهر ۾ وڪيل نوٽري پبلڪ ۽ اوٿ ڪمشنر ۽ اسٽامپ وينڊر هئڻ کان علاوه اتي شهر جي صفائي جو وقتاً بوقتاً انچارج رهيو آهيان. جو اتان جا اعليٰ عملدار جهڙوڪ مسٽر امتياز قاضي، مسٽر صلاح الدين قريشي ۽ مسٽر گل محمد عمراڻي صاحب جيڪي ميرپورخاص ڊويزن جا ڪمشنر رهيا آهن. صفائي جي سلسلي ۾ منهنجون خدمتون حاصل ڪندا رهيا آهن. ان دوران مون شهر کي صاف ڪرڻ جو ايڏو ته شاندار ڪم ڪيو جو ڪجهه ماڻهو جيڪي شهر کي صاف ۽ سٺرو ڏسڻ نه پيا چاهين جتي ماڻهو لڏ ۽ گوتهه ڪاڏي ڀيتي جي شين ۾ ڪائيندا هيا جيڪو هوا ۾ اڏامي ڪاڏي ڀيتي جي شين ۾ پڻ پوندو هيو ته پوءِ لازمي ڳالهه آهي اهو ڪچرو هوا ۾ اڏامي ساهه جي ذريعي انسان جي جسم ۾ به ويندو هيو. جيئن ته مون کي شهرن کي صاف ڪرڻ جو وڏو تجربو آهي ۽ مون وٽ شهر کي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ جو مڪمل منصوبو آهي. منهنجي منصوبي ۾ وڏي خوبي اها آهي جو هن منصوبي تي وڌيڪ هڪ ٽڪو به خرچ نه ايندو بلڪ شهر جي صفائي لاءِ رکيل رقم مان اگر ايمانداري ۽ خلوص سان ڪم ڪيو ويندو ته پنج روپيه بچي پوندا.

هاڻي اچو ته مان اوهان کي تفصيل سان ٻڌايان ته شهر جي صفائي ڪيئن ٿيندي آهي. ان لاءِ سڀ کان پهريون ڀنگين جي ڪن مهت ڪئي ويندي ۽ ڀنگين کان ڪم وٺڻ جا ٻه طريقا آهن هڪ آهي پيار ۽ ٻيو آهي پادر. مان سڀ کان پهريون ڪم وٺڻ لاءِ پيار جو طريقو استعمال ڪندو آهيان اهو آهي ان ڪلاڪ ڪم ڪرڻ ۽ پنهنجي پگهار ڪٽڻ ۾ ميرپورخاص شهر ۾ اها مصيبت هئي جو اتان جا صفائي جا انسپيڪٽر ۽ ٻيا آفيسر في ڀنگي هر مهيني 500/= روپيه پتو وٺندا هئا. اتي ٽي سو کن ڀنگي هيا جنهن کان هو لکين روپيه پتو وٺي ڪانئن ڪم ڪونه وٺندا هيا ۽ پوءِ اهي ڀنگي شهر جي وڏن ماڻهن جي گهرن ۽ هوٽلن ۾ پرائيويٽ صفائي ڪندا هيا. انهن کي پادر هئي ڪم وٺڻ ان ڪري ناممڪن هيو جو هنن سان گڏ صفائي جا سڀ آفيسر ملوث هيا. ان ڪري پادر ڪٽڻ مهل ڀنگي هڙتال جي ڌمڪي ڏئي انتظاميه کي ڊيڄاريندا هيا. هت اها صورتحال مون کي ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي. ته ڪو يونين ڪائونسل جا جمعدار ڀنگين کان پتو وٺندا هوندا. هت صرف اهو آهي جو ڀنگين جي ڪم جي چڪاس بلڪل نه آهي.

اهوئي سبب آهي جو جيئن ته مون کي شهر کي صاف ڪرڻ جو وڏو تجربو آهي ان ڪري

پنهنجون خدمات رضاڪارانه طور يونين ڪائونسل جي معزز ميمبرن جي حوالي ٿو ڪيان. هو صرف اها مهرباني ڪن جو يونين بلديه جو صفائي جو سمورو عملو منهنجي حوالي ڪن ۽ انهن ڪي لکت ۾ حڪم ڏين ته جي هنن صفائي جي ڪم ۾ ڪوتاهي يا ڪن لاڻار ڪئي ته هنن جي نوڪري ختم ڪئي ويندي. مان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان ته ملڪ ۾ بيروزگاري جي ڪري سوين ٻيا ڪارڪن شهر جي صفائي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. ان لاءِ يونين ڪائونسل جي معزز اراڪين کي ان صفائي لاءِ گهربل سڀ شيون جهڙوڪ ٽريڪٽر ٽرالي، گڏهه گاڏا، هٿ ٽراليون، ڪوڏرون ۽ بيلچا ڏيڻا پوندا. جو سيٺارجا شهر کي هاڻي صرف ٻهاري ڏيڻ ۽ ناليون مَان ٿورو گهڻو ڪچرو ڪڍي صاف نه ٿو ڪري سگهجي ڇو جو شهر ۾ مٽي ۽ گند ڪچري جا ڍِڪَان ٽن فوٽن تائين ٿهه چڙهي ويا آهن ۽ اهي ڪوڏرن ۽ بيلچن کان سواءِ صاف ڪونه ٿيندا. شهر جي صفائي ڪرڻ سان اڌو اڌ بيماريون به ختم ٿي وينديون ۽ مکين ۽ مڇرن کي مارڻ لاءِ دوائون به اسپري ڪيو وينديون.

گندگي بيماري جي ماءُ آهي ▪ صحت صفائي جي ڌي آهي. اهوئي سبب آهي ته صحت ۽ صفائي جو پاڻ ۾ گهاٽو لاڳاپو آهي.

هاڻي سيٺارجا جي معزز شهرين کي هڪ ٻني خاص ڳالهه کان آگاهه ڪندو هلان ته منهنجو ڪو به سياسي مقصد نه آهي ۽ نه ئي مان ڪنهن جي مخالفت ڪندس جيترو ٿي سگهندو مان تعميري ڪم ڪندس ڇو جو مان هڪ تعميري سوچ جو نظرياتي ڪارڪن آهيان. جيتري قدر سياست جو تعلق آهي ته ضلع خيرپور ميرس جي سياست ۾ منهنجو وڏو هٿ آهي. مان ضلع خيرپور ميرس پيپلز پارٽي جو پهريون آفيس سيڪريٽري هئڻ کان علاوه پيپلز گارڊ جو انچارج به رهيو آهيان. ان جو ثبوت ان وقت جو رڪارڊ ڏيندو جيڪو مون ان وقت جي وقتي صدر مسٽر عطا محمد لنڊ کي پيلز هاءِ ڪمان جي حڪم تي ان وقت جي جنرل سيڪريٽري هادي بخش لاڙڪ ۽ مسٽر غلام رسول صديقي ۽ فقير اوشاق علي هيسباڻي جي چوڻ تي پهچايو هيو. مان پيپلز پارٽي جي بنيادي ڪارڪن مان آهيان اهوئي سبب هيو جو جنرل ضيا جڏهن اليڪشن ملتوي ڪئي هئي ملڪ جي ٻين وڏن ليڊرن سان گڏوگڏ مون کي به گرفتار ڪيو ويو جو هڪ سال بعد شهيد ذوالفقار علي جي شهادت کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ رها ڪيو ويو هيو جو اسان پنهنجي ليڊر جي جان به بچائي نه سگهياسين. اهو ڏينهن اڄوڪو ڏينهن مون پنهنجي سياست شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان دفن ڪري ڇڏي آهي. مان ڪنهن به اليڪشن ۾ حصو ڪونه وٺندس. منهنجو ڪم صرف ۽ صرف انسان ذات جي خدمت هوندي ۽ پنهنجي وت آهر سيٺارجا جي غريب شهرين جي خدمت ڪندس.

هاڻي اچون ٿا شهر جي صفائي جي اصل مسئلي تي. هن لکيل اشتهار کي مان وڏي تعداد جي تعداد ۾ ڇپرائي سيٺارجا شهر ۾ ورهائي ڇڏيا آهن. هاڻي جيڪڏهن سيٺارجا جا شهري ۽ ڪائونسل جا معزز ميمبر منهنجي خدمات مان فائدو وٺڻ ٿا چاهين نه هو مون کي صفائي جي ڪم ۾ مدد ڪرڻ لاءِ باقاعده تحريري طور لکن ته مان انهن صاحب حيثيت صاحبن جي روبرو هر وقت پيش ٿيڻ لاءِ تيار آهيان ۽ پنهنجو ڪم شروع ڪرڻ ۾ دير ني ڪونه ڪندس ۽ پنهنجي نگراني ۾ شهر جي صفائي جو ڪم شروع ڪندس ڇو جو صفائي لاءِ چاليهه پنڪي ۽ انهن جيِّ ماهانه ٻه لک روپيه جي پگهار مان ايتري ته شاندار صفائي ٿيندي جو هڪ مثال هوندي.

شڪريه

اوهان جو ساٿي

**امان الله سومرو**

بي.اي، ايل ايل.بي انڊووڪيٽ

نوٽري پبلڪ - اوٿ ڪمشنر

سابق اعزازي سينٽري انچارج

حال سيٺارجا.

# ڇا غلامي ڪري سنڌ موندا آهن؟

## عدليه جي هاري دشمن ججن کي اڄ نه ته سڀاڻي جواب ڏيڻو پوندو

سنڌ جا باسيوا

سچ پڇو ته هاڻي دل چوي ٿي ته يا ته پاڻ کي هاءِ ڪورٽ ۾ وڃڻ هارين جي دشمن بي حس ججن جي روبرو باهه ڏئي ساڙي ڇڏيان يا وري انهن عوام دشمن ججن جي خلاف باقاعده اعلان جنگ ڪيان ۽ هٿيار کڻي انهن کي اڏائي ڇڏيان. ڇاڪاڻ جو ظلم، دهشت ۽ بدمعاشي جي هڪ حد هوندي آهي جيڪا حد ڪان وڌي ويئي آهي ۽ ان جي سدباب جا تمام رستا بند ٿي ويا آهن ۽ سمجهه ۾ نٿو اچي ته هاڻي ڇا ٿيندو.

ڳالهه ائين آهي ته جڏهن ڪي گلو ڀيل سان ان جي ڳوٺ ملي جڏهن واپس پنهنجي گهر موٽي خاص آيس ته گلو ڀيل جي پيءُ خميسي ڀيل ٻڌايو ته هن جيڪو پنهنجي پٽ، تنهن ۽ ڌي جي آزادي لاءِ ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ جي ڌاره 491 جي تحت جيڪو ڪيس 2000/1114 سان سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بينچ حيدرآباد ۾ داخل ڪيو هو ان ڪيس ۾ هڪ معزز جج جسٽس فيض محمد قريشي صاحب انصاف ڪندي ڀيارو لنڊ پوليس جي ايس ايڇ او کي حڪم ڏنو هو ته هو ان غريب هاري جي ٻارن کي عدالت ۾ پيش ڪري جڏهن ته ان غلام هارين جي آزادي جي پيشي تي مورخه 2001-02-22 تي جڏهن فريادي پيش ٿيو ته ان وقت سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بئنچ جو سربراهه هڪ ٻيو جج هيو جنهن جو نالو جسٽس شبير احمد صاحب هيو. جنهن جج هن اهم ڪيس جا ڪاغذ حقارت سان

ڪٽي ڦٽي ڪري ڇڏيا ۽ ڪيس کي ٻڌو ئي نہ ۽ ڇيو تہ هو انهن هارين جي آزادي جي ڪيسن جو ڪو بہ فيصلو نہ ڪندو جڏهن تہ جج ان غريب هاري جي ڪيس جو فيصلو ڪرڻ جو قانوني طرح پابند آهي، جنهن لاءِ هن کي باقاعده لکين روپيا پگهار پڻ ملندو آهي. اهو فيصلو نہ ڪرڻ بہ هڪ قسم جي عدالتي بدديانتي آهي جنهن جا مرتڪب هي جج حضرات ٿي رهيا آهن جيڪي هاري جي ڪيسن جو ڪو بہ فيصلو ڪونہ ٿا ڪن.

شايد انهن نا عاقبت انديش ججن کي اها خبر نہ آهي تہ ان جي بي انصافي ۽ لاپرواهي جي ڪري سماج تي ڪهڙا اثر پوندا آهن مان انهن عوام دشمنن کي ان ڳالهہ کان ضرور آگاهہ ڪندس.

ڳالهہ اها آهي تہ جڏهن اسان نظر بند غلام هاري گلو پيل سان ملي موٽي آياسين تہ اسان کي خبر پئي تہ گلو پيل جو زميندار جنهن جو نالو محمد ولد مير محمد جمالي جيڪو پوليس اسٽيشن پيارو لنڊ تعلقہ ٽنڊو الهيار جي حد ۾ رهندو آهي تپي باهہ ٿي ويو آهي تہ اسان هن جي شاهيل اسٽيٽ يعني خدائي ۾ هن جي اجازت جي بغير ڪيئن داخل ٿياسين. جتي پکي بہ پر نہ ٿو هڻي سگهي. اسان ڪيئن پهچي وياسين. هن اسان جي اتي وڃڻ کي پنهنجو جي لاءِ خطرو سمجهيو ڇاڪاڻ تہ غلام هاري ڪنهن بہ وقت بغاوت ڪري پهچي سگهي ٿو. اها ئي ڳالهہ مون غلام هاري گلو پيل کي چئي هئي ۽ هن کي ڪرايو بہ ڏنو هيو تہ جيئن ئي هن کي موقعو ملي هي پهچي اچي.

اوهان صاحبن کي مان اها ڳالهہ وڏي ڏک ۽ افسوس سان ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ سنڌي غلامن پنهنجي بيهوده غلامي تي اهڙي تہ خاموشي اختيار ڪئي آهي جو اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي تہ هاڻي ڇا ٿيندو

سنڌي غلام هارين جي بي بسي ۽ ڪمزوري جو اندازو اوهان ان ڳالهه مان لڳائي ٿا سگهو تہ جڏهن گلو ڀيل جي ماءُ جنهن جو نالو چانڊني آهي اها بہ زميندار جي نجي جيل مان پنهنجي مڙس خميسو ڀيل ۽ ڀين ٽن ٻارن سان ڀڄي آئي هئي ۽ اها هڪ ٻئي وڏيري جنهن جو نالو چنگل هنگورجو آهي جيڪو هتونگي جي پاسي ۾ تعلقہ کپرو جو زميندار آهي ان وٽ ڪٽيون وغيره چونڊيندي هئي. ليڪن جڏهن ان کي خبر پئي انهن جو اڳوڻو آقا مالڪ وڏيري محمد جمالي انهن کي ڇرين وانگر ڳولهي رهيو آهي. ان عورت پنهنجن ٽن ٻارن سميت وڏيري جنگل وٽان ڀڄي اچي مون وٽ پناهہ ورتي ۽ ٻن ڏينهن کان پوءِ جڏهن اها عورت پنهنجي ڪاڏي پيتي جا ٿانو وڏيري چنگل هنگورجي جي ڳوٺ واقع نزد هتونگو مان کڻڻ وئي تہ ان کي ن جي ٻارن سميت وڏيري اهو ڇٽي روڪي ڇڏيو تہ هو ڀڳل غلام هاري آهن ۽ هاڻي هو انهن غلام هارين کي انهن جي آقا جي حوالي ڪندو. جيڪو انهن کان قرض جي عيوض ٻني جي پوک ڪرائيندو. جيڪو قرض ہ لک روپيا آهي. اها صورتحال ڏسي گلو ڀيل جو پيءُ خميسو ڀيل جنهن جو هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس هلندڙ آهي. اهو رات جي اونداهي جو فائدو وٺي ڀڄي آيو آهي ڇو جو هن غلامي کان بغاوت ڪئي آهي ۽ باغي کي دنيا ۾ ڪا بہ طاقت غلام نہ ٿي بڻائي سگهي. ۽ هاڻي هو بي انصافي ۽ ظلم ۾ ڪري روئي رهيو آهي تہ هو ڪنهن کي فرياد ڪري ۽ ڪنهن کان نصاف گهري. جڏهن انصاف ڪندڙ ئي جلاد ٿي وڃن تہ پوءِ انسان جي ڪين مان ڀائي جا نہ بلڪہ رت جا ڳوڙها نڪرندا آهن اڄ خميسو ڀيل عدالتي بيحسي ۽ بدديانتي جي ڪري انصاف کان محروم آهي تہ پوءِ وهان ئي ٻڌايو تہ ان بي انصافي جو ذميدار ڪير آهي تہ پوءِ مان چوندس

تہ ان سڀني بي انصافي جا ذميدار اهي عدليہ جا معزور ۽ عوام دشمن جج آهن جن جي انا پرستي جي ڪري سنڌي قوم غلامي جي هڪ اهڙي اونهي غار ۾ وڃي ڪري آهي، جتان غلامن کي نڪرڻ لاءِ ڪيترا ئي سال لڳي ويندا ليڪن شايد عدليہ جي عوام دشمنن کي اها خبر ڪو نہ آهي تہ انقلاب کي پير ڪو نہ هوندا آهن انقلاب کي پر لڳل هوندا آهن ۽ ڪنهن کي بہ خبر نہ پوندي آهي تہ پل گهڙي ۾ ڇا ٿي ويو.

اسان معزز عدالت جي جج حضرات کي اهو ٻڌائڻ ٿا چاهيون تہ هو جيڪڏهن عدالتي نظام کي برقرار رکڻ ۽ ملڪ جي خيريت ٿا چاهين تہ پوءِ فوري طور تي هارين جي آزادي جي ڪيسن جو فيصلو بنا دير جي ڪيو وڃي ڇاڪاڻ جو وقت سدائين هڪ جهڙو نہ هوندو آهي، جيڪي اڄ غلام آهن، سياڻي حڪمران ٿيندا ۽ جيڪي اڄ حڪمران آهن اهي سياڻي غلام ٿي ويندا ڇو جو تاريخ اهو ئي ٿي ٻڌائي، پوءِ اسان انهن عوام دشمنن ججن جو اهڙو تہ احتساب ڪنداسين جو دنيا ڏسندي ۽ انهن ججن کان هارين جو غلامي ۾ گذاريل هڪ هڪ ڏينهن جو حساب ورتو ويندو پوءِ انهن غلام هاري دشمن ججن کي خبر پوندي تہ آزادي ڪهڙي شيءِ جو نالو هوندو آهي ان وقت جو انتظار ڪيو ۽ اهو وقت هاڻي پري نہ آهي ۽ يوم حساب تمام ويجهو اچي ويو آهي. ڇاڪاڻ جو قدرت جا فيصلا اٽل هوندا آهن ۽ اڄ خدا سنڌي غلامن جي نجات لاءِ هڪ مرد مجاهد قائد تحريڪ الطاف حسين کي موڪليو آهي ۽ هو صاحب جنهن ڏينهن بہ سنڌ جي ڌرتي تي قدم رکندو ان ڏينهن سنڌي غلامن جي غلامي جون زنجيرون ٽٽي پاش پاش ٿي وينديون ۽ پوءِ سنڌ ۾ نہ هوندو آقا ۽ نہ هوندو غلام، نہ وڏيرو

هوندو نہ هاري، سڀ انسان برابر هوندا ۽ ان ڏينهن جيل خانہ ۽ ڦاسي گهاٽ ڪوليا ويندا جيئن حقيقي آزادي جو مزو ماڻي سگهون.

منجانب

**امان الله سومرو**

ميرپورخاص

# پونم ۽ پائي، هڪ ڏوڙ ته ٻيو چائي

ساٿيو!

اسان جي بدقسمتي آهي جو سنڌ سونهاري سان ٻين ته ظلم ڪيا آهن پر هن ويچاري سورن جي ماري سنڌ کي سڀ کان وڏو نقصان پنهنجن ئي پهچايو آهي ۽ اڄڪلهه جڏهن سڄي دنيا جڏهن هڪ گلوبل وليج جي شڪل اختيار ڪري رهي آهي. ڏينهون ڏينهن سيٽ لائيٽ ۽ ڪميونيڪيشن جي جديد ڪوجنائن جي ڪري هڪ روزگار جي جديد وسيلن کي مدنظر رکندي اسانکي ڏسڻو اهو پوندو ته اسان ان سلسلي ۾ ڪٿي بيٺا آهيون.

اڄڪلهه اخبارن ۾ پونم ۽ پائي جي نالي هڪ عجيب و غريب سياسي گروپ جون ڳالهيون پڙهي دل ۾ هڪ تجسس پيدا ٿي ويو آهي ته ڏسو ته پونم ۽ پائي ڇا آهي جڏهن مون ان تي غور ۽ فڪر ڪيو ته پونم ڏوڙ ته پائي مون کي چائي لڳي. هي پونم ڇا آهي ان جي باري ۾ پير صاحب پاڳاري فرمايو ته اها هندستان جي هڪ اداڪاره آهي، ان جو نالو آهي ته وريئي پائي اها آهي چائي، اڄ ڪلهه پائي جو دور ختم ٿي ويو، انگريزن جي دور ۾ پايون هلنديون هيون، هينئر ته روپين جو به ملهه ڪونهي ته پايون ڇا ڪنديون اها پونم ۽ پائي نالي هڪ عجيب و غريب خلقت جيڪا ان پونم ۽ پائي واري قصي کي ڪنيو ٿا اچن. اچو ته ٿورو انهن جو پوسٽ مارٽم ڪريون.

ڪري ٿا. معاف ڪجو جو مون پوسٽ مارٽم جو لفظ استعمال ڪيو آهي. ڇوته بغير پوسٽ مارٽم جي پونم ۾ پائي جي آنڊن، گردن ۽ دماغ جي خبر نه پوندي. سو هاڻي اسان کي پوسٽ مارٽم ڪرڻ لاءِ جيئن ديگ کي چکڻ لاءِ هڪ داڻو ڪڍڻو پوندو آهي اچو ته اسان پونم ۾ پائي جي ديگ جيڪا پچڻ لاءِ تيار پئي ٿئي، رڳو گرم مصالحه گهرجن اهو گرم مصالحه الطاف حسين فراهم ڪري چڪو آهي. هاڻي جيڪا ديگ پچڻ لاءِ بورچي پچائي رهيا آهن. اسان ان مان سڀ کان پهريون مسٽر يوسف لغاري کي بطور سيمپل جي ڪڍي رهيا آهيون. ڇو جو اهو سيمپل تازو پونم ۾ پائي جي بورچين سنڌ مان لنڊن امپورٽ ڪيو هيو. جتي هن شيمپيئن پي اهو اعلان ڪيو ته گهبرايو نه الطاف حسين سنڌي ٿي ويو آهي ۽ سنڌي سڪي رهيو آهي. يوسف لغاري هڪ ڇٽ پوڪ بروچ آهي ته پوءِ اوهان اندازو لڳايو ته هن جا ٻيا ساٿي ڇا هوندا. هي سڀ ملي ڪري سنڌي قوم کي بيوقوف بڻائي رهيا آهن.

ڪڏهن ڪالاباغ ڊيم جو اشو. ان تي هرو ڀرو گوڙ ڪرڻ جڏهن ته هنن کي اها به خبر نه آهي ته اصل ۾ ڪالاباغ ڊيم ڪهڙي بلا آهي. جنهن کان هو قوم کي ڊيڄاري رهيا آهن. جيئن پادري شيطان کان ڊيڄاريندو آهي. هاڻي هنن جي سنڌ جي عوام ۾ جيڪا حيثيت آهي. اها جيڪڏهن اوهان کي ڏسڻي هجي ته هنن کي ڦاٽڪ وارو به ڪو نه سڃاڻي بقول ڪامريڊ گل محمد عمراڻي جي ته هي پريس جا شهزادا آهن ۽ هنن جا اصل بورچي پريس وارا آهن. انهن کي وري گرم مصالحو ۽ تڙڪي لاءِ گيهه وغيره به باقاعده فراهم ڪيو ويندو جيئن ڪا ڪسر باقي نه رهي ۽ باقي رهيون ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون اهي بلوچ ۽ پٺاڻ ليڊر ڪٺي ايندا آهن. در

اصل ڳالهه اها آهي تہ سنڌ نہ صرف پاڪستان لاءِ اهم پر پوري برصغير لاءِ بہ اهم آهي ڇو جو سنڌ پوري بر صغير جو مرڪز آهي جتي اعليٰ پائي جا ماڻهون ۽ اعليٰ پائي جو تجارتي سامان موجود آهي، جنهن ۾ سڀ کان اهم ڪراچي جي بندرگاهہ آهي. هي سڄو پونم ۽ پائي جو ڊرامو ڪراچيءَ لاءِ آهي ڇو جو جيڪو ڪراچي جو ڪنٽرول سنڀاليندو اهو ئي ملڪ کيءَ ڪنٽرول ڪندو. بقول اعجاز منگي جي تہ يوسف لغاري هڪ ڦوسڙي آهي هن جي باري ۾ چيو ويندو آهي تہ هي جانو جرمن هيو يعني هڪ جاسوس، هن تي وڌيڪ لکڻ اجايو وقت برباد ڪرڻ آهي. الطاف حسين ۽ هن ۾ ڏينهن رات جو فرق آهي، الطاف حسين وٽ پنهنجي هڪ بيس ايريا آهي جتان هن جا ماڻهون نہ صرف اليڪشن کٽي تا سگهن پر هو ضرورت جي وقت گولي بہ هلائي تا سگهن.

جڏهن سنڌي ليڊرن وٽ اهڙي ڪا بہ تنظيم يا طاقت نہ آهي. ماما يوسف جيڪو هن پونم ۽ پائي جي ديگ جو ڪڙڇو آهي. اهو اجا ڪچو آهي ۽ اها پونم ۽ پائي واري ديگ مان عوام کي ڪو بہ فائدو نہ پوندو. اٽلندو عوام خساري ۾ رهندو ڇو جو هنن وٽ ايتري وڏي تنظيم يا عقل نہ آهي جو هو پاڪستان



ليکڪ جو ساٿي وسيم خالق. -



ليکڪ جو پٽ ذوالفقار علي سومرو.

# ايمانداري ڪهڙي جهرڪي جو نالو آهي ميرپورخاص جي ايماندار ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ کان هڪ سوال.

ميرپورخاص جا شهريو. اسان کي ان ڳالھ جي وڏي خوشي آهي جواسان جي ضلعي جي پوليس آفيسر امير علي شيخ جي ايمانداري صرف ۽ صرف [illegible] ۾ محدود آهي جڏهن ته ايمانداري صرف رشوت وٺڻ جو ئي نالو نه آهي ايماندري هڪ اهڙو جان جوکي ۾ وجهڻ وارو ڪم آهي جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن جان جي قرباني به ڏيڻي پوندي آهي اهو ئي سبب آهي جو ملڪ ۾ سو فيصد ايماندار ماڻهن جي وڏي کوٽ آهي.

ايماندار ڪنهن کي چوندا آهن مان اڄ پنهنجي ضلع جي پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته هن وقت پوليس جي کاتي ۾ صرف ۽ صرف هڪ ئي ايماندار پوليس آفيسر آهي جنهن جو نالو عزت ماب فخر سنڌ ثناءُ الله عباسي آهي باقي ٻيا سڀ پوليس آفيسر ڪٿي نه ڪٿي بدديانتي جو مرتڪب ٿي ڪري پنهجي نام نهاد هٺ نوڪي ايمانداري جو پاندو سري عام قاڙي ڇڏيندا آهن اڃو نه مان اوهان کي ٻڌايان ته ايمانداري ڇاکي چئبو آهي ايمانداري ان کي چئبو آهي ته ڪٿي به کاتي ۾ بديانتي يا بدمعاشي نظر اچي ان کي پاڙون ٻنڌي ڇڏڻ کي ايمانداري چوندا آهن مثال جي طور تي پوليس جي ڪنهن صوبيدار تي اهو الزام ثابت ٿي وڃي ته هن ڪنهن شريف ماڻهو کي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسايو آهي يا ان کي ڊيڄاري ڌمڪائي رشوت ورتي هجي ڇا اهو گهٽ ڏوھ آهي ڇا اهو ڏوھ سزا جي لائق نه آهي اهو سڀ ڪجھ هجڻ جي

باوجود ڪنهن بہ ٿاڻي جي انچارج کي سرعام سزا نہ ڏيڻ جنهن ۾ عوام جي سامهون ان جي ٽوپي پٽو لاهڻ کان علاوه ان جا ڦول بہ لاٿا وڃن ۽ اهو نہ ڪرڻ بہ هڪ قسم جي بدديانتي آهي ڇاڪان جو هٽ نوڪئي ايماندار ماڻهو جي ان بدديانتي جي ڪري غريب ماڻهون ٻيهر ڪنهن بہ ظالم ۽ بدمعاش پوليس آفيسر جي خلاف شڪايت ڪرڻ جي جرئت ئي ڪونہ ڪندو ڇاڪاڻ اهوئي پوليس آفيسر جنهن جي خلاف شڪايت ٿئي تي ڦري گري وري ساڳي جاءِ تي پهچي ٿو وڃي جنهن جون ڪيتريون ئي مثالون ايماندار ڊي پي او ڊاڪٽر امير علي شيخ صاحب جي ڏينهن ۾ عام جام موجود آهن.

اڃو تہ مان اوهان کي ڊسٽرڪٽ پوليس جي ان ايماندار ڊي پي او جنهن جو ڪجهہ ڏينهن اڳ ڏونڪو وڃي رهيو هو ان کي ڪٽ لڳندي پئي وڃي ۽ حالت اها ٿي وئي آهي جو ڊي پي او صاحب جي لڳايل دربار ۾ ماڻهون دانهون ٿا ڪن تہ سيٽلائٽ ٽائون جو صوبيدار پنجاهہ ماڻهون جوا ڪرڻ جي ڪوڙي ڪيس ۾ ٽن پوليس موبائيلن سان ڇاپو هڻي گرفتار ڪيو آهي تہ وري ٻي پاسي ماڻهون دانهون ڪري رهيا آهن تہ ٿاڻن ۾ انهن جي بي عزتي ڪئي ٿي وڃي انهن دانهن تي هڪ بدمعاش ظالم ۽ رشوت خور صوبيدار کي هٽائي ان جي جاءِ تي ان جهڙي بدمعاش قسم جي پوليس آفيسر کي ٿاڻي تي مقرر ٿو ڪيو وڃي اهڙي طرح ڳالهہ ڦري گري اتي ئي ٿي اچي بيهي جتان شروع ٿئي ٿي.

اها دربار جيڪا مورخہ 1-1-2002 تي نئي سال جي پهرين ڏينهن گهرائي وئي هئي ان ۾ ضلع جي پوليس آفيسر کي آگاهہ ڪرڻ ٿو چاهيان تہ مون ان دربار ۾ ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر کي حضرت عمر جو اهو قول ٻڌايو تہ جيڪو ماڻهون مون کي خاميون ٻڌائي ٿو اهوئي ان جو

خير خواه آهي. اهو ئي سبب آهي جو مان ايس ايس پي ڊاڪٽر امير علي شيخ جو خير خواه هوندي ڪجهه عرض ڪرڻ چاهيندس سڀ کان پهريون مون ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ميرپورخاص کي ٻڌايو ته مان امان الله سومرو بي اي، ايم اي، ايل ايل بي اوٿ ڪمشنر، نوٽري پبلڪ، اسٽامپ ويندر، سابق چيئرمين ٽاسڪ فورس بلديه، آرگنائيزر قيدي بچايو فورم کان علاوه ڪيترن ئي فلاحي تنظيمن سان وابسته رهيو آهيان ۽ مون ميرپورخاص شهر ۽ ان جي عوام جي جيڪا خدمت ڪئي آهي اها هڪ مثالي آهي ۽ هاڻي به مان ساڳئي جذبي سان پنهنجي مشن جاري رکندو پيو اچان، اهو ئي سبب آهي جو مون کي شهرين جي وڏي خاموش اڪثريت جي مڪمل حمايت حاصل آهي. ان ڳالهه تي ڪنهن کي شڪ هجي ته مان ان کي چئلينج ٿو ڏيان ته هو شهر جي ڪنهن به ڪند ۾ هلي عوام کان پڇي ٿا سگهن مان ان سلسلي ۾ ريفرنڊم ڪرائڻ جو چئلينج ڏيان ٿو ۽ گڏوگڏ اهو به ٻڌائيندو هلان ته منهنجي شرڪت ڪانسواءِ ڪو به ڪم چاهي اهو تعميراتي هجي يا امن امان جو هجي، عدل انصاف يا صفائي يا جيل ۾ قيدين جا مسئلا هجن منهنجي شرڪت ڪانسواءِ صحيح نموني حل ٿي ئي نه ٿا سگهن ڇاڪاڻ جو شهر جون سڀ تنظيمون هڪ طرف ته وري ٻي طرف اسان جون فلاحي تنظيمون هڪ طرف. جيڪڏهن انصاف ۽ شرافت جي تارازي ۾ اسان جو وزن ڪيو ويندو ته اسان ۽ اسان جون فلاحي تنظيمون سڀ کان اڳيريون هونديون ان جو مظاهره مان ڪئي دفعا ڪري چڪو آهيان. ليڪن ضلع جي انڌي گونگي ٻوڙي ۽ بيوقوف انتظاميه کي شايد منهنجي اهميت جو اندازو ڪو نه آهي. مان آئنده جي لاءِ ضلع ناظم جو ميدوار آهيان ۽ وڏو مظبوط اميدوار هوندس. وقت تي سيني کي خبر ئجي ويندي. بهرحال اسان ان دربار ۾ ضلع جي پوليس آفيسر امير علي

شيخ کي عرض ڪيو تہ اوهان جيڪو رڪشائن جي شهر ۾ داخلا بند ڪئي آهي اهو غير قانوني آهيءَ ان غير قانوني نادري حڪم جي ڪري ٻچڙيوال ماڻهون سخت پريشان آهن ليڪن ضلع جي پوليس آفيسر عوام جي اصلي ۽ حقيقي نمائنده جو آواز هڪ ڪن ڪان ٻڌي ٻي ڪن مان ڪڍي ڇڏيو ۽ جواب ڏنو تہ هن وڏي مشڪل سان ٽرئفڪ جي نظام کي ڪنٽرول ڪيو آهي، ان ڪري هو رڪشائن کي شهر ۾ وڃڻ ڪو نہ ڏيندو. اسان ان دربار ۾ ضلع جي پوليس آفيسر کي ٻڌايو تہ ستارن کان اڳتي ٻہ دنيا آهي. اهو آهي عدالتي محاذ. اسان ايس ايس پي سان ڪيل واعدي جي مطابق ان غير قانوني قدمن کي سنڌ جي عدالت عاليہ ۾ چئلينج ڪرڻ لاءِ هڪ آئيني پٽيشن تيار ڪئي آهي جنهن کي مان ماهہ جنوري 2002ع جي پهرين هفتي ۾ ڪورٽ ۾ داخل ڪندس پوءِ ان کي عدالت ۾ اچي پنهنجي ان ناجائز حڪم جي باري ۾ جواب ڏيڻو پوندو ڇاڪاڻ جو عدالت عدالت هوندي آهي، انهي نام نهاد ذاتي دربار ۾ اسان ضلع جي پوليس آفيسر سان ٻين مسئلن تي بہ ڳالهايو جنهن ۾ شهر ۾ چنگچين جو هلائڻ غير قانوني آهي انهن کي بند ڪيو وڃي ان کان علاوه شهر کي سيل ڪرڻ لاءِ حيدرآباد روڊ تي رنگ روڊ تي هڪ لوهہ جو گيٽ هڻي سڄي شهر کي سيل ڪري ڇڏيو آهن ۽ بسن جي شهر ۾ داخلا بند ڪري ڇڏي آهي. جنهن ڪري اڳ ۾ جيڪو غريب ماڻهو بس اسٽينڊ کان ٻہ روپيہ ڪرايو ڏئي شهر ايندو هيو ان کي شهر اچڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ پنج روپيا خرچ ڪرڻا ٿا پون. ليڪن جيئن تہ هي وڏا آفيسر هڪ تہ عاليشان بنگلن ۾ ٿا رهن ۽ خطري ۾ نہ هجڻ جي باوجود پوليس جي پهري ۾ اچن ۽ وڃن ٿاءِ ماني ٿا کائين ۽ سمهن چوويهہ ڪلاڪ ڏڪندا ٿا رهن ان ڳالهہ کي ثابت ٿا ڪن تہ اهي آفيسر غريب ماڻهن جي مسئلن کان واقف ئي ڪو نہ آهن ڇاڪاڻ جو اسان جي

ضلع جي پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ اڄ ڏينهن تائين پنهنجن ٻارن ٻچن سميت رڪشا ۾ ڪڏهن به سفر ڪو نه ڪيو آهي ان ڪري انهن کي انهن ڳالهين جو احساس نه آهي. جڏهن ته سڄي شهر کان علاوه وڪيل به دانهون ڪري رهيا آهن. مگر ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ٽريفڪ جو هڪ سپاهي بيهاري سڄي شهر جي شهرين جي منهن تي چماٽ هڻي آهي. ان جو جواب ضلع ناظم يا ٻيا ناظم يا اهي ماڻهو جيڪي اڄڪلهه نام نهاد هٿ ٺوڪيل ايماندار انتظاميه جي مڇ جا وار آهن. ڏين يا نه ڏين مان ان جو جواب ضرور ڏيندس نه صرف احتجاج ڪندس پر عدالتي جنگ به وڙهندس ڇاڪاڻ جو مان ميرپورخاص جي تمام وڏي خاموش اڪثريت جو متفقه ليڊر آهيان ۽ مون کي ان ڳالهه تي فخر آهي ته مان انڌي گونگي ۽ ٻوڙي عوام ۾ شعور جو روح ڦوڪي رهيو آهيان ۽ سڄي ماڻهن کي انهن جا حق ڏيارڻ لاءِ جنگ ڪري رهيو آهيان اهو منهنجو وڏو ڪارنامون آهي. هن شهر ۾ ڪجهه ڪمينا ۽ گهٽيا قسم جا نيچ ماڻهو آهن جيڪي منهنجي قد ۽ ڪاٺ کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. انهن ۾ ڪجهه ماڻهو مون کي چريو ٿا سمجهن انهن نيچ ۽ ڪميني قسم جي ماڻهن کي جيڪي مون کي چريو ٿا چون انهن کي صرف منهنجو هڪ ئي جواب آهي ته توبه نعوذ باالله نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم تي به ڪجهه ان قسم جي منافق ۽ گهٽيا قسم جي ماڻهن چريو هئڻ جو بهتان لڳايو هيو. جڏهن ته مان هڪ خسيس ۽ ادنيٰ انسان آهيان جيتري قدر منهنجي ايمانداري جو سوال آهي ته جيڪو به ماڻهون منهنجي ايمانداري تي شڪ ٿو ڪري ان جي حلالي هئڻ ۾ شڪ آهي. مان چنگي طرح ٿو ڄاڻان ته ڪجهه ماڻهون منهنجي ذاتي ڪردار تي آنگريون کڻندا آهن اهي ماڻهون ڪنهن حد تائين درست ۽ صحيح آهن. پر مون تي آنگريون کڻڻ وارن کي

سڀ ڪان پهريون پنهنجي گريبان ۾ ڏسڻ گهرجي جيڪڏهن هو پنهنجي گريبان ۾ ڏسندا ته انهن کي ان حمام ۾ سمورا اگهاڙا نظر ايندا ليڪن اتي به منهنجي حيثيت هڪ منفرد انسان واري هوندي جيڪڏهن منهنجي برابرين ۽ سنائين کي انصاف ۽ شرافت جي سامهي ۾ توريو ويندو ته منهنجون عوام لاءِ ڪيل سنايون وڏيڪ هونديون بهرحال منهنجو مقدمو عوام جي عدالت ۾ آهي ۽ ان ڪان وڏي به ڪا به عدالت نه آهي ڇاڪاڻ جو عوام خدا جو مظهر آهي ۽ ان جو فيصلو به عوام ئي ڪندو بهرحال شهر جا باشعور عوام ۽ وڪيل پڻ پنهنجي مسئلن لاءِ مون سان ئي مشورو ڪندا آهن ۽ مون کي چوندا آهن ته مان سرڪاري ڪامورن سان انهن جي مسئلن تي ڳالهايان.

آخر ۾ اسان هڪ دفعو ٻيهر ميرپورخاص ضلعي جي ايماندار سڏجندڙ ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر مسٽر امير علي شيخ کي مشورو ڏيندا سين ته جيڪڏهن هو واقعي ايماندار ٿيڻ ٿو چاهي ته سڀ ڪان پهرين ٿاڻن تي متعين رشوت خور ظالم ۽ خونخوار صوبيدارن جي ٿاڻن تي ڇاپا هڻي ۽ جنهن به ٿاڻي ۾ ڪو بيگناهه انسان بند هجي ته ان ٿاڻي جي صوبيدار کي سرعام رسوا ۽ ذليل ڪري نوڪري مان ڪڍي ڇڏي ٻي صورت ۾ جيڪڏهن ائين نه ڪيو ويو ۽ عوام کي ٿاڻن ۾ ذليل ڪرڻ جي ڪوشش بند نه ڪئي ويئي ته پوءِ ياد رکجو ته هي سراسر نا انصافي آهي ۽ ٿيندي ۽ نا انصافي جي وڻ مان ڊيري ڪٽر بم ڦٽي وسندا آهن پوءِ انهن کان بچڻ محال ٿي ويندو پنهنجون اکيون کوليو ائين نه ٿئي جو وقت نڪري وڃي ۽ اکيون مليندا رهجي وڃو.

امان الله سومرو

وڪيل. ميرپورخاص

# سياسي ليڊر جواب ڏين

سياسي ليڊر ڪنهن کي چئبو آهي ۽ سياست جي معنيٰ ڇا آهي. ها خبر نہ تہ اسان کي اڳ ۾ هئي ۽ نہ ئي هاڻي آهي تہ سياسي جانور نالي مخلوق ڇا ٿي ڪري ۽ ڇا ٿي چاهي. سڄي ملڪ جون اخبارون ڪڻي پڙهو ۽ پڙهڻ ۾ اهو ايندو تہ سياستدانن جي بغير ملڪ هلي ئي ڪو نہ سگهندو ۽ جيستائين انهن سياستدانن کي حڪومت نہ ملندي هي ڪو بہ ڪم ڪو نہ ڪندا. ان جون ڪيترين ئي مثالون آهن. اڄ اسان سنڌ جي سياستدانن جو تورو پوسٽ مارٽم ضرور ڪنداسين. هي اها دعويٰ ٿا ڪن تہ هو عوام جي حقن جي جنگ وڙهي رهيا آهن جڏهن تہ هي رڳو ڪوڙ ٿا ڳالهائين ۽ هي صرف ۽ صرف پنهنجي پيٽ جي جنگ وڙهي رهيا آهن. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ حيدرآباد شهر ۾ ماه سيپٽمبر 2000ع ۾ گلزار چنہ نالي هڪ ظالم خوني ۽ قاتل جيل سپرنٽينڊنٽ وردي پائي جيڪو سينٽرل جيل ۾ قتل عام ڪيو. جنهن ۾ هڪ قيدي گل محمد شاهہ شهيد ٿي ويو ۽ ڪيترن ئي قيدين تي بي انتها تشدد ڪري انهن کي اپاهج ڪيو ويو. ايڏي وڏي ظلم تي هنن سياسي ليڊرن هڪ اکر بہ نہ ڪڇيو صرف اهو چيو تہ آئنده هو قيدين تي تشدد برداشت نہ ڪندا. مقصد هن دفعي يا هر دفعو جيڪو تشدد ٿئي ٿو ان کي وساري ڇڏيو. هي سياستدان اهي ڳالهيون اڄ ڪان ڪو نہ بلڪ قهر الاهي ميجر ڪوسي ڪان يندي گلزار چنہ ۽ ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر عرف اڃو گونگا جي دور ائين ڪندا رهيا آهن هي سياستدان اهو ظلم بند ڪرائڻ لاءِ ان ڪري

ڪوشش ڪو نہ تا ڪن جو هي ڏيڻا ۽ موقعہ پرست آهن ڇو جو هنن کي خبر آهي تہ جيڪڏهن خدانخواستہ ڪنهن غلطي جي ڪري جيل ويا تہ انتقامي طور تي هنن کي بدبودار ڪولين ۾ رکيو ويندو ان ڪري هي جيل جي ظالم آفيسرن سان ٻہ هٿ ڪرڻ ۾ ڪيٻائي رهيا آهن. قيدين تي ميجر ڪوسي، گلزار چنڊ ۽ ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر جي خوني ۽ قاتل آفيسرن جي قيادت ۾ جيڪو ماهہ سيپٽمبر 2000ع ڪان جيڪي خوني آپريشن ڪيا ويا آهن انهن ۾ گلزار چنڊ هڪ قيدي گل محمد شاهہ سڏيون گوليون هٽي قتل ڪري ڇڏيو تہ وري ملتان موجوده آفيسرن ملڪ الطاف احمد ۽ اعجاز حيدر وارن تہ ظلم جي حد ڪري ڇڏي جو هنن گهٽ ۾ گهٽ رشوت نہ ملڻ ڪري پندرنهن قيدي اقٽ ماري ڇڏيا جنهن ۾ هڪ قيدي نالي جاويد ڪشميري جنهن کي بغير ٽڪيٽ سفر ڪرڻ جي ڪري پندرنهن ڏينهن جي سزا ملي هئي ان تي پٽسن لاءِ ايترو تہ تشدد ڪيو ويو جو هو ظلم جي سٽ نہ سهي سگهيو ۽ گذاري ويو آهي. ان موت جي ايف آئي آر داخل ڪرڻ لاءِ هاءِ ڪورٽ ۾ هڪ پٽيشن بہ داخل ٿيل آهي. جنهن جو تازو ثبوت محمود ڪوسي جو خون آهي. جنهن خون رنگ لاتو ۽ خوني ۽ قاتل جيل آفيسرن هر هڪ ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر ۽ ٻين جي خلاف هيءِ ڪورٽ جي حڪم تي محمود ڪوسي جي خون جي ايف آئي آر داخل ٿي آهي ۽ هو سڀ خوني روپوش آهن.

جيلن ۾ جيڪي غريب لاوارث بي پهچ قيدي بند پيا آهن انهن کي فوجي حڪومت مان جيڪا انصاف ملڻ جي آس هئي اها انوقت ٽٽي پورا پورا ٿي وئي جو جيلن ۾ هيڏي وڏي قتل عام جو محمود ڪوسي جهڙن بيگناهہ قيدين کي جيلن ۾ رشوت نہ ڏيڻ جي ڪري نڪ ۾ چونو ۽ نسوار پاڻي ۾ ملائي وجهڻ ڪانپوءِ جيڪي قيدين جا لاش جيلن مان نڪتا

آهن انهن لاشن تي جيترو بہ ماتم ڪجي گهٽ آهي هي ماتم نہ صرف لاشن تي آهي پر عدليہ جي بي حسي تي پڻ آهي جو قيدي عدالتي تحويل ۾ آهن ۽ عدالتي تحويل ۾ قيدين جو موت عدالتن لاءِ هڪ چئلينج بہ اهي.

هن وڏي هاجي ۽ ظلم تي جيڪو سنڌ جي جيلن ۾ هڪ رٽائرڊ فوجي بريگيڊيئر نثار احمد مهر جي نگراني ۾ جيڪو قتل عام شروع ٿيو آهي اهو جيسنائين سنڌ جا سمورا قيدي هي آفيسر نہ ماريندو چپ ڪري نہ ويهندو ان ظالم جي انهن خوني اقدامن جي جلد روڪٿام لاءِ هاڻي باقي وڃي سياسي پارٽيون رهيون آهن جيڪي قيدين کي موت جي منهن ۾ وڃڻ کان بچائي ٿيون سگهن. هن وقت جيلن ۾ ايڏي تہ خطرناڪ صورتحال آهي جو قيدي هڪ اکر ڪڇندي بہ ڏکن ٿا اوهان ڏسو تہ سنڌ حڪومت کي بہ اهي اختيا، نہ آهن تہ هو قيدي کي هڪ جيل کان ٻي جيل زوري ڪنيي ڪٽي وڃن. هي سراسر قانون جي خلاف ورزي آهي ڇو جو ڪنهن بہ قيدي کي عدالتم جي اڳواٽ اجازت بغير ڪنهن بہ هڪ جيل کان ٻي جيل منتقل ڪري نہ ٿو سگهجي پر جيئن تہ هينئر پنجابي جو هڪ ٽولو جنهن ۾ هوم سيڪريٽري کان وٺندي جيلن جي جيلرن تائين سڀئي سنڌين کي انسان ئي ڪو نہ ٿا سمجهن. اهو ئي سبب آهي جو سنڌي قيدين جا مٿا، ڏاڙهيون، مڇون ۽ ڀرون ڪوڙي پوءِ اهو چوڻ تہ مڇن ۾ جوئون پئجي ويون آهن. ان کان وڏي شرم جوڳي ٻي ڳالهہ ڪهڙي ٿيندي. مان اوهان کي اڄ قيدين تي ٿيل ظلمن جي هڪ جهلڪ ڏيکارڻ ٿو چاهيان تہ قيدين کي هڪ ٻئي سان زنا ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ. ڪاٺ جا مردانہ عضوا ناهي قيدين جي ڳچي ۾ وجهڻ. ان کان پوءِ هڪ ليٽر پاڻي ۾ چونو ۽ نسوار ملائي اهو قيدي جي نڪ ۾ وجهڻ ڪانسواءِ پيٽرول جون ڀريل سرنجون هڻي لنين جا

وسڪارا ڪرڻ جا انسانيت سوز ظلم ٻڌڻ سان ئي لنگ ڪاندارجيو وڃن ته پوءِ جن قيدين تي اهو تشدد ٿيندو هوندو ان تي سياسي پارٽين ۽ انهن جي ليڊرن ته سوچيو ئي ڪو نه آهي جڏهن ته انهن قيدين مان گهڻا قيدي سياسي پارٽين سان لاڳاپيل آهن پر افسوس اهو آهي سياسي ليڊرن هن اهم مسئلي تي جيڪا خاموشي اختيار ڪئي آهي ان پوري قوم کي لوڏي ڇڏيو آهي.

اها فوجي حڪومت جي بدقسمتي آهي جو هنن کي اها خبر نه آهي ته هو جنهن مشيري تي ڀروسو ڪن ٿا اها ئي حڪومتن جي تباهي جو سبب بڻجندي رهي آهي پوءِ به هو انهن جي ئي مشورن تي هلي پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻي رهيا آهن. اها حڪومت ۽ ان جي عدليه صرف پنهنجي تحويل ۾ ورتل قيدين کي انصاف فراهم نه ٿا ڪري سگهن ته پوءِ ٻاهر لکن ۽ ڪروڙن ماڻهن کي ڪهڙو انصاف فراهم ڪندا اهو معاملو وڏي غور ۽ فڪر وارو آهي.

اسان جا فوجي حڪومت جي متعلق جيڪي اندازا هيا اهي سراسر غلط ثابت ٿيا جو قيدين تي فوجي حڪومت تشدد بند نه ڪرائي سگهي ۽ انهن کي انصاف فراهم نه ڪري سگهي ان مان هاڻي ڪا به چنگائي جي اميد رکڻ ٻيرن کان ٻير گهرڻ جي برابر آهي هاڻ اسان سمجهون ٿا ته هن ملڪ لاءِ جمهوريت ضروري آهي پر هاڻي الطاف حسين جي ان بيان جي ته هاڻي هو به فوجي وردي پائيندو پوءِ جڏهن فريق وردين ۾ آمهون سامهون ايندا ته پوءِ چا ٿيندو چا شهرن ۾ ٽينڪون ۽ توب خانو اچي ويندو بلڪل نه ايندو ڇپ چاپ الطاف حسين ۽ ان جا ساٿي سيني ادارن تي باآساني قابض ٿي ويندا ۽ ڪراچي ۾ تڪيل سپ فوجي ڪا به مزاحمت ڪري نه سگهندا. ڇو جو هاڻي ظلم جي انتها ٿي ويئي آهي. جو چند پنجابي آفيسر ڳٺ جوڙ

ڪري رشوت ۽ انتقام وٺڻ خاطر ظلم ڪن ته پوءِ اهو ئي ٿيندو جيڪو الطاف حسين چئي رهيو آهي. اڳي الطاف اڪيلو هيو پر هاڻي هن جي پارٽي سنڌين سان مفاهمت جو جيڪو قدم کنيو آهي اهو انهن ڳالهيون جو نتيجو آهي جيڪي ڳالهيون الطاف حسين ڪري رهيو آهي. سياسي پارٽين مان ڪنهن ۾ ايتري طاقت نه آهي جو اهي اهو بيان ڏئي سگهن ته هو جيل ٽوڙي قيدي آزاد ڪرائيندا. جڏهن ته الطاف حسين اهي بيان هرو ڀرو ڪو نه ڏئي رهيو آهي هن کي وڏي پنيرائي ۽ طاقت حاصل آهي. جيتري قدر مذهبي سياسي پارٽين جو تعلق آهي. ته اهي هاڻي ايترو مٿي نٿيون اڀري سگهن ڇو جو هنن جي ڇيلهه ڀڄي پئي آهي. جيڪا سڌي ٿيڻ ۾ وقت لڳندو. هونئن به موجوده حڪومت به واٽي تي اڃي بيٺي آهي ته ڪهڙي پاسي ٿي وڃي. ان سوچ ئي سوچ ۾ حڪمرانن جو بدحواس ٿيڻ لازمي آهي ۽ بدحواس ڊرائيور ئي حادثا ڪندا آهن هي حڪومت به هڪ قسم جي ملڪ جي ڊرائيور آهي جنرل ايوب. يحييٰ. ضياءالحق ۽ موجوده حڪومت ۾ زير زبر جو به فرق ڪو نه آهي صرف اسان عوام جي سوچ جو فرق آهي. هينئر قيدين تي تيل ٻي انتها ظلم کي ڏسندي اسان اهو چئي سگهون ٿا ته هي نه صرف عدليه جي زوال جو دور آهي پر ان سان گڏوگڏ حڪومت ۽ ملڪ ٻي زوال جو به دور آهي. هاڻي ڪا به سياسي پارٽي ڪو به ڪردار ادا نه ڪري سگهندي.

ها پر جنرل پرويز مشرف جي ڪنيل قدمن جي صورت ۾ تيل نتيجي جي صورت ۾ ٿي سگهيو ته يحييٰ جي زوال ۽ ملڪ جي ٽٽڻ جي ڪري ذوالفقار ڀٽي کي گهرائي ملڪ حوالي ڪيو ويو هو اهڙي طرح ڪنهن سياستدان کي گهرائي ملڪ حوالي ڪيو وڃي پر اها ڳالهه بعد جي هن وقت اسان تي جيڪو ڏچو قيدين سان ٿيندڙ بي انتها ظلم جي نتيجي

۾ ٿيو ان کي ڀوڳي وٺون نہ پوءِ ڏسنداسون. جيڪو بچندو اهو ئي ان ڏچي تي سوچيندو ڇو جو ملڪن جو زوال نہ صرف ملڪن جو زوال هوندو پر ان قوم جو بہ گڏوگڏ زوال هوندو آهي. اسين هينئر پنهنجي زوال جي ڀيانڪ دور ڪان گذري رهيا آهيون جو هر شهر ۾ ٿاڻن ۽ جيلن ۾ مقتل گاهہ کلي ويا آهن جن کي گهٽائڻ جي بدران حڪومت نوان جيل ناهي رهي آهي. اهي جيل ئي هڪ ڏينهن هن حڪومت جي قبر ثابت ٿيندا. ڇو جو قيدين کي انصاف ڏيڻ ڏسو تہ ڪيڏي نہ بدقسمتي آهي جو 109، 110 ۽ 107 قلم ۾ چالان ڪيل ماڻهون سالن جا سال جيل ۾ پيو آهي. هاڻي جيلن مان قيدي گهٽائڻ جي بدران نوان جيل ناهڻ هڪ سامراجي منصوبو آهي جنهن ۾ ڪنهن قوم کي ذليل ۽ خوار ڪرڻ لاءِ جيل ۽ ٿاڻا ناهيا ويندا آهن. بهرحال هر ڪنهن کي پنهنجي ڪئي جي سزا ڀوڳڻي آهي. وقت وڏو ظالم آهي. ان ڪري ظالمن کي پنهنجي ڪيل ڏوهن جي سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي.

امان الله سومرو

وڪيل ميرپورخاص

# سياستدانن ڏانهن قيدين جي متعلق نياپو

اڄ مون اخبار ۾ اها خبر پڙهي ته جسقم جي جيالن ڪارڪنن سان گڏوگڏ يونيورسٽي جي 200 شاگردن جي شموليت اها ڳالهه ظاهر ٿي ڪري ته اسان قيدين کي بچائڻ لاءِ صحيح دڳ ورتو آهي. جنهن ۾ سيشن ڪورٽ ۾ مظاهره ڪرڻ شامل آهي. اصل ۾ عدليه ئي اهو در آهي جتان قيدين تي آيل زخمن تي مرحم ٿي ٿي سگهجي. جيڪڏهن عدليه جا جج چاهين ته قيدي عذاب کان بچي ٿا سگهن. جڏهن ته اهي قيدي انتظاميه نه بلڪ عدالتي تحويل ۾ آهن. ڪيترين قيدين جا ته ڪيس ڪورٽن ۾ هلندڙ آهن. ان صورت ۾ انهن قيدين تي رشوت لاءِ تشدد عدليه جي به توهين آهي. قيدين کي تشدد کان بچائڻ لاءِ وڪيل وڏو ڪردار ادا ڪري سگهن پر هو مصلحت پسندي جو شڪار ٿي جيڪا مجرمانه خاموشي اختيار ڪيو وينا آهن ان خاموشي جي نتيجي ۾ جيل جي آفيسرن کي اها هٿي ملي آهي ته هو پلي تشدد جاري رکن. وڪيل چون ٿا ته قيدين جا مائٽ هنن وٽ چو نه ٿا اچن قيدين جي مائٽن کي اها خبر چڱي طرح آهي ته جي هو قيدين اولاد تي تشدد جي دانهن وڪيلن کي ڏيندا ته وڪيل انهن جي دانهن جا به اکر لکڻ جا به پئسا گهرندا جيڪي پئسا جيڪڏهن غريب قيدين جي مائٽن وٽ هجن ها ته اهي پئسا جيل جي ظالم آفيسرن کي ڏئي پنهنجي اولاد کي ظلم کان بچائين ها. مون کي اهڙن وڪيلن جا نالا ياد آهن. جن اها پڪ هنئي هئي ته هو قيدين تان تشدد لاهڻ لاءِ بنا معاوضي ڪيس وڙهندا پر شرط اهو آهي ته غريب قيدين جا مائٽ هنن وٽ اچن. جڏهن هڪ قيدي جو پاءُ نالي غلام محمد انهن وڪيلن وٽ ويو ته

هنن بناڪي وڪيلن ان ڪان اڳ آئيني درخواست هاء ڪورٽ ۾ داخل ڪرڻ لاءِ پنج هزار روپيه گهريا جنهن تي ان قيدي جي پياءُ چيو ته جي هن وٽ پنج هزار روپيه هجن ها ته هو پياءُ جي ضمانت ڪرائي ها. اها ڳالهه وڏي شرم جوڳي آهي جو قيدين تي تشدد جي سلسلي ۾ وڪيل جج ۽ پوليس ٻڌ ٿي ويا آهن. جنهن جي نتيجي ۾ پندرنهن قيدي مري ويا آهن پر ڪنهن کي به پرواهه نه آهي.

بهرحال هن وقت جيڪا صورتحال آهي اها وڏي خطرناڪ آهي ان جو نتيجو ايترو ته ڀيانڪ نڪرندو جنو ارباب اختيار بوکلائجي ويندا ۽ قيدين جي ذهنن ۾ تشدد جي نتيجي ۾ انتقام جي ٻريل باهه حڪومت سان گڏوگڏ عوام لاءِ هڪ وڏو ڏچو ثابت ٿيندو ۽ اهو وقت پري نه آهي جو جو سينٽرل جيل جي ظالم انتظاميه ۽ انهن جو سرپرست انسپيڪٽر جنرل آف پرزنس نثار احمد مهر ڪيترو وقت اتي رهندو. جڏهن ته جيل جا آفيسر خود اهو چئي رهيا آهن ته هن خونخوار تشدد جي نتيجي ۾ هو پا محفوظ ڪو نه آهن جو هڪ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جيل اعجاز ح مر کلم کلا اقرار ٿو ڪري ته هو تشدد ڪندو آهي ۽ اهڙيون رپورٽون ب آهن.

هاني اسان کي وڏو ڏک انهن وڏن ليڊرن جو آهي جيڪي مختلف سياسي پارٽين ۽ تنظيمن جا سربراهه آهن جن ۾ پيپلز پارٽي سنڌ نيشنل فرنٽ ۽ ٻيون پارٽيون ۽ ليڊر هن قيدين جي اهم مسئلي تشدد تي چپ سبي چڏيا آهن اها ڳالهه اسان جي سمجهه کان ٻاهر آهي.

بهرحال قيدين تي تشدد روڪڻ جو هاڻي به اهو ئي عدالتي حل آهي. وڪيلن کي چندو ڪري گهٽ ۾ گهٽ ويهه هزار روپيه پنهنجي سنهي گڏ ڪري ڏيون پوءِ انهن کي چئون ته جن جن قيدين تي تشدد ٿيو آهي، انهن

کي هاء ڪورٽ م گهرائي قيدين جو طبي معائنو ڪرايو وڃي تہ سڀ اڇا ڪارا پڌرا ٿي ويندا.

پيو تہ اخبار جي صحافين يعني پريس جي بہ ڪن مهٽ ڪئي وڃي ۽ پريس جي خلاف بہ مظاهرا ڪيا وڃن تہ هڪ عورت گهر کان ڀڄي شادي ٿي ڪري تہ هن جي مڙس جي هنج ۾ رنگين فوٽو ڇاپڻ ۾ دير ئي ڪو نہ ٿا ڪن ۽ ان جو پيڇو ڪورٽن تائين ٿا ڪن جڏهن تہ قيدين تي تشدد جي قيامت برپا آهي. اهي صحافي ڪنهن قيدي جو مٿو، پرون ۽ ميڇون ڪوڙيل فوٽو اخبارن ۾ ڇو نہ ٿا شايع ڪن. ڇا اها حقيقت آهي تہ سينٽرل جيل حيدرآباد جو موجوده سپرنٽينڊنٽ ملڪ الطاف احمد پنجابي پختون اتحاد جي صدر غلام سرور اعوان جو ڀاءُ آهي جيڪو الذوالفقار نالي تنظيم طرفان هاءِ جيڪنگ ۾ ملوث رهيو آهي تہ وري بي پاسي ڇون ٿا تہ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ اعجاز حيدر ملڪ جي موجوده وزير جو عزيز آهي ان ڪري صورتحال جيئن جو تيئن آهي ۽ تشدد جاري ۽ ساري آهي تہ پوءِ هي وڏو ظلم آهي ائين سمجهو تہ سنڌ جي جيلن ۾ قيدين تي ڪربلا طاري آهي جو پوليس جي بدنام زمانہ آفيسرن کي ڇاٽي واٽي جيلن ۾ مقرر ڪري لاچار مجبور ۽ بي بس پڪي وانگر پنجري ۾ بند قيدين تي تشدد حڪومت کي ايترو تہ مهانگو پوندو جو خدا پناهہ ڏئي.

اهڙو ئي هڪ تشدد پيپلز پارٽي جي دور ۾ جڏهن غلام مصطفيٰ جتوئي سنڌ جو وڏو وزير هيو ان وقت قيدين جي عمر قيد جي سزا 14 سال هئي جيڪا وڌائي پنجويهہ سال ڪئي ويئي اهو ڏينهن پيپلز پارٽي جي زوال جو ڏينهن هيو جو غريب قيدين جو بددعائون اڄ تائين پيپلز پارٽي جي ليڊرن جو پيڇو ڪري رهيون آهن جو هنن کي ڪٿي بہ سڪون ڪو نہ ٿو اچي. جي هي حڪومت اهو سمجهي تہ سڀ خير آهي تہ اها ان جي ڀل

آهي ڇو جو قيدين جو آهون ۽ دانهون هن حڪومت جو بدروح وانگ پيڇو ڪنديون رهنديون جيستائين موجوده حڪمران جيل جي ڪال ڪوٺڙين تائين نه ٿا پهچن. وقت وڏو ظالم آهي ارباب اختيار کي وري به عرض آهي ته هو اکيون کولي، ائين نه ٿئي جو حالتون وس کان ٻاهر نڪري وڃن ۽ اسان هٿ مليندا رهون. سياسي ليڊرن کي گهرجي ته عدالتي محاذ ڏانهن پنهنجن توبن جو رخ ڪن ڇو جو موجوده عدالتي نظام تي سڪتو طاري ٿي ويو آهي نه ته ڪورٽن ۾ ٿن ججن جي ويهڻ سان ڪهڙو فرق پوندو ان سان ڪم جو اڪلاءُ ٿيندو پر جج ۽ وڪيل پنهنجي هوڏ تان ڪو نه ٿا لهن ۽ پنهنجين ڪوتاهين کي لڪائڻ جو پنجاهه هزار قيدي جيلن ۾ يرغمال بڻيل آهن. ان وڏي ڪوتاهي کي جاري رکڻ لاءِ هڪڙو لڳي ٿو ته ٻيو فريق حڪم جاري ٿو ڪري. مگر هاڻي عوام انهن ڪورٽن ۽ وڪيلن مان بيزار آهن جيڪڏهن قيدين کي تڪڙو انصاف ڏيارڻ ۽ جيلن ۾ قيدين تي تشدد بند ڪرڻ لاءِ ٿي ڇڏي چار جج ڪورٽ ۾ حڪومت وهاريندي ته عوام جي طرفان ڪو به احتجاج ڪو نه ٿيندو باقي وڪيل پنهنجي مفاد ۾ احتجاج ڪندا ته اهو ڪارگر نه ٿيندو جو جڏهن هنن جي مفاد تي زد اچي ٿي ته هي دانهون ٿا ڪن ته وري بي پاسي هن جي بزنس پارٽنر قيدين تي تشدد ٿئي ٿو ته چپ ڪري ٿا وهن هي نڪما ۽ بزدل آهن بهرحال هر ڪنهن کي پنهنجي ڪئي جو ڪيتو لوڙڻو آهي اهو هي ضرور لوڙيندا ڇو جو هاڻي پاڻي گهڻو مٿي ٿي ويو آهي ۽ مڪافات عمل جو دور شروع ٿي ويو آهي ڏسو ته ڇا ٿو ٿئي ان وقت جو انتظار سيني کي آهي.

امان الله سومرو

رگنائيزز قيدي بچايو فورم

# ميرپورخاص پوليس جي نئين تنظيم ناهي وجي

## ضلع جي اعليٰ آفيسرن ۽ نمائندن کي مشورو

ضلع ميرپورخاص جا شهريو!

مان وڏي افسوس ۽ ڏک سان اوهان کي اها ڳالهه ٻڌائڻ ٿو چاهيان. ته ميرپورخاص جي پوليس خصوصاً ڪان ٿاڻي جي پوليس پنهنجي اختيارن جون حدون ٽپي ڪان ۽ ان جي آس پاس جي علائقي ۾ باهه ٻاري ڏني آهي ۽ ظلم ۽ تشدد جي بازار گرم ڪري رکي آهي ۽ اهو ڏينهن خالي نه آهي جو ڪنهن غريب سنڌي جي ٿاڻي تي بي عزتي نه ڪئي ويندي هجي ۽ ان کان زبردستي رشوت وصول ڪئي نه ٿي وڃي. هاڻي جيئن ته ملڪ ۾ نئون نظام مڪمل طرح رائج ٿي چڪو آهي ۽ اهو نئون نظام 14 آگسٽ يعني پاڪستان جي يوم آزادي واري ڏهاڙي کان قابل عمل آهي. اسان ان نئين نظام جي ان ڪري به حمايت ٿا ڪريون جو اسان کي نوڪر شاهي خصوصا پوليس سان پراڻو حساب ڪتاب صاف ڪرڻو آهي.

جڏهن کان مون هوش سنڀاليو آهي. مون پنهنجي ڪنهگار اکين سان پوليس جا اهي ظلم ڏٺا آهن. جن کي برداشت ڪرڻ انسان جي وس کان زور آهي. اڄ به اسان جي ملڪ ۾ ڪيترين ئي گمنام قبرون ملنديون. جن ۾ دفن ٿيل پوليس جي ظلم ۽ ستم جي ڪري مري ويا آهن ته وري ڪيترائي معذور ۽ لاعلاج آهن. پوليس جا اهي ظالم آفيسر ايترا ته ڪمينا ۽ گهٽيا درجي جا آهن جو انسان کي ويندي ڪٽيندي به ڊپ

کو نہ ٿا ڪن اڃو تہ مان توهان کي ٻڌايان تہ هي انسانن جي وڍ ڪٽ ڪيئن ڪندا آهن. هي چيرو هڪ تيز نسم جي بليڊ يا ٻاڪي سان ڇڏن جي وچ ۾ ڏيندا آهن. جنهن سان ماڻهو اتي ويهي بہ نہ سگهندو آهي. ان چير ڏيڻ جي ڪري ماڻهو مردانہ قوت کان بہ محروم ٿي ويندو آهي ان کان وڌيڪ پوليس جي بدمعاشي ۽ غنده گردي ڪهڙي ٿيندي. ،،

اڃو تہ ٿورو سنڌ پوليس خصوصاً ميرپورخاص پوليس جو پوسٽ مارٽم ڪريون. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ انگريزن پوليس کي پنهنجي مخالفن کي دٻائڻ لاءِ منظم ڪيو هيو. ليڪن ان وقت هڪڙي ڳالهہ اها هئي جو انگريز پوليس ۾ ماڻهو جو حسب نسب پڇي پوءِ ڀرتي ڪندا هيا ايتري قدر جو انگريز ڪو گهوڙو خريد ڪندا هيا تہ بہ ان جو بہ حسب نسب پڇندا هيا. ليڪن اڄ حسب نسب واري ڪا ڳالهہ نہ رهي آهي. هڪ مخصوص طبقي جا ماڻهو ون يونٽ کان پوءِ سنڌ پوليس خصوصاً ميرپورخاص پوليس ۾ ڀرتي ٿي ويا آهن جن ۾ موچي، حجم، ڪن جي مير ڪڍڻ وارا. تيل مالشي. ميراثي ايتري قدر جو پڙوا بہ ڀرتي ٿي ويا آهن جنهن جي ڪري پوليس جو پورو ڪاتو ٿائين ٿائين فش ٿي ويو آهي. هاڻي پوليس کاتي ۾ ٿاڻن تي ويٺل ميراثي قسم جا صوبيدار جيسٽائين عوام کان ڪجهہ وٺندا ڪو نہ ان جي جان ڪو نہ ڇڏيندا.

ميرپورخاص پوليس جي آفيسر اعليٰ ڊاڪٽر امير علي شيخ پوليس کاتي جي حرام خور، رشوت خور سپاهين ۽ آفيسرن کي ايماندار ناهن يعني عوام کان رشوت نہ وٺڻ لاءِ هڪ قسم کڻائڻ جي رسم ادا ڪئي جنهن ۾ ٿاڻن تي ڪم ڪندڙ صوبيدارن ۽ ٻين آفيسرن قرآن شريف تي هٿ رکي قسم کنيو هيو تہ هو رشوت نہ وٺندا اڃان ان رشوت نہ وٺڻ واري قسم جي آواز جو پڙاڏو ئي ختم ڪو نہ ٿي هيو جو هنن بدمعاش

پوليس آفيسرن ٿاڻن ۾ وڃي پنهنجي بدمعاشي جو ڌنڌو شروع ڪري ڏنو. جنهن جا ثبوت مان اوهان کي پيش ڪندس.

سڀ کان پهريون ثبوت ڪاڻ ٿاڻي جي اي ايس آئي تاج محمد پيو خود ڊي پي امير علي شيخ جي هٿان ڪوڙي درخواست تي اهو حڪم ورتو ته هڪ غريب هاري يار محمد جي خلاف چوري جي ايف آئي آر داخل ڪئي وڃي. نه صرف اهو ڊي پي او پاڻ ماڻهن جي سفارش تي ۽ حد جي صوبيدارن کان ملبل رشوت جي ڪري چورن ۽ قاتلن کي ڇڏي ڏيندو هيو ۽ بيگناهه انسانن کي ٿاڻي تي ڪٽرائيندو هو ايتري قدر جو هڪ غريب انسان جي پيءُ جو خون ٿيو. ڏسو ڊاڪٽر امير علي شيخ جو ڪم ان خون جي ڪيس جي فريادي جيڪو مقتول جو پٽ هيو. ان تي ان ڪري تشدد ڪرايو ته هو چور آهي. جيئن هن جي پيءُ جو خون بڌي وڃي.

هن ضلع ۾ پوليس جو آفيسر اهو ڪامياب ويندو جيڪو ايماندار هوندو ۽ رشوت نالي ڪنهن شيءِ کان واقف نه هوندو. اهوئي امن امان بحال ڪرائي ٿو سگهي باقي ڊاڪٽر امير علي شيخ جهڙا نام نهاد ايماندار آفيسر امن امان بحال نه ٿا ڪرائي سگهن سڀ کان پهريون پوليس ۾ جيڪي بدمعاش ۽ پڙوا ۽ ڪم ذات ماڻهون ڀرتي ٿي ويا آهن جيڪي پاڻ چرس ۽ هيروئن وڪڻڻ کان علاوه پيئندا به آهن ۽ فحاشي جي اڏن تان باقاعده ڀتو به وصول ڪندا آهن. انهن سان ٻه ٻه هٿ ڪرڻا پوندا. جيتري قدر پوليس جي متعلق عوام جي راءِ آهي. مان ان کان پوليس جي وڏن آفيسرن کي آگاهه ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته هي ٻي مهاڀاري لڙائي جو قصو آهي. هڪ ماڻهو انگريزن جي فوج ۾ ڀرتي ٿي پنهنجي وطن کان پري لام تي هليو ويو. جتي اٽي تقريباً ٽي سال ٿي ويا ان دوران هڪ ڏينهن هو پنهنجي مورچي ۾ ويٺو هيو ته اٽي ان کي هڪ خط مليو جيڪو خط ان

جي بي ساٿي هن کي ٻڌهي ڇڏايو ته هن کي پٽ ڇاڻو آهي. ان تي هن ان سپاهي کي مبارڪ ڏني ۽ پڇيو ته ڇا ماجرا آهي ته ان انگريز جي پرتي تيل لاءِ تي وينل سپاهي موچي ۾ ويٺل ٻئي همراه کي جواب ڏنو ته ڪا ٻه ڳالهه نه آهي هن ڪهڙو پنهنجي ان ٻار کي پنهنجي گهر ۾ رکيو آهي. هو ان کي پوليس ۾ ڀرتي ڪرائي ڇڏيندو. ان ڪهاوت مان اوهان اندازو لڳائي ٿا سگهو ته پوليس ۾ هن وقت ڪهڙي قسم جا ماڻهو ڀرتي ٿي ويا آهن. هڪ نمبر جا لچا بدمعاش جاهل نشي ۽ ڪميڻا خصلت ماڻهو وڏي تعداد ۾ پوليس ۾ ڀرتي ٿي ويا آهن. جنهن ڪري پوليس جو اصل ڪردار ڏوهن تي ڪنٽرول ختم ٿي ويو آهي. ۽ هڪ ڪردار وڃي بچيو آهي. يعني غريب عوام خاص ڪري سنڌين تي تشدد.

موجوده فوجي حڪومت عوام جي ڀلائي لاءِ جيڪي ڪم شروع ڪيا آهن. جنهن ۾ سڀ کان بهترين نوڪر شاهي جو خاتمو ۽ پوليس جو عوامي نمائندن جي ماتحت ٿي ڪم ڪرڻ واري انقلابي قدمن پنهنجو رنگ ڏيکارڻ شروع ڪيو آهي ۽ عوام جي دلين ۾ پوليس جي خلاف ڏبيل نفرت هاڻي ظاهر ٿيڻ شروع ٿي آهي ۽ جلد ئي غريب عوام جا هٿ انهن ظالم ۽ بدمعاش ظالم قسم جي پوليس آفيسرن جي ڳچي ۾ هوندا جو اهي پوليس جا ماڻهو انهن غريبن جي شرم ٿي ويا آهن ۽ شريف ۽ بيگناهه ماڻهن جي خلاف ڪوڙيون ڪيسون ٺاهي ان ڪيس ۾ به دير ڪو نه ٿا ڪن. هو اهو ٿا سمجهن ته هن ڪان ڪو به پڇڻ وارو ڪو نه آهي. ائين ڪو نه آهي وقت وڏو ظالم آهي ۽ هاڻي عوام ۽ پوليس جو ڏويڊو مقابلو ٿيندو. دنيا ڏسندي هاڻي اهو زمانو گذري ويو. جڏهن پوليس جو هڪ معمولي سپاهي به ڪنهن شريف ماڻهن جو پٽڪو لاهڻ ۾ دير ڪو نه ڪندو هيو. هاڻي جيڪڏهن ڪنهن به بدمعاش عنصر نائيب پوليس آفيسر جا هٿ ڪنهن

غريب جي طرف وڌيا تہ اهي هٿ ڪپي ڦٽا ڪيا. ٿائي تي مقرر ٿيل چار سپاهي ۽ بہ صوبيدار هزارين ماڻهن جو مقابلو نہ ٿا ڪري سگهن ۽ جيستائين ظالم جو هٿ نہ روڪيو هو ظلم ڪندو رهندو هائي جنهن بہ ٿاڻي تي غريب عوام تي تشدد ٿيو تہ ان صوبيدار جي خلاف ڪارروائي عوام پاڻ ڪندو. ڇاڪاڻ جو جيڪو فوجي حڪومت عام اختيارات عوام جي حوالي ڪرڻ جو مڪمل پروگرام ناهيو آهي ۽ جنهن ڏينهن فوجي حڪومت جو ضلعي حڪومتن وارو نظام ناڪام ٿيو ان ڏينهن فوجي حڪومت هميشہ هميشہ لاءِ ناڪام ٿي ويندي. ان تي سوچيندي ئي لڳ ڪاندارجي ٿا وڃن. ڇو جو انارڪي پکڙجڻ ڪان پوءِ حالات پوليس جي ڪنٽرول ڪان نڪري ويندا. ڇاڪاڻ جو هائي عوام پوليس ۾ شامل اڻ پڙهيل ظالم نيچ ماڻهن ڪان بيزار آهي. ۽ هائي پوليس ۾ شامل چورن، ڌاڙيلن ۽ بدمعاشن ڪي ڪنهن بہ قيمت تي برداشت نہ ڪيو ويندو. جيڪڏهن ڪنهن پوليس آفيسر ڪي شڪ آهي تہ پوليس کاتي ۾ پڙوا ڪو نہ آهن تہ هڪ دفعي جو ذڪر آهي مان ميرپورخاص جي سدا بهار چڪلي ۾ ويو هوس اوهان پڇندو تہ مان چڪلي ۾ ڇو ويو هوس نہ مون پنهنجي متعلق ڪڏهن بہ اهو ڪو نہ چيو آهي تہ مان پرهيزگار انسان آهيان مان هڪ گنهگار ۽ خطاوار انسان آهيان ڪجهہ بہ هجي مان عوام سان هر قيمت تي سچو آهيان ۽ صحيح معنيٰ ۾ عوام جو همدرد اهيان ۽ مان هر وقت خدا کان ڊڄندو رهندو آهيان. اهو ئي سبب آهي جو ميرپورخاص جو عوام مون سان بي پناهہ محبت ڪندو آهي.

ها تہ ڳالهہ هلي رهي آهي چڪلي جي تہ جڏهن مان چڪلي ۾ اندر ويس تہ اتي مون ڏٺو تہ هڪ پوڙهي عورت ۽ ان جون بہ نوجوان ڌيئر منهن مٿو پٽي رهيون آهن ۽ دانهون ڪري رهيون آهن جڏهن مون انهن غريب

عورتن کان انهن دانهن ۽ منهن مٿو پٽڻ جو سبب پڇيو تہ انهن مون کي ٻڌايو تہ هو پنهنجي وطن کان پري ميرپورخاص ۾ اهو عصمت فروشي جو ڌنڌو ڪرڻ آيون آهن تہ جيئن پنهنجن ٻارن جو پيٽ پالي سگهن. ان عورت ۽ چوڪرين ٻڌايو تہ ڪجھ غنڊا بدمعاش ۽ پڙوا ماڻهون پوليس جي وردين ۾ اچي هڪ تہ هنن سان زوري زنا تا ڪن تہ وري هو جيڪو ڪجھ ڌنڌو ڪري پئسا ڪمائين ٿيون اها رقم اهي وردي پوش پڙوا زوري کسي ڪٺي تا وڃن اهو ئي سبب آهي جو هو روئي رهيون آهن. جو هنن جا ٻچا بک تا مرن. اها درد ناڪ ڪهاڻي آهي، ان وقت ميرپورخاص ٺاڻي جو صوبيدار جيڪو عورتن جي دلالي باقاعده ڪائيندو هيو ۽ ان وقت چڪلي مان ڏيڍ لک روپيا ماهوار دلالي وصول ڪندو هيو. هاڻي ترقي ڪري ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ آف پوليس ٿي ويو آهي. انهن کي سڄو شهر ٿو سڃاڻي. ان وقت ميرپورخاص شهر ۾ چوريون، ڌاڙا ۽ قرون عام جام هيون ۽ ان وقت جيستائين هاءِ ڪورٽ حڪم نہ ڪندي هئي اهو پڙوو نائيب صوبيدار ايف آءِ آر درج ڪو نہ ڪندو هيو. عورت جي ڪمائي ڪاڻڻ وارو ڪير بہ هجي اهو پڙوو ئي سڏبو. جيڪڏهن اهو ماڻهو جيڪو عورتن جي دلالي مان حصہ پتي وٺندو هجي جيڪڏهن ضلع پوليس جو سربراھ ٿي وڃي تہ پوءِ انصاف. قانون. اخلاق شرافت. رواداري، امن امان ۽ سماج جو ڇا حال ٿيندو. ڇو جو پڙوي جو ضمير مري ويندو آهي ۽ هو انسان مان ڦري حيوان ٿي ويندو آهي. ون يونٽ کان پهريون سنڌ جي پوليس چڪلي جي رنڊين جي ڪمائي ڪو نہ کائيندي هئي ان وقت پوليس آفيسرن ۾ شرافت ۽ غيرت هوندي هئي. اهو ئي سبب هيو جو ان وقت امن امان ۽ شرافت جو دور هيو. پر ون يونٽ کان پوءِ پيداگير قسم جا پوليس آفيسر ٿي ويا. ان ڪري انصاف

قانون سماج. اخلاق. شرافت ۽ امن امان جي صورتحال اوهان جي سامهون اهي.

بهرحال هاڻي هر ڪنهن کي پنهنجي ڪيئي جو ڪيتو نوزڻو پوندو ۽ مڪافات عمل کي منهن ڏيڻو پوندو.

فقط

**امان الله سومرو**

آرگنائيزر. قيدي بچايو فورم ميرپورخاص سنڌ

# سرد لاش

## بخدمت ۾ جناب ڊاڪٽر امير علي شيخ صاحب
## ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ميرپورخاص

جناب ايس ايس پي صاحب اوهان کي مان اڳ ۾ هڪ اهم مسئلي کان آگاهه ڪري چڪو آهيان ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ اوهان ڪو خاطر خواه قدم نه کنيو ان ڪري ٻيهر مان اوهان کي ان مسئلي کان آگاهه ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندس.

اڄ ماڻ پنهنجي آفيس ۾ ويٺو هئس ته هڪ عورت مون وٽ آفيس ۾ آئي ۽ اچي ٻڌايائين ته چانڊني چوڪ جي پرسان سيٽ لائيٽ ٽائون جا ٻه سپاهي هن کي پڪڙي ٿاڻي تي وٺي ويا، جتي هو ڪيس قلم 294 ۾ چالان ڪرڻ جا دڙڪا ڏئي رهيا هئا. ان عورت ٻڌايو ته ان دوران پوليس جي هڪ سپاهي ان جي پرس جي تلاشي پڻ ورتي. ان تي ان عورت جيڪا هر دور ۾ ڪامندي آئي آهي ان روئيندي ٿاڻي وارن کي ٻڌايو ته هو فحاشي جو ڌنڌو ڪو نه ڪندي آهي پر هوءَ ميرپورخاص جي هڪ وڪيل وٽ ان جي ڌي جي آيا طور ڪم ڪندي آهي. جڏهن هنن اها ڳالهه ٻڌي ته هو ڪجهه گهٻرائجي ويا ۽ پوءِ هو سوچ ۾ پئجي ويا ته هو ان عورت کي ڇا ڪن ڇو جو هوءَ بنا ڪنهن ڏوهه جي زبردستي غنڊه گردي ڪري ٿاڻي تي آندي ويئي هئي. ها ته پوءِ ان عورت ٻڌايو ته پوليس وارن پوءِ ان کي پنجاهه روپيا ڪيسي مان ڪڍي ماني ڪارائي ٿاڻي مان روانو ڪيو. هاڻي مان اوهان کي ان عورت جو تعارف ڪرائيندس.

جناب اعليٰ مان اڳ ۾ اعتراف ڪندو رهيو آهيان ۽ اڄ به ڪيان ٿو ته مان هڪ گنهگار شخص آهيان. مان گناهه جي دنيا کي پنهنجي اکين سان ويجهو ڏٺو آهي. اوهان صرف ڪنهن جو آهي پر اکين سان ڏٺو نه آهي. پر مان گناهه جي دنيا جو اهڙو عنصر آهيان. جيڪو گناهه تي ڪنهن به قيمت تي خوش ڪو نه ٿيندو آهيان پر ان گنهگار عورت جي مجبوري ڏسي مان وڏي اڃرج ۾ پئجي ويندو هيان ته ڇا اسان ان گناهه کي جيڪو عورت پنهنجو جسم وڪڻي تي ڪري ان کي ختم ڪري ٿا سگهون ته منهنجو جواب نفي ۾ آهي. اڄ اوهان تواريخ جا پراڻا ورق اٿلائيندا ته مصر جي تهذيب کان ويندي سنڌ جي موهن جي دڙي جي تهذيب تائين عورت کي نچايو ويو ته ڪڏهن وڪرو ڪيو ويو ته ڪڏهن ماريو ويو. جنهن جو اڄ به هڪ مثال ڪاروڪاري سنڌ کان علاوه پوري دنيا ۾ موجود آهي. تواريخ جي وڏيڪ اڀياس مان پتو ٿو پوي ته يورپ ۾ ڪليسا جي پوپن سيڪس تي ايتري ته پابندي هنئي جو عورتن کي چڙيل ۽ ڏائڻ جهڙي دردناڪ عذاب ڏنا ويا پر پوءِ به اهي پوپ ڪامياب نه ٿي سگهيا ۽ پوءِ مجبور ٿي ڪليسا وارن انهن عورتن کي ان ڳالهه جو پابند ڪيو ته هو ان ڪڏي ڌنڌي مان ڪجهه رقم ٽيڪس طور چرچ کي ڏين ان جو نتيجو اهو ٿيو جو اڄ يورپ جي مارڪيٽ ۾ انهن شين جو نمونو جنهن کي سرعام ڏسڻ ممنوع هيو انهن جا ڊپليڪيٽ موجود آهن. جن جو سنڌ ۾ ڏسڻ به گناهه آهي. يورپ ۾ هر هنڌ ائين ٽنگيا پيا آهن. جن ڀاڄي جي دڪاندار وٽ واڱڻ ۽ ڪدو پيا هوندا آهن. هت ... سا ڪي صورتحال آهي اڄ به هت سرڪاري ڪارندا جن ۾ پوليس سر فهرست آهي ان قسم جي عورتن کان باقاعده ڀتو وٺندي آهي. اهو ڀتو نقد رقم به هوندو آهي ته وري جنس جي شڪل يعني ان عورت جي جسم کي ڪجهه وقت لاءِ ڀتيو ويندو آهي.

اڄ تہ مان ان عورت جو اوهان کي تعارف ڪرايان جيڪو اڳ ۾ مڪمل ڪونہ ٿيو هيو مان هڪ دفعہ آفيس ۾ ويٺو هئس تہ ڳالهہ جڳ دنيا جي هڪ عورت ان عورت کي مون وٽ وني آئي جنهن کي مان سرد لاش ٿي چوندس اڄي ڇيائين هن کي ميرپورخاص ۾ ڪو بہ گهر ٺڙ ڪو نہ آهي مان هن کي پاڻ وٽ رهايان. مون هن کي مجبور ٿي بہ پان وٽ رهايو جو منهنجون بہ ڪي مجبوريون هيون. بهرحال ٻي ڏينهن مان هن سان ڳڌجي هن جي ڳوٺ ڪنري ويس جتي هن جا ماءُ ۽ پي هيا. اتي مون هنن جو پڳل ٽٽل گهر ڏٺو ان جو پيءُ پاڻي پريندوآهي معني ماشقي آهن هن جي گهر هڪ ڳالهہ ۽ هڪ پاڻي پرڻ جي گاڏي هئي اها هئي هنن جي ڪل پراپرٽي ۽ ان عورت جي پيءُ ٻڌايو تہ هو هندستان ڪان لڏي پاڪستان آيو آهي ۽ هن جي حصي ۾ اهو هڪ ڳالهہ آيو آهي هنن جي وڏي دردناڪ ڪهاڻي هئي جو گهر ۾ هڪ بيوه ڀيڻ ۽ ان جا ٻار ملائي مون ڏٺا تہ ڪل ڏهہ ٻارنهن پاڻي هيا جنهن مان ٽي ٻار ان عورت جا هيا جنهن کي پوليس اڄ مورخہ 04-07-2000 تيّ ٻي وڳي ڌاڌي تي وني وٺي هئي ان جو هڪ پٽ مدرسي ۾ پڙهندو آهي تہ بہ ڏيئر هن جا ماءُ پيءُ سنڀاليندا آهن . هاڻي ٽن پاڻين جي گهر جو خرچ بيماري سيماري جي دوا دارون ڪٿان اچي اهو وڏو مسئلو آهي چاڪاڻ تہ ان عورت جون اڳي ٽي شاديون ناڪام ٿي چڪيون آهن انهن شادين جي ناڪامين جي پويان تہ غربت جو ڀوت آهي جيڪو ڏينهون ڏينهن غريبن کي ڳهندو ٿو وڃي چو جو جائز ۽ باعزت روز گار نہ ملڻ جي ڪري سماج جنهن پاسي وڃي پيو ان جي هڪ تصوير اها بہ آهي تہ ڪراچي جهڙي بين الاقوامي شهر ۾ سٺ سيڪڙو عورتون ان ڳناهہ جي ڏندي سان لاڳاپيل آهن اهڙي رپورٽ اخبارن ۾ ٿورو عرصو اڳ شايع ٿي آهي.

ان سرد لاش جي باري ۾ ان عورت جي باري ۾ مون کي هڪ جرنلسٽ عورت ٻڌايو جيڪا پڻ گناهه جي ڌنڌي سان وابسته آهي اها ان عورت کي منهنجي جي گهران هڪ رات لاءِ هڪ هزارروپيه ڪرايه تي ايريگيشن کاتي جي آفيسرن لاءِ وٺي ويئي هئي صبح جو ان جرنلسٽ عورت شڪايت ڪئي ته هي عورت سڄي رات ائين سٽي پئي هئي ڄڻ لاش هجي ته پوءِ لاش جي پرسان ويٺل همراهن به گهٽ ڪونه ڪئي هوندي ٻي ڏينهن صبح جو جڏهن مان ان عورت کان پڇيو ته ڏي حال احوال ان ڌندي ۾ مزو آهي ته سائين مان توهان کي يقين ٿو ڏياريان ته اها عورت روئي پئي ۽ چوڻ لڳي ته اهو ڌندو ڪري هن جو جسم سن ٿي ويو آهي ۽ هن جي زندگي هڪ ويران قبرستان آهي جنهن ۾ هن جي لاش دفن آهي هو هڪ ڊرائيور سان محبت ڪندي آهي ته شايد هن جو به ڪو سهارو ٿي پوي.

ڊي پي او صاحب هن دنيا مان جيڪڏهن گناهه ختم ٿي ويا ته پوءِ ثواب جو به تصور ختم ٿي ويندو۽ پوءِ دنيا ڦڪي ڦڪي ٿي ويندي پوءِ اسان جو ۽ توهان جو مصرف ئي ختم ٿي ويندو هو. ڪو وقت هوندو هيو جو ميرپورخاص جو چڪلو دبدبي سان هلندو هيو ۽ چڪلي جي ماهانه آمدني هڪ لک روپين کان مٿي هئي. جنهن مان پوليس جي وڏن آفيسرن جي بيگمات جون سرخيون ۽ پائوڊر خريد ڪيا ويندا هئا.

هن وقت شهر ۾ ٻڪ جو راڪاس ڪاهي پيو آهي ڌنڌا ڌاڙي بلڪل بند آهن ۽ مهانگائي ماڻهن جي چيلهه چٻي ڪري ڇڏي آهي اها عورت جنهن کي پوليس گرفتار ڪري ڇڏي ڌنو آهي هو هاڻي پنهنجي شروع ڪندي ان کان علاوه هن وٽ ٻيو ڪوبه چارو نه آهي ڇو جو هي نوڪري ڪرڻ چاهي ته هن کي نوڪري ڪونه ملندي جي ملندي ته پگهارايتري

ملندي گذارو ڪونه ٿيندو اهو ڏنڊو نه صرف ان عورت جي مجبوري آهي پر اهڙيون مجبور لاچار ۽ بي وس عورتن جي وڏي تعداد شهر ۾ آهي جنهن تي ڪنٽرول ڪرڻ پوليس جي وس کان ٻاهر آهي باقي جيڪڏهن ڪنهن جو رول لاٿائون ۽ هوا جي ڏي کي سر عام رسوا ڪيو وڃي جيئن اوهان جي قيادت ۾ پوليس بڪين عورتن جا جيڪي رول لاهڻ شروع ڪيا آهن اها اوهان جي زوال جي نشاني آهي ته ان سان عوام کي ڪو به فائدو ڪونه پوندو.

امان الله سومرو وڪيل

ميرپورخاص.

• — پرين! امان الله سومرو،

خوشبوءِ جي پاڪرن ۾ رهو سدا.

ٿڌي رُت آئيون مهتي جالي پٺي آهي، هي مُند پيار جي نشي ۾ ويڙهجڻ جي مند آهي. ۾ جنهن جاءِ تي آئون هن وقت موجود آهيان، اُتي عجيب ويرانين جو واسو آهي، تنهنجو پيار سنيهو مليو آهي. جيڪو مون آئين تي رکيو آهي. تنهنجي اپريل پيار منهنجي دل جا سمورا ٿڪ لاهي ڇڏيا آهن. آئون وقت جي سمورين تلخين جو زهر پي ۽ ايمان اٿئن ئي آهيان جيئن پهرين هوس.

جيل ۾ قيدين وڏي اذيت ڀوڳي آهي، جنهن کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ ممڪن ڪونهي. ظلم اهو ٿيو آهي جو جيڪي قيدي جيل هنگامي ۾ ذرو به ملوث نه هئا، جن کو پيڙهو ٽڪرو به ٻٽ ۾ نه کنيو، انهن تي تشدد ٿيو، اهي بند وارڊ ڪيا ويا ۽ وري، ڪيس به انهن بيگناه قيدين تي ٿيو آهي، جنهن ۾ اڪثر قيدي لاوارث آهن.

آئون پنهنجي وارڊ مان به نه نڪتس، پوءِ به پهرين ويس ۾ مون تي به ناحق ڪيس مڙهيو ويو آهي، جنهن جو سبب به رکيو مون کي ذهني اذيت ۾ مبتلا ڪرڻ آهي. مون جيل ۾ رهي اها ئي ڪوشش ڪئي آهي ته هڪ پاسي رهي ادب تخليق ڪريان، شاعري ۽ مطالعي کي وقت ڏيئي، عزت سان وقت ڪٽيان، پر پوءِ به دشمنن جو شڪار رهندو آيو آهيان، بهرحال آئون مايوس ناهيان، تڪليفن جو هي سفر به گذري ويندو آهي. توهان جيڪو قيدين جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪري رهيا آهيو اهو فخر لائق آهي، توهان غريب لاوارث ۽ بي پهچ قيدين لاءِ جيڪو ڪردار ادا ڪري رهيا آهيو، ان تي انسان سيني کي فخر آهي، خوشي آهي، هڪ ليکڪ، شاعر ۽ انسانذات انسان جي حيثيت ۾ آئون توهان کي جس ڏيان ٿو، ۽ توهان جي خلوص، پيار، ۽ انسانيت جي بلند جذبي ۽ عظمت کي سلام پيش ڪريان ٿو، توهان کي سنڌ، جي ٿيڻ تاريخ ڪڏهن به نه وساريندي. آئون اميد ٿو ڪريان ته توهانجو عظمت، جو اهو سفر اڻ ٿڪ ۽ اڻ ٽُٽ رهندو.

هتي وارڊ ڪيترائي قيدي اوهان کي پيار مان ياد ڪن ٿا ۽ سلام چون ٿا.
ڪڏهن چڪر لڳائي وڃو ته بهتر آهي. هن صورتحال کان آگاه ٿي پوندا.
في الحال قيدي مطمئن ناهن، ۽ تازو سڀ دوڙ هيبيل هيبيل گهاريو اٿن.
ٻيو ڪو خاص احوال ڪونهي، اوهان جي پيار ۽ يادگيري لاءِ ٿورائتو آهيان.

پيار مان،
آئون تنهنجو،
ايوب کوسو،
سينٽرل جيل حيدرآباد
20 نومبر 2000ع.

# وڪيل جواب ڏين
# ڇا هو قيدين تي تشدد جا ذميدار نہ آهن.

اڄ ڪلهہ قيدين تي تشدد جو مسئلو وڏي زور شور سان زير بحث آهي. ان بحث تي اسان ڪلي پنهنجي راءِ جو اظهار ضرور ڪنداسين ڇاڪاڻ جو اسان جي راءِ ۾ وڏو وزن آهي جنهنجو اعتراف وڪيل بہ ڪندا آهن اسان جڏهن قيدين تي تشدد جي سلسلي ۾ جڏهن ڇيٽي پاسي نظر ڦيرائي ڏٺي تہ اسان ڏٺو تہ قيدين تي تشدد جي سلسلي ۾ وڪيل بہ ذميدار آهن ڇاڪاڻ جو وڪيل ججع ۽ قيدي جو پاڻ ۾ اڻ ڏٺو اتحاد هي نہ بلڪ ايئن چئو تہ انهن ٽنهي جي هڪ ٽڪون آهي ۽ انهن ٽنهي فريقن جي ٽڪنڊي ۾چولي دامن جو ساٿ آهي گذريل ڇهن سالن کان سيپٽمبر 2000 کان وٺي قيدين سان جيلن ۾ جيڪا غير انساني تعديون ۽ جنيون ڪيون ويون آهن ان ۾ ڪمرنهن ڪن قيدي مري وياآهن ۽ ڪيترا ئي قيدي اپاهج ۽ نامرد ٿي ويا آهن يا ايئن سمجهو تہ انهن قيدين جي زندگي ئي ويران ٿي وئي آهي جنهن جو اعتراف جيل جا جلاد قسم جا آفيسر هر هڪ ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر عرف اڄو ڪري رهيا آهن قيدين کي وهنجڻ جي اجازت نہ آهي قيدين جو مچون ڏاڙهيون ۽ ڀرون ڪوڙي مٽي تي پٽنا ناهي انهن کي اگهاڙو ڪري پيٽرول سان ڀريل سرنجون هٿي انهن جي ڳُٿي ۾ ڪاني جا نهيل مردانہ عضوا وجهڻ جهڙي ذليل ڪم کان علاوه هڪ ليٽر پاڻي ۾ چونو نسوار ۽ پيٽرول ملائي نڪ جي ذريعي قيدين جي جسم ۾ وجهڻ ڪانپوءِ انهن کي اُلٽو ٽنگي ٿڌي پاڻي جي حوض ۾ غوطا ڏيارڻ کان پوءِ زوري منهن مان ڪتن وانگر ڀونڪڻ جا آواز ڪڍرائڻ جهڙن انسانيت سوز ظلمن کان ساٿهن کي گهڻي وقت کان آگاهہ ڪري رهيو آهيان ليڪن مونکي وڪيلن جي رويي تي سخت افسوس آهي ۽ انهن جي وڪالت ڪرڻ

ڄو طريقو ڏسي مون تہ گھڻا سال اڳ وڪالت ڪرڻ ڇڏي ڏني هئي مان اڄ ڪلهہ وڪالت جو پيشو ان ڪري ڪونہ ڪندو آهيان ڇو جو اڄ جي وڪالت ڪرڻ ڪان ڪنهن عورت جي دلالي ڪرڻ بهتر آهي جو گهٽ ۾ گهٽ ضمير تہ مطمئن هوندو پر اڄڪلهہ جي وڪيل جي ڪردار تي نظر وجهون ٿا تہ شرم ڪان ڳچي جهڪي ٿي وڃي.

مورخہ 29-01-2002 مونکي نارا جيل ۾ هڪ خون جي ڪيس ۾ گرفتار هڪ ٿي گهر جي انن ڀاتين جي ڏک ۽ ڪرب کي ڏسي مونکي ڏکڻي وني وئي جڏهن اڄ کان ٻہ سال اڳ جڏهن گلزار چنہ جهڙي خوني ۽ قاتل جيل سپرنٽنڊنٽ جي ڪوڙي ايف آئي آر تي پڪڙي جيل موڪلي ڇڏيو هيو.اتي اهي ئي هڪ گهر جا ڀاتي جيڪي هڪ ماڻهون جي قتل جي ڪوڙي ايف آئي آر ۾ نارا جيل ۾ ڪيترن ئي سالن کان بند آهن انهن غريبن جي سموري ملڪيت وڪيلن جي بي حسي ۽ انا پرستي جي ڪري تباهہ ۽ برباد ٿي وئي آهي ۽ هاڻي هو ڪيسن جي پوئواري ڪرڻ ۽ جيل ۾ پنهنجي حياتي بچائڻ لاءِ جيڪو مال متاع هيواهو وڪيلن ۽ ڪورٽن جي خرچ ۾ ختم ٿي ويو آهي پوءِ بہ انهن غريبن کي انصاف نہ مليو وڪيل اهو نہ سمجهن تہ هو فرشتا آهن جيڪڏهن عدليہ جا جج خراب آهن تہ انهن کي خراب ڪرڻ ۾ وڪيلن جو سنئون سڌو هٿ آهي ۽ اسان انهن وڪيلن کي چنگي طرح ٿا سڃاڻون جيڪي ڪورٽن ۾ ججن جي دلالي ۾ پنهنجا هٿ ڪارا ٿا ڪن اڄ اهي ئي وڪيل قيدين تي تشدد جي سلسلي ۾ ڪورٽن جي ججن سان گڏ ذميدار آهن ڇاڪاڻ جو انهن ماڻهن کي جن کي قيدي سڏيو وينڊو آهي وڪيل انهن کان ان ڪري نفرت ڪندا آهن تہ هو ڏوهاري ۽ جرائم پيشہ آهن پر جڏهن اهي ڏوهاري جڏهن وڪيلن کي پئسا ڏيندا آهن تہ پوءِ هو ڏوهارين جي وڪالت ڪرڻ ۾ بہ دير ڪونہ ڪندا آهن لعنت آهي اهڙي وڪالت تي اهوئي سبب آهي جو اسان حق ۽ سچ جي

وڪالت ڪرڻ جو قسم کنيو آهي ۽ اسان اهو ڪارو ڪوٽ پنهنجا ڪارا ڪرتوت لڪائڻ نہ بلڪ ڪارن ڪرتوتن جي حامل ڪردارن کي بي نقاب ڪرڻ لاءِ پاتو آهي ڇو جو اسان کي خبر آهي تہ ڪارو ڪوٽ صرف وڪيل ئي نہ بلڪ جج بہ پائيندا آهن.

بهرحال اسان قيدين سان وفا جو عهد نڀائڻ جو قسم ڪاڏو آهي ڇاڪاڻ جو مان پاڻ بہ جيلن ۾ رهيو آهيان هڪ دفعو منهنجي انٽر نيشنل هيومن رائٽس جي چيئرمين سان ملاقات ٿي هو جيل جي سڌارن جي متعلق ڌوان ڌار تقرير ڪري رهيو هو هو اها تقرير مفت ڪونہ ڪري رهيو هو پر ان کي اها بڪواس ڪرڻ جي باقائده پگهار ملندي آهي ۽ اڻ کان علاوه وڏيون رقمون قيدين جي هٿ ٺوڪئي مدد ڪرڻ جي سلسلي ۾ هضم ڪرڻ لاءِ بہ ملنديون آهن هن کان جڏهن مون هن کان پڇيو تہ هو جيل گهٽا دفعا ويو آهي تہ هو بغلون وڄائڻ لڳو اهوئي حال وڪيلن ۽ ججن جو آهي جو هڪ ڏينهن بہ جيل ڪونہ ويا آهن ۽ هليا آهن قيدين ڪا ڪيس وڙهڻ انهن کي ڪهڙي خبر تہ جيل ڇا ٿيندو آهي ڇاڪاڻ جو قبر جي حال جيءَ لخبر تہ مرڏي کي ئي هوندي.

بهرحال قيدين کي عذاب ۾ مبتلا ڪرڻ جو جيتري قدر جج ذميدار آهن اوتروئي وڪيل بہ ئي قيدين تي تشدد ٿيڻ جا برابر جا ذميدار آهن ڇاڪاڻ جو وڪيلن قيدين کي ڪمائڻ جي مشين سمجهيو آهي جو جڏهن بہ پيشي تي ايندو ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏئي ويندو مون پاڻ اکين سان قيدين جي مائٽن کي روئيندي ڏٺو آهي تہ وڪيل انهن کان ضمانت ڪرائڻ لاءِ پئسا وٺي رفو چڪر ٿي ويا آهن. وڪيلن کي جيئن تہ ججن وانگر مسلح گارڊ ڪونہ آهي ان ڪري هو رفو چڪر ٿيڻ جو مزو بہ چکندا آهن جو ڪيترائي وڪيل گولين جو بک بنجي ويا آهن تہ وري ڪيترائي وڪيل پنهنجي آفيس کي اندران بند ڪري وهندا آهن اهو ان ڪري جو هو پنهنجي

پيشي سان سچا نہ آهن ۽ انهن کي صرف پئسو کپي ۽ هو بنا پئسي جي چپ چورڻ لاءِ بہ تيار نہ آهن اهو ئي سبب آهي جو قيدين جي معاملي ۾ رشوتخور ججن يا جيل جي ظالم آفيسرن سان ٽڪر کونہ ٿا کائين انهن جو پاڻ ۾ ڳنڍ جوڙ آهي پر وڪيلن ۽ رشوت خور ججن جي ناپاڪ اتحاد جي ڪري ٽئين فريق قيدي جي جيڪا حالت آهي ان کا هي ناعاقبت انديش ماٺهون شايد ناواقف آهن تہ انهن جي اصيلن جي جيڪي جيل ۾ بند آهن جيڪي سڄي گهر جي ڪمائي جو ذريعو آهن انهن جا ٻار ٻچا ڇا ڇا نہ وڪڻندا هوندا ڇاڪاڻ جو هاڻي تہ وڪيلن ججن ۽ جيل وارن جي پيٽ ڀٽان جي ڪري قيدين جي ٻار ٻچن جي عزت نيلام ٿيڻ لڳي آهي ان ڳالهہ کان هي ظالم ۽ ڪم ظريف وڪيل ۽ جج واقف ئي ڪونہ آهن اسان کي اها چنگي طرح خبر آهي تہ سڀ وڪيل ڪم ظرف ۽ لچا ڪونہ آهن انهن ۾ خانداني ۽ غريب پرور وڪيل بہ آهن انهن وڪيلن کي مان سڄاڻندو آهيان تہ وري ٻي طرف انهن حرام خور بدديانت عوام دشمن ججن جي دلالي ڪرڻ وارا وڪيل جيڪي انصاف جي خريد فروخت جي ڪاري ڌندي ۾ ٻهنجو سڀهہ ڪارو ڪن انهن جو مڪمل رڪارڊ اسان وٽ آهي وقت اچڻ تي انهن بدديانت وڪيلن جيڪي قيدين کان ناجائز پئسا ڦرڻ جي باوجود ججن سان ملي ڪيس کي جيڪا اينگهہ ڏئي رهيا آهن انهن سان بہ جلد حساب ڪتاب ڪيو ويندو ڇو جو هاڻي پاڻي سر کان وڌي ويو آهي۔

موجوده حڪومت غريب قيدين جي واهر ڪرڻ ۾ مڪمل طور ناڪام ٿي چڪي آهي ۽ ملڪ هلائڻ فوجي آفيسرن جي وس کان ٻاهر آهي ۽ اسان کي جيڪي اميدون فوجي حڪومت مان هيون اهي ڪڏهوڪو ختم ٿي چڪيون آهن ڀهرحال اسان مايوس ڪونہ آهيون هڪ نہ هڪ ڏينهن ان نظام کي ختم ڪري ٺٿون نظام قائم ڪنداسين ڀهرحال اڄ نہ تہ

صبحاڻي اسان کي آزادي ۽ خودمختياري ۽ جيئڻ جو حق ملندو جيڪو نوڪر شاهي تانا شاهي عدليه ۽ وڪيلن ملي ڪري کسيو آهي ۽ جيل جي هزارين بي پهچ ۽ لاوارث قيدين کي بدمست شرابي غندن ۽ ظالمن هر هڪ ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر ۽ نثار مهر جي اڳيان ڦٽو ڪري ڇڏيو آهي جتي اهي غريب قيدي دانهون ڪري رهيا آهن پر اسان جا انڌا گونگا ٻوڙا جج ۽ وڪيل اهي دانهون ان ڪري نه ٿا ٻڌن جو هنن کي اهي آنهون داهون ٻڌڻ لاءِ به پئسا کپن لعنت اهي اهڙي پئسي تي ۽ لعنت آهي وڪالت جي اهڙي ڌنڌي تي هنن کان ته چڪلي جا پڙوا وڌيڪ غيرت مند آهن جو هو جنهن رنڊي جي ڪمائي کائيندا آهن ان جي حفاظت به ڪندا آهن پر هي وڪيل ته چڪلن جي انهن پڙون کان به ڪريل آهن جو پنهنجي اصيلن جي حفاظت به نه ٿا ڪري سگهن جن جي پئسن سان هنن جي گهرن جو خرچ ٿو هلي ته وري گاڏين ۾ پيٽرول ٿو پوي.

اسان کي خبر آهي ته اسان جون هي تحريرون پڙهي وڪيل ڪاوڙجي ويندا ته اسان وڪلا صاحبان کي اهو ٻڌائڻ ٿا چاهيون ته اسان جو اوهان سان ڪوبه واسطو نه آهي اسان ته بار روم ۾ صرف ٽورو ۽ پيشاب ڪرڻ ايندا آهيون جيڪڏهن اسين چانهه پيئندا آهيون ته ان جا پئسا ڏيندا آهيون جيڪڏهن وڪيلن منهنجي بار جي ميمبرشپ ختم ڪري ڇڏي ته ان سان منهنجي صحت تي ڪو به اثر نه پوندو ڇو جو جيڪا وڪيل برادري پنهنجي وڪيل کي تحفظ فراهم نه ڪري سگهي جنهن جو مان خود هڪ مثال آهيان جو مان وڪيلن جي بار جو ميمبر آهيان مونکي پوليس بي گناهه ٿي ڏينهن لاڪپ ۾ رکي جيل موڪلي ڇڏيو هيو ته ڪو به وڪيل نه ته ٿاڻي ۾ ملڻ آيو نه ئي وري جيل ۾ ملڻ آيو ته پوءِ اسان وڪيلن تي ڪهڙو اعتماد ڪري ٿا سگهون مون کي صرف خدا ۽ ان جي ذات جو ڀروسو آهي ۽ اسان ان جي سهاري ڪم ڪري رهيا آهيون اهو آهي قيدين

کي تشدد کان نجات ڏيارڻ ۽ جهڙي طرح جج پنهنجي چيمبر ۾ وڃي-ويهي وقت ضايع ڪندا آهن اهڙي طرح وڪيل به بار روم ۾ وڃي لڪي ويهندا آهن ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ فضول بحث ۾ ضائع ڪري ڇڏيندا آهن جڏهن ته هنن جو ٽيون پارٽنر قيدي پنهنجن ٻچن ٻارن سميت گرمي سردي ۾ ٻاهر ويٺو آهي اسان قيدين کي جيل خانن ۾ تشدد کان بچائڻ ۽ انصاف ڏيارڻ جي لاءِ نه صرف وڪيلن ججن ۽ انتظاميه سان ٽڪر ڪائينداسون بلڪ پريس سان به ٽڪر ڪائينداسون ڇو جو اسان کي اهڙي پريس نه کپي جيڪا گهر کان ڀڳل ۽ پنهنجي عاشق سان شادي ڪرڻ وارن جا رنگين فوٽو اخبار جي پهرين صفحي تي ته شايع ڪن پر مظلوم قيدي جن تي ايترو ته تشدد ڪيو ٿو وڃي جو هو پنهنجي وصف ئي وڃائي ٿو ويهي ان ڪري انهن قيدين جا فوٽو ۽ بيان شايع نه ٿا ڪن جو عدليه ۽ بار وانگر پريس ۾ به ڪرپشن آهي اسان کي خبر آهي ته اهڙو ڪهڙو سبب آهي جو هيومن رائٽس جي ڪارڪن جو لبادو ڍڪي جيڪي صحافي قيدين جي حالت زار ڏسڻ جيل ويا هيا ۽ قيدين جي خراب حالت جنهن ۾ هنن جا ڪوڙيل مٿا ميڇون ۽ پرون جا فوٽو ان ڪري شايع ڪونه ٿا ڪن جو ان جي پويان هڪ پوري فلم آهي ۽ اها فلم به اسان جلد ئي هلائينداسون ۽ صحافين جي ڪڌن ڪرتوتن کان عوام کي ضرور آگاهه ڪنداسين بهرحال اسان پنهنجي وت آهر قيدين جي هر ممڪن مدد ڪنداسين خدا اسان جي مدد ڪندو.

امان الله سومرو

آرگنائزر قيدي بچايو فورم سنڌ

# جاگيرداري جي حامي ججن کي هاءِ ڪورٽ مان ڪڍيو وڃي.

سنڌ واسيو. اڄ مان اوهان کي هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بينچ حيدرآباد ۾ هارين جي حبس بي جا ناحق روڪ مان آزادي ڏيارڻ واري داخل ڪيس ۽ انهي فيصلن جي باري ۾ اوهان کي آگاه ڪرڻ ان ڪري ضروري ٿو سمجهان.عدليه جا جج پنهنجي ليکي ايترا ته طاقتور ٿي ويا آهن جو هاڻي پاڻ کي قانون جو تيس مار خان سمجهڻ لڳا آهن اڄ مان هڪ اهڙي ٿي تيس مار خان جج جنهنجو نالو روشن علي عيساڻي جي روبرو پيش ٿيس ته ان جي اڪڙيل ڳچي ڏسي.مونکي ايئن لڳو ڇڻ مان ڪورٽ ۾ انصاف نه بلڪ جج کان خيرات گهرڻ آيو هجان ۽ انتي هاءِ ڪورٽ ۾ مون جيڪو ڪجهه ڏٺو اهو ڏسي مان ملڪ جي مستقبل کان مايوس ٿي ويو آهيان ۽ سوچيندو آهيان ته جيڪڏهن خدانخواسته جنگ لڳي ته اسان جي حالت ڪهڙي هوندي ۽ ڪورٽن ۾ ايڏي وڏي پيمانيً تي بي انصافين جي باوجود ڇا اسان اها جنگ کٽي وبندا سين ته مان وڏي واڪي اهو چوڻ ۾ عار محسوس ڪون ڪندس ته اها جنگ اسان هارائي ويندا سين.

اسان موجوده فوجي حڪومت جا شروع ڏينهن کان خير خواه رهيا آهيون اسان نه صرف حڪومت جي هن وقت تائين ڪيل ڪمن جي نه صرف حمايت ڪا ڪريون بلڪ حڪومت سان هر قسم جو تعاون ڪرڻ لاء تيار آهيون.اسان اهو ٻڌائڻ لازمي ٿا سمجهون ته جيستائين انصاف جي فراهمي يقيني نه ٿي تئي حڪومت جي انقلابي قدمن جي

جو ڪوبہ خاطر خواہ نتيجو ڪونہ نڪرندو ۽ الٽو ڳچي ۾ پئجي ويندا ۽ رشوتخور ججن جيءَ بدديانتي ۽ بي انصافي جي ڪري جان خطري ۾ پئجي وئي آهي. اڃو تہ مان اوهان کي حيدرآباد هاءِ ڪورٽ جي رشوت خور ۽ بدديانت ججن سان ٿورو تعارف ڪرايان اڄ کان ٻہ سال اڳ مون هڪ خرڪار پناڻ پير فضل الرحمان عرف بادشاهہ خان پناڻ جي خلاف پنجيتاليهہ سنڌي غلام هارين جي آزادي جيڪو ڪيس قلم 491 ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ موجب داخل ڪيو هيو ان کي ڪورٽن جي انهن ججن جيڪي بنيادي طور تي جاگيردارن جا حامي آهن پڌن ٿي گوارا ڪونہ ڪيو ۽ ٻن سالن کان پوءِ هڪ وڏيري جي داخل ڪيل آئيني درخواست تي هڪ اهڙو فيصلو ڏنو آهي جيڪو قانون جي منهن تي هڪ چماٽ آهي جو هڪ قانون جي ڪتابن ۾ لکيل مستند قانون کي قاڙي ردي جي ٽوڪري ۾ ڦٽي ڪرڻ جي جيڪا ناپاڪ جرئت بدديانت ججن ڪئي آهي ان جو خميازو اڄ نہ تہ صبحاڻي انهن کي ڀوڳڻو پوندو انهن ججن جا نالا اسان عوام کي ضرور ٻڌائيندا سون انهن مان هڪ جج جو نالو جسٽس غلام رباني آهي ان جا ريمارڪس آهن تہ هاري وڏيرن جو قرض هڙپ ڪرڻ لاءِ اهي ڊراما ڪري رهيا آهن تہ وري هڪ ٻيو جج جنهن جو نالو جسٽس شبير احمد آهي اهو چوي ٿو تہ اهي ڪيس داخل ڪري ڪورٽ جو وقت ضايع ڪيو ٿو وڃي ۽ اڄ مورخہ 14-01-2002 تي هڪ سنڌي جسٽس روشن علي عيساڻي جيڪا ڪورٽ ۾ رعونت ڏيکاري اها ڏسي مان چڪرائجي ويو آهيان ۽ اهو سڀ ڪجهہ ڏسي مون کي پنهن جي سلامتي جي فڪر اچي ورايو آهي تہ انهن بدديانت ججن جي موجودگي ۾ اسان جو ڇا ٿيندو.

هاڻي ڪورٽن جي جيڪا صورتحال آهي اها اوهان صاحبن جي روبرو آهي بزرگن جو قول آهي ته ججن جي بي ايماني جي ڪري جتي ڳوٺ ويران ٿيندا آهن اتي ملڪن کي تباه ٿيڻ ۾ دير ڪونه لڳندي آهي اڄ ڪورٽن ۾ ويٺل بي ايمان ججن جي ڪري ملڪ تي جنگ جا ڪڪر ڇانيل آهن ان جي ذميداري انهن بدديانت ججن تي عائد ٿي ٿئي. اهي جج ملڪ جي تاجي پيٽي ۽ سماجي اٿل پٿل کان بنهه ناواقف آهن. هي ڪوهه جا ڏيڏر ٿي ويا آهن اهوئي سبب آهي جو سنڌ جي هڪ مايه ناز وڪيل نندن لال ڪيلا جي دلائل تي جسٽس روشن علي عيساڻي ڪيس ڇيو ته لفظن جي جادوگري نه ڏيکار ڪامن سينس کان ڪم وٺ اڄڪلهه اهي جج وڪيلن کي قانون نه بلڪ ڪامن سينس استعمال ڪرڻ جو مشورو ڏئي پنهنجي اٻجاڻائي ظاهر ڪري رهيا آهن ۽ هنن جي اها ڳالهه ظاهر ٿي ڪري ته هارين جا دشمن ماڻهون جج ٿيڻ جي اهل ئي نه آهن.

جيتري قدر منهنجو خيال آهي ته هارين جي آزادي ۾ ڪابه حڪومت رڪاوٽ ڪونه وجهندي آهي ڪورٽن ۾ جتي ان قسم جا بدديانت جج آهن ته اتي ئي غريب پرور ۽ انصاف پسند جج به آهن جن مان ڪن کي نوڪرين مان ڪڍيو ويو آهي ته وري ڪي نوڪريون ڇڏي ويا بهرحال اسان کي ڪورٽن جي عروج جو اهو دور به ياد آهي ته جڏهن اسان هاءِ ڪورٽ ۾ ويندا هياسين ته اسان کي سڪون ملندو هيو جڏهن اسان ماءُ جي هنج ۾ آهيون اڄڪلهه هاءِ ڪورٽ جي رشوت خور ۽ بدديانت ججن کان پيو ٿو لڳي ته ڪٿي انصاف جي بدلي مصيبت نه گلي ۾ پئجي وڃي.

هاڻي اسان جي مصيبت جا ڏينهن ٿورا آهن ڇاڪاڻ جو سنڌ ۾ جاگيرداري نظام آخري هڏڪيون وٺي رهيو آهي اڄ نه ته صبحاڻي

ان بدبو دار نظام جو خاتمو ضرور ٿيندو ۽ جيئن ئي هي نظام ختم ٿيندو اهي جاگيردارن جا حامي جج رودن تي مرغ چولا وڪڻندي نظر ايندا هارين جي خلاف فيصلا ڪندڙ ججن کي شايد اها خبر نه آهي ته هاري ملڪ جو اڪثريتي طبقو آهي جيڪو حڪومت ناهيندو به آهي ته ڊاهيندو به آهي اڄ جو هاري باشعور آهي ۽ هو سمجهي ٿو ته جاگيرداري نظام جي ختم ٿيڻ سان گڏو گڏ هي عدالتي نظام به دفن ٿي ويندو اڄ قيدخاني ۾ غريب بند آهن ته غلام هاري جاگيردارن جي نجي جيلن ۾ بند آهن اهي آزادي زنده باد جا نعرا هڻندي عدالتن جي انهن عوام دشمن ججن کي اهڙو سبق سيکاريندا جو آئنده ڪنهن به جج کي ڪنهن غريب سان بي انصافي ڪرڻ جي جرئت ئي ڪونه ٿيندي.

مان انهن هارين جي دشمن ججن کي چئلنج ٿو ڏيان ته جاگيردارن جو هڪ به روپيو هارين ڏانهن ڪورٽ ۾ ثابت ڪن ته اسان سڀ ماڻهون جيڪي هارين جا ڪيس وڙهي رهيا آهيون نه صرف انهن تان هٿ کڻي ويندا سين پر آئنده وڪالت ڪرڻ به ڇڏي ڏينداسون ٻي طرف جيڪي جج هارين جي دشمني ۾ قانون شڪني ڪري رهيا آهن ۽ جيڪڏهن هارين جا پئسا جاگيردارن ڏانهن نڪتا ته انهن ججن کي فوري طور تي استيعفا ڏيڻي پوندي اهوئي سبب هيو جو مون شريمتي نيلون ڪولهڻ ۽ انهن جي 44 گهر ڀاتين ۾ حساب ڪتاب ڪرڻ لاءِ صوبيدار قسم جي جسٽس روشن علي عيسائي کي جيو ته هو هاءِ ڪورٽ جي ججن جي ڏنل فيصلي مطابق اسان جو اهو ڪيس مختيارڪار ۽ ٽيننسي ٽربيونل ڏي موڪليو وڃي ته هو اسان جو خرڪار جاگيردار پير فضل الرحمان عرف بادشاهه خان پناڻ سان حساب ڪتاب ڪري جيڪڏهن اسان جا پئسا نڪرن ته هو ادا ڪري

جي ان جا نڪرن تہ اسان ادا ڪنداسين اها هڪ منصفانہ ڳالهہ هئي جنهن کي هن مغرور ۽ بدديانت جج بدن ئي گوارا نہ ڪيو تہ اهو انصاف ڪيئن ڪندو اهوئي سبب آهي جو ان جج جي باري ۾ لاڙڪائي بار جا وڪيل چوندا آهن تہ هي جج ڪونہ آهي عدالتي صوبيدار آهي جيڪو شاهہ ڪان وڏيڪ شاهہ جو وفادار ٿيڻ جو رول ادا ڪري قانون سان مسخري ڪرڻ رهيو آهي ۽ اها مسخري ججن کي ذاتي مهانگي پوندي هاڻي اهو ڏينهن پري ڪونہ آهي جو بدديانت ججن کي مڪافات عمل کي منهن ڏيڻو پوندو جن جج صاحبان انهن کان پهريون هزارين هاري عدالتي حڪم ذريعي آزاد ڪيا آهن ڇا اهي غلط هيا نہ اهي بلڪل صحيح ايماندار ۽ غريب دوست جج هيا ۽ هاڻي عدليہ ۾ ايماندار ججن جي تعداد اٽي ۾ لوڻ جي برابر آهي.

بهرحال اسان هارين جي دشمن ججن کي اچڻ واري خطري کان آگاهہ ڪرڻ ٿا چاهيون تہ هو ملڪ جي اڪثريتي طبقي هارين سان بي انصافي بند ڪن نہ تہ حالات اهڙا سنگين ٿي ويندا جو اسان جي داستان بہ نہ هوندي داستانن ۾.

امان الله سومرو
وڪيل ميرپورخاص

# پوليس ۽ ڌاڙيل هڪ ئي سڪي جا ٻه رخ آهن

سنڌ واسيو.

اڄ مان اوهان کي ان ڳالهه کان آگاهه ڪرڻ ٿو چاهيان ته ضلعي حڪومت نهڻ کان اڳ ضلع جا انتظامي آفيسر ڪنهن نه ڪنهن وٽ جوابدار هوندا هيا هاڻي ته انتظاميه ايڏي ته لاپرواهه ۽ بدمعاش ٿي وئي اهي جو حڪومت جا وسيلا ناجائز استعمال ڪري عوام جي لاءِ وڏو ڏچو پيدا ٿي ويو آهي جنهن ضلع ميرپورخاص سنڌ جي عوام جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي جيتري قدر شهر جي صفائي ۽ سترائي جو مسئلو آهي ته ميرپورخاص ۾ ايتري ته گندگي آهي جو شهر ۾ هلندي ڪراهت ٿيندي آهي انهيون اچڻ شروع ٿي ويندي آهن ان مان اوهان اندازو لڳائي ٿا سگهو ته ڪيتري قدر گندگي آهي ته وري ٻي پاسي صحت جو مسئلو ته شهر ۽ ٻهراڙين ۾ نقلي ڊاڪٽرن جي ڀرمار آهي ۽ سول اسپتال ۾ ٻي انتها گندگي آهي ۽ دوائن جي کوٽ جي ڪري خصوصاً نانگ جي ڏنگ ۽ ڪتي جي چڪ جون سيون به اسپتال ۾ ڪونه آهن ۽ اسپتال ۾ ايتري ته گندگي آهي جو جيڪو مريض هڪ دفعو داخل ٿيندو آهي ته هڪ اڌ بيماري پاڻ سان ٻي گڏ اسپتال مان وٺي ايندو وري اچو جيلن جي مسئلي تي ته جيلن ۾ قيدين کي رشوت جي لاءِ اگهاڙو ڪري ماريو ٿو وڃي پر هن وقت ڪوبه پڇڻ وارو ڪونه آهي.

محڪمه روينيو ۾ ته تپيدار کان مختيارڪار تائين هڪ معمولي نقل لاءِ هفتن جا هفتا چڪر ٿا لڳائڻا پون اهي مٿيان مسئلا عوام جي لاءِ وڏا ڏچا ٿي پيا آهن ته وري اصل ڏچو پوليس جو آهي جيڪا عوامِ جي گلي ۾ هڏي وانگر قاسي وئي آهي ۽ پوليس ڌاڙيلن وارو روپ ڌاري ورتو

آهي ۽ هاڻي پوليس ۽ ڌاڙيلن ۾ سڃاڻپ ڏکيو ٿي وئي آهي ۽ هاڻي ته ڌاڙيلن پوليس جي وردي پائي وارداتون ڪري اهو فرق به مٽائي ڇڏيو آهي ۽ هاڻي اهو ثابت ٿي ويو آهي هاڻي پوليس ۽ ڌاڙيل هڪ ٿي سڪي جا ٻه رخ آهن اهڙي طرح ميرپورخاص پوليس ۽ ڌاڙيل به هڪ ٻئي جا ساٿاري آهن ۽ مان اهو ثابت ڪري ڏيکاريندس ۽ جيڪڏهن مون اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته پوءِ ميرپورخاص پوليس ۾ وڏي پيماني تي رد بدل ٿيندي يعني انهن پوليس آفيسرن جيڪي اصل ۾ چور ڌاڙيل ۽ ڀاتاريدار آهن انهن ورديون پائي ٿاڻن جون چارجون ورهين کان سنڀاليون آهن جو هڪ کي ٻي کي مناسب اڳهه تي حوالي ڪري ٿا وڃن.

اڄو ته مان اوهان کي ميرپورخاص جي ٿاڻي جي هڪ پراڻي ڪيس جي باري ۾ ٻڌايان جيڪو هڪ مينهن جي چوري جو آهي اها مينهن هڪ غريب ڳالي دوست علي مري جي آهي پوليس اڄ ڏينهن تائين اها مينهن ورائي نه سگهي آهي جنهن کي وئي اٽڪل ٻه سال کن ٿي ويا آهن.

هاڻي اڄون کان جي ٿاڻي جي متعلق نه ان ٿاڻي تي ورهين کان ڌاڙيلن جو قبضو آهي ۽ آهي ڌاڙيل وردي پائي غريبن کي ڪيئن ٿا ڦرين مان ان جو صرف هڪ مثال ڏيندس جنهن کي مان ثابت ڪري ڏيکاريندس ۽ پوءِ به ڪجهه نه ٿيو ۽ ظلم ۽ تشدد جاري رهيو ته پوءِ اسان کي پنهنجو لائحه عمل تيار ڪرڻو پوندو ڇاڪاڻ جو جنرل پرويز مشرف ۽ ان جي حڪومت سنڌ جي پوليس کي ماڻهن کي مارڻ جا اختيارات ڪونه ڏنا آهن ان جي ناهيل ضلع حڪومت ۾ پوليس ضلع حڪومت ۾ ضلع جي ناظم جي روبرو جوابده آهي ۽ اسان سڀ کان پهريون پوليس سان ٻه ٻه هٿ ڪنداسين جو آهي بيگناهن کي گرفتار ڪري جيل جي پيٽ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اهي غريب ماڻهن جڃن جي رشوتخوري بي حسي لاپرواهي ۽ ڏاڍ ڪري ورهين جا ورهيه جيلن ۾ سڙي رهيا آهن.

انهن غريبن جي داد رسائي ضرور ڪندا سين جنهن لاءِ اگر جان ڏيڻي به پئي ته به ڪونه ڪيٻائينداسين ڇاڪاڻ جو هاڻ حالتون حد کان مٿي خراب ٿي ويون آهن.

هي هڪ غريب هاري ولي محمد ولد فتح محمد مير جت جي دردناڪ ڪهاڻي آهي هو ٽن پيڙهين کان ديهه 82 اي تعلقه ميرپورخاص ۾ ڪيتي باڙي ڪندو رهندو آهي جتي ان جي ڏاڏي کي حڪومت جي طرفان نهيل جاءِ به مليل آهي جنهن زمين ۾ ان غريب جو گهر آهي جتي ڪيتي باڙي ڪري پنهنجو ۽ پنهنجن ٻچن جو پيٽ پاليندو آهي ان زمين کي هڪ ڏاڙيل جنهن جو نالو ياسين پنجابي آهي ان کي جيئن ته ياسين هڪ ڏوهاري قسم جو ماڻهون آهي انهن امن پسند ۽ شريف هارين جي موجودگي ان کي پسند ڪونه ٿي اچي جو هي ان زمين ۾ اغوا ٿيل ماڻهون کي رکڻ لاءِ هڪ پناهه گاهه ناهڻ ٿو چاهي ان جي هن ڏوهه واري ڏنڌي ۾ پنهنجي ضلع جي پوليس کان علاوه ضلع سانگهڙ جي پوليس به ڀڙل آهي هي ڏاڙيلن جو مخبر هيو ۽ ياسين پنجابي ڏاڙيلن کي اغوا ٿيلن جي مائٽن کان ڀنگ جي رقم وٺي ڏيندو هيو پوليس جون چار موبائلون وٺي انهن غريبن جي گهر تي حملہ آور ٿي ڪلاشن ڪوف جون سوين گوليون هلايون ۽ انهن گولين جي ڊپ کان اهي هاري پنهنجا ننڍا ٻار وٺي ڀڄڻ لڳا ته انهن کي وارن کان وٺي عورتن سميت ماريو ويو ۽ تشدد ڪيو ويو ۽ بعد ۾ هزارين روپيه وٺي ڇڏي ڏنو جيڪا رقم انهن وياج تي وٺي پوليس جي وردي ۾ ڏاڙيلن کي آڻي ڏني هئي جنهن جو وياج اهي غريب اڃان تائين ادا ڪري رهيا آهن.

هن وقت صورتحال اها آهي جو هن وقت جيڪا سرڪشي ۽ بدمعاشي ڏيکاري ڏئي رهي آهي ايئن اڳي ڪونه هيو ان غريب هاري منهن جي سامهون ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر امير علي شيخ کي درخواست ڏني

هئي تہ انهي ڪان ٿاڻي جي هڪ ٻئي صوبيدار جيڪو پڻ ڏاڙيل هيو جنهن جو نالو سرور خاصخيلي آهي هن غريب ڪان ڏيڃاري ڏمڪائي زبردستي پنج هزار روپيہ رشوت ورتي آهي حالانڪ ان الزام جي صفائي ۾ ان ڏاڙيل اي ايس آءِ ڪان قرآن تي قسم ورتو وڃي ها تہ ان پئسا ورتا آهن يا نہ ان جي بجاءِ ان غريب هاري ڪان قسم ڪڍائڻ تہ هن پئسا ڏنا آهن اجان تائين ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر نالي ڊاڪٽر امير علي شيخ جيڪو پاڻ کي ايماندار سڏائيندو آهي اهو نہ تہ پئسا موٽرائي ڏئي سگهيو آهي نہ ئي وري ان بدمعاش ڏاڙيل اي ايس آءِ سرور خاصخيلي جي خلاف ڪا ڪاروائي ڪئي آهي اڄ اڃون تائين اصل صورتحال جي طرف تہ اڄڪلهہ ضلع ميرپورخاص ۾ چوريون ڏاڙا ڦرون لٽ مار ۽ غريبن کي ڏيڃارڻ ڏمڪائڻ جون وارداتون عام ٿي ويون آهن ان ۾ جيترا ڏوهاري شامل آهن اوترو ئي پوليس ملوث آهي يعني ٻئي ملي ڪري عوام تي ظلم ٿا ڪن اڄ مورخہ 15-11-2002 تي جڏهن مان هاءِ ڪورٽ ۾ غريب قيدين جي متعلق داخل ڪيل آئيني درخواستن جي پيروي ڪرڻ بعد جڏهن مان پنهنجي آفيس ۾ آيس تہ ولي محمد ان جي زال ان جا پٽ ننڍا ۽ وڏا روئي رهيا هئا تہ ان جي پٽ يار محمد کي پوليس بيگناهہ ٻڌي وئي آهي ۽ گڏو گڏ اها بہ ڌمڪي ڏني آهي تہ ان تي تشدد ڪندا اهي غريب ماڻهون ڏکي رهيا هئا مان انهي وقت موٽر سائيڪل تي ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ جي آفيس ويس جتي خبر پئي تہ ايماندار ايس پي صاحب اغوا ٿيل ڇوڪري نويد کي هٿ ڪرڻ ويو آهي جڏهن اها پوليس ان لائق ئي نہ آهي تہ اها اغوا شده ٻار کي واپس آڻي سگهي ڇاڪاڻ جو ان ٻار جي اغوا ۾ انهي ڪان ٿاڻي جي قديمي پوليس جيڪا ان علائقي تي سالن ڪان صوبيداري ڪري رهي آهي نہ تہ ايئن ٿي ئي نہ پي سگهيو تہ ڏاڙيل ان ٻار نويد کي ڄهندي مري جي پل ٽپي اڳتي وڃي سگهن ڇاڪاڻ جو ان پل ۽ ان

جي آس پاس ڪيترين ئي پوليس جون چوڪيون آهن ان مان ظاهر آهي ته پوليس جو نظام مڪمل ناڪاره ٿي چڪو آهي جو ٻار عمرڪوٽ جي پرپاسي ڪان اغوا ٿئي ٿو ۽ ڪان پهچڻ تائين ڪٿي به ناڪابندي ڪونه ڪئي وئي ۽ ڌاڙيل آرام سان ٻار اغوا ڪري ڪئي ويا.

اسان کي يقين آهي ته جيڪڏهن ضلع پوليس جو سممورو انتظام اسان جي حوالي ڪيو وڃي ته اسان اغوا ٿيل نديم کي هڪ هفتي جي اندر اندر واپس آڻي ٿا سگهون ليڪن شرط اهو آهي ته ضلع پوليس جو سمورو انتظام اسان جي حوالي ڪيو وڃي ۽ اسان جي مرضي تي ته اسان ڌاڙيل يوسف مري جيڪو پوليس کا وڏيڪ طاقتور آهي سرعام معافي ڏئي ڊي ايس پي لاشاري جي جاءِ تي ڊي ايس پي مقرر ڪنداسين ۽ ڪان علائقي جو نه سورو علائقو امن امان جي لحاظ کان ان جي حوالي ڪيو ويندو پوءِ اسان اوهان کي يقين ٿا ڏياريون ته ان اغوا جهڙي سنگين مسئلي کان هميشه هميشه جي لاءِ نجات ڏياري ڇڏينداسين ان کان علاوه امن امن جي مڪمل ضمانت ڏينداسين هي ته انسان آهي جي ٻڪري جو ٻچو به چوري ٿيو ته بحيثيت ضلع جي پوليس آفيسر جي اسان هر ڏنڊ ڏوهه ڀري ڏينداسين.

هاڻي اچون ٿا اصل مسئلي جي طرف ته ڪان جي پوليس اهو ئي چاهي ٿي ته انهن غريب هارين کي ڌاڙيل ثابت ڪري ڇڏي جو جو ڌاڙيل ايئن ئي نهندا آهن يا وري انهن کي ڌاڙيل ڄاڻائي ماري ڇڏين جيئن هڪ تير سان ٻه شڪار ٿين جيئن ماڻهن ني ڌاڙيلن جو پو وهي جيئن اغوا ٿيل ماڻهون وڏ م وڏ جلد پنگ ڏين جڏهن ته اسان نه ٿا چاهيون ته وڏيڪ ڌاڙيل پيدا ٿين ڄاڪان جو اڄ مان فريادي ولي محمد جي پٽ ٻار محمد کي ڪان ٿاڻي جي بدبودار ڪمري م دري سان لوهه جي زنجير م ٻڌل ڏسي آيو آهيان ۽ جيڪڏهن ان غريب سان انصاف نه ڪيو ويو ۽ ڪان تي مقرر ٿيل ڌاڙيل اي ايس آءِ تاج محمد پيه ۽ ان جي ساٿي ڌاڙيلن کي گرفتار نه ڪيو ويو ته پوءِ

ان علائقي ۾ ڏاڙيل راڄ شروع ٿي ويندو جنهن جو ذميدار سنئون سڌو ضلع ميرپورخاص جو ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ هوندو جيڪو ڄاڻي واڻي ظالم پوليس آفيسرن جي پرده پوشي ڪري رهيو آهي جيڪڏهن ان کي انهن سيني ڳالهين جي خبر نہ آهي تہ پوءِ اسان کي اهڙي ڪم چور نااهل ۽ نمائشي قسم جي قانون شڪن ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر جي ضرورت نہ آهي جنهن پوليس کي پنهنجي گهر جي ٻانهي ناهي ڇڏيو آهي ۽ هر هفتي مغل شهنشاهن وانگر دربار لڳائي ابتا سبتا حڪم پڪڙيو اندر ڪيو ۽ ماريو جاري ڪري ٻان ٿي پوليس ۽ ڏاڙيل جي هڪ ٿي سڪي جا ٻہ رخ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ايڏي وڏي سنگين واقعي ڪان پوءِ بہ حالات تبديل نہ ٿيا تہ حالتن جي ذميداري اسان سيني تي هوندي ڇو جو جيستائين پوليس تي چيڪ ۽ بئلنس قائم نہ ٿو ٿئي امن امان ڪنهن بہ قيمت تي قائم ڪونہ ٿيندو ڊاڪٽر امير علي شيخ کي جيڪڏهن دربار سجائڻ جو شوق آهي تہ ان دربار ۾ صرف ۽ صرف پوليس جي خلاف شڪايتون ٻڌيون وڃن ۽ اتي جيڪو بہ پوليس آفيسر ڏوهي ثابت ٿئي فوري طور تي سزا ڏني وڃي باقي عوام کي بيوقوف ناهڻ جي ڊرامي بازي بند ڪئي وڃي.

امان الله سومرو

آرگنائزر قيدي بچايو فورم سنڌ

Daily
Shaam
Hyderabad

روزاني
# شام
حيدرآباد

Phone:29702-3 Fax No: 784632

E-mail:dailyshaam@yahoo.com

جلد(02) خميس 18 جنوري 2001ع بمطابق 22 شوال المڪرم 1421 ھ (شمارو 141) قيمت 4 رپيا

## جيل انتظاميا منهنجي پاءُ کي قطب پيرزادي جيان قتل ڪري ڇڏيو آهي: ملهه پهلوان

[illegible]

مدليجي(رپورٽر) سکر سينٽرل جيل انتظاميا ڏاڍ جي الزام ۾ گرفتار خادم پنهور کي ٻن مهينن کان گم ڪري ڇڏيو آهي. ان ڳالهه جو انڪشاف سنڌ جي پهرين حرّ جي ملهه پهلوان /بقيه صفحو3 نمبر-2

بقيه ... 2

... نادر پنهور نيشنل پريس ڪلب مدليجي ۾ صحافين اڳ ڪيو. هن چيو ته منهنجي پاءُ کي سکر جيل ۾ رکيو ويو هو. اسين ملاقات ڪرڻ لاءِ وياسين ته جيل انتظاميا چيو ته کيس ڪراچي سينٽرل جيل منتقل ڪيو ويو آهي. اسان ڪراچي جي سينٽرل جيلن ۾ منهنجي پاءُ جي جاچ ڪئي. هتي ٻڌايو ته ان قيدي کي سکر سينٽرل جيل اماڻيو ويو آهي. وري اسان سکر سينٽرل آياسين ته انهن چيو ته جاڻايل قيدي لاڙڪاڻي جيل ۾ آهي. جڏهن لاڙڪاڻي جيل ڏانهن وياسين ته انهن چيو ته ان جي ملاقات بند آهي. هن وڌيڪ چيو آهي ته اسان کي گذريل ٻن مهينن کان مختلف شهرن جي جيلن ڏانهن موڪليو ويو پر اسان جي پاءُ جي ڪا به خبر نه ٿي پوي ۽ نه ئي جيل انتظاميا ملاقات ڪرائي ٿي جنهن ڪري اسان کي شڪ آهي ته منهنجي پاءُ کي به قطب پيرزادي جيان ماريو ويو آهي. ان شڪايت تي جيل انتظاميه خاموش رهيو هو.

ايڊيٽر
قاضي شاهه محمد

لکڻ جو هنڌ: بيورو آفيس حيدرآباد
ميز نائن فلور عادل اپارٽمينٽ
مين روڊ قاسم آباد حيدرآباد

TAMEER-E-SINDH
تعمير سنڌ

خميس 13 سيپٽمبر 2001ع
E-mail:
tsindh1@hotmail.com
ڪراچي، فون 1-2637580 فيڪس 2637578
حيدرآباد، فون 654926 فيڪس 650185-
سکر، فون، فيڪس 22814 لاڙڪاڻو، فون 45722
خيرپور ميرس، فون، فيڪس 62003

# سينٽرل جيل خيرپور جو هڪ قيدي پراسرار نموني قتل، احتجاج، 5 اهلڪار گرفتار

**پوليس لائين جي هڪ پرزنر وين 16 قيدين کي حاضري وٺرائڻ بعد واپس سينٽرل جيل کڻي وڃي رهي هئي ته واقعو پيش آيو**

**اوچتو نيڙهي ڦاٽڪ بند ٿيو ۽ اين ايل سي [illegible] بيٺي رهي ۽ وين ۾ [illegible] سبب نبي بخش مهر فوت ٿي ويو**

**وين بيهڻ دوران موٽرسائيڪل تي 2 ڄڻا ظاهر ٿيا ۽ پسٽل وين ۾ اڇلايو جنهن بعد نبي بخش تي فائرنگ ڪئي وئي**

**پوليس احتجاج ڪندڙ قيدين کي زبردستي جيل اماڻيو، پسٽل هٿ، انسپيڪٽر خادم جوڻيجي سميت 5 اهلڪار لاڪ اپ**

[illegible] (5) انسپيڪٽر خادم جوڻيجو جي نگراني ۾ 16 قيدين کي حاضري وٺرائڻ بعد واپس سينٽرل جيل خيرپور ڏانهن وٺي وڃي رهيو هو ته اوچتو نيڙهي ڦاٽڪ بند ٿيو ۽ هڪ اين ايل سي جو ٽرالر پرزنر وين جي اڳيان اچي بيٺو جنهن ڪري گاڏي بيهجي وئي ان دوران وين ۾ اوچتو فائر ٿيو جنهن سبب قيدي نبي بخش عرف نبو ولد خان محمد مهر ويٺل ڳوٺ مينهل مهر پراسرار نموني قتل ٿي ويو چيو وڃي ٿو ته جنهن وقت اين ايل سي جو ٽرالر پرزنر وين جي اڳيان آيو ته اوچتو هڪ موٽر سائيڪل تي ٻه شخص ظاهر ٿيا جن قيدين کي کٽي ويندڙ بس ۾ سوار ويٺل قيدي ڏانهن پسٽل اڇلايو جنهن بعد گولي وين ۾ ويٺل ٿي ڪنهن قيدي يا پوليس اهلڪار نبي بخش مٿان هلائي جنهن ڪري هو ڪڏي تي قتل ٿي ويو چيو وڃي ٿو ته نبي بخش مهر کي گولي ساڄي پاسي جي اک ۾ لڳل آهي جيڪا دماغ جي پوئين حصي مان ڦاڙ ڪري نڪتي فوتي نبي بخش جي اوچتو قتل واري واقعي کان پوءِ بس ۾ سوار ٻين قيدين واقعي جي خلاف سخت احتجاج ڪيو ۽ واپس سينٽرل جيل وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ته ان دوران خيرپور جي وڏي تعداد ۾ پوليس موقعي واري [illegible] پهچي وئي جن قيدين کي زبردستي جيل ڏانهن اماڻيو [illegible] پرزنر وين جي هيٺيان واقعي ۾ استعمال ڪيل پسٽل پڻ برآمد ڪري ورتو آهي نبو مهر جي ٿيل قتل کان پوءِ خيرپور جي اي ايس پي فوري طور تي خادم پٺاڻ سميت پنجن پوليس اهلڪارن جيڪي ان وقت ڊيوٽي ۾ هيا غفلت جو ورتاءُ ڪرڻ سبب ڪين اي سيڪشن پوليس ٿاڻي جي لاڪپ ۾ بند ڪيو ويو آهي جڏهن ته واقعي جو ڪيس خبر موڪلڻ تائين داخل نه ڪيو ويو آهي فوتي جو لاش پوسٽ مارٽم ڪرڻ لاءِ سول اسپتال ۾ ڪالهه رات دير تائين رکيل هيو.

ABC Certified
Simultaneously appearing from Karachi & Sukkur
A Great Provision of Truth & Latest Information
DAILY TAMEER-E-SINDH
روزاني
تعمير سنڌ
سکر: اڱارو 22 جنوري 2002ع بمطابق 7 ذوالقعد 1422هه سال نائون شمارو 91، صفحا 6، ملهه: 4 روپيا

## حيدرآباد ۾ قيدين سان ڏاڍ خلاف وڪيلن جو مظاهرو

### سانگهڙ جيل ۾ قيدين جا پئسا ڦرڻ سبب سندن زندگين کي خطرو آهي: سومرو

حيدرآباد (رپورٽر) قيدي بچايو فورم جي آرگنائيزر امان الله سومرو ايڊووڪيٽ جي اڳوالي ۾ سانگهڙ جيل ۾ قيدين سان ڏاڍ زيادتين خلاف ڪالهه حيدرآباد پريس ڪلب آڏو احتجاجي مظاهرو ڪيو ويو. ان موقعي تي هن چيو ته سانگهڙ جيل ۾ قيدي احمد علي ۽ ٻين جو پيسا ڦرڻ واري ڪارروائي ڪانسواءِ جيل ۾ ڏاڍ غير انساني سلوڪ سبب قيدين جون حياتيون خطري ۾ آهن-24

DAILY
KAWISH
HYDERABAD.

روزانہ
ڪاوش
حيدرآباد

Daily Kawish Hyderabad

☎ 780525,780026,780027,782203

(جلد - 11) سومر 2- جولاء 2001ع بمطابق 9- ربيع الثاني 1422ھ (شمارو 326) قيمت 4- رپيا


## ڪنڙي جو نوجوان حيدرآباد جيل ۾ بيمار [illegible]

ڪنڙي (ن ڪ) ڪنڙي شهر جي بلوچ پاڙي جو رهواسي نوجوان محمد عرس عرف محمد /صفحو 2 ڪالم 5

## ڪنڙي/فوت

مهراڻي ڪالھ حيدرآباد سينٽرل جيل ■ ڪافي ڏينهن بيمار رهڻ بعد وفات ڪري ويو. ڪيس 3 مهينا اڳ منشيات جي ڪيس ۾ چالان ڪري سينٽرل جيل موڪليو ويو هو جتي هو سخت بيمار هو. سندس امڙ ضامن نہ ملڻ سبب پنهنجي پٽ جي ضمانت نہ ڪرائي سگهي. اطلاع ملڻ تي سندس پاڙي وارا، والده ۽ پهڻ سڪتي ۾ اچي ويا ■ والده ماتم ڪندي رهي.

روزنامہ جرأت، کراچی (8) 14 دسمبر 2001ء

جرأت

سندھ پبلی کیشنز کیلئے مختار عاقل پرنٹر، پبلشر نے کے ۔ کے پرنٹرز سے چھپوا کر "جرأت ہاؤس" آئی آئی چندریگر روڈ کراچی سے شائع کیا

چیف ایگزیکٹو و ایڈیٹر انچیف مختار عاقل

جمعۃ المبارک 28 رمضان المبارک 1422ھ 14 دسمبر 2001ء

# رشوت نہ دینے پر شہید بھٹو کے رہنما میر شاہنواز کو الٹا لٹکا دیا 600 قیدی بند وارڈ

## سینٹرل جیل حیدرآباد ٹارچر سیل میں تبدیل

# اسیروں پر وحشیانہ تشدد ڈپٹی جیلر نے قیدی کا سر پھاڑ دیا

### پیر بابو شاہ جھنڈے والے کا 3 لاکھ روپے دینے سے انکار پر پیشاب بند، نبض پھٹ گئی، جان محمد گوپانگ کو مکمل برہنہ کر کے پورے جیل کا گشت کرایا گیا

داؤد پٹھان کے معذور بھائی سے [illegible] جیل کی صفائی [illegible] پیشی کیلئے آنے والے قیدیوں کا انکشاف

حیدرآباد (بیورو رپورٹ) سینٹرل جیل حیدرآباد میں چھ سو قیدی بندوارڈ میں بند ہیں ڈپٹی سپرنٹنڈنٹ الطاف اعوان اور ڈپٹی جیلر اعجاز حیدر کی چنگیزیت برقرار مسلم لیگی رہنما محمد خان ہنگورو پر رشوت نہ دینے کی پاداش میں مسلسل ٹارچر کیا جارہا ہے شہید بھٹو کے رہنما میر شاہنواز سے ایک لاکھ روپے کا مطالبہ کیا گیا نہ دینے کی صورت میں الٹا لٹکا دیا گیا۔ پیر بابو شاہ جھنڈے والے سے

باقی صفحہ نمبر 6 بقیہ نمبر 25 پر

جرأت — بقیہ نمبر 25

تین لاکھ روپے طلب کئے گئے نہ دینے پر اتنا تشدد کیا گیا کہ ان کا پیشاب بند ہو گیا اور نبض بھی پھٹ گئی وہ جیل اسپتال میں داخل ہیں داؤد پٹھان کا بھائی سعید مجید جو معذور ہے اس سے بھی دو لاکھ روپے کا مطالبہ کیا گیا نہ دینے کی صورت میں جیل کی صفائی کروائی جارہی ہے گوپانگ کو مکمل برہنہ کر کے پورے جیل کا گشت کرایا گیا اس کا جرم صرف یہ تھا کہ اس نے جیل اہلکاروں کے خلاف شکایت کی تھی جس کے نتیجے میں ان پر تشدد کیا جارہا ہے ان میں کبیر انصاری بھی شامل ہیں جن کے سر پر اعجاز حیدر نے ڈنڈا مار کر ان کا سر پھوڑ دیا اور جیل اسپتال میں ان کو چھ ٹانکے لگائے گئے جیل کا مدرسہ بند کر کے اسے بندوارڈ میں تبدیل کر دیا گیا ہے یہ انکشافات سینٹرل جیل سے پیشی کیلئے عدالت آنے والے آٹھ قیدیوں نے نام ظاہر نہ کرنے کی شرط پر جئے سندھ قومی محاذ کے پریس سیکریٹری مرتضیٰ مغل کے سامنے کئے انہوں نے کہا کہ جیل سپرنٹنڈنٹ کا رویہ متعصبانہ ہے اور سیاسی اسیروں کو جیل سپرنٹنڈنٹ مسلسل تشدد کا نشانہ بنا رہا ہے انہوں نے حکومت سے مطالبہ کیا کہ تشدد بند کرائے مظالم کا نوٹس لیا جائے۔

اڱارو 22 جنوري 2002ع مطابق 7 ذوالقعد 1422ھ




سنڌ هاءِ ڪورٽ جي حڪم تي نارا جيل ۾ فوت ٿيل قيدي جي [illegible]

## قيدي احمد شاھ ڪجھ وقت اڳ سول اسپتال حيدرآباد ۾ فوت ٿي ويو هو

[illegible] مئجسٽريٽ فدا حسين مغل جاچ آفيسر مقرر: عوام [illegible] انڪوائري [illegible]

حيدرآباد (ا_ر) سنڌ هاءِ ڪورٽ سرڪٽ حيدرآباد جي حڪم تي نارا جيل حيدرآباد ▪ ڪجھ وقت اڳ فوت ٿيل هڪ قيدي نالي احمد

بقايا نمبر ▪ ڏسو صفحو ▪

51 بقايا — نارا جيل /قيدي فوت

شاھ ولد علي محمد شاھ جي موت بابت هڪ جڊيشنل انڪوائري شروع ٿي وئي. انڪوائري آفيسر جڊيشنل مئجسٽريٽ هڪ فدا حسين مغل کي مقرر ڪيو ويو آهي. ان لاءِ عوام کي فوتي احمد شاھ متعلق جيڪا بہ ڄاڻ هجي تہ هو انڪوائري آفيسر آڏو اچي پنهنجو بيان رڪارڊ ڪرائي ياد رهي تہ مذڪوره قيدي کي دل جو دورو پوڻ سبب سول اسپتال ▪ داخل ڪيو ويو هو جتي هو فوت ٿي ويو هو

ABC Certified

Simultaneously appearing from Karachi & Sukkur

A Great Provision of Truth & Latest Information

DAILY TAMEER-E-SINDH

روزاني

تعمير سنڌ

سکر: جمعو 27 آڪٽوبر 2000ع بمطابق 28 رجب 1421هه سال اٺون شمارو 11 صفحا 4. ملهه:3 رپيا

## سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ آپريشن دوران زخمي ٿيل قيدي اسپتال ۾ فوت

### گل محمد شاهه کي 25 سيپٽمبر تي جيل ۾ آپريشن دوران ڪنڌ ۾ گولي لڳي هئي

اسين غريب ماڻهو اهيون، ننڍوالٻهار بولسي ڪين ڪورٽ ڪيس ۾ چالان ڪيو: فوتي جو ڀاءُ

حيدرآباد (رپورٽر) حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ گذريل 25 سيپٽمبر تي آپريشن دوران گولي لڳڻ سبب زخمي ٿيل قيدي گل محمد شاهه عرف گلو شاهه ڪالهه صبح سول اسپتال حيدرآباد جي /ڏسو صفحو -4 نمبر -41-



حيدرآباد سينٽرل جيل جو فوت ٿيل قيدي گل محمد شاهه

جديد اطلاعاتي ٽيڪنالاجي ۽ وسيلي جاري ٿيندڙ بهترين سنڌي اخبار

ABC CERTIFIED

DAILY PAK KARACHI

روزاني پاڪ

ڪراچي

جلد: 5 | اربع 23 جنوري 2002 بمطابق 8 ذوالقعد 1422 هه قيمت 00 - 3 روپيا | شمارو:379


## سنڌ جي جيلن ۾ قيدين تي تشدد جي انتها ٿي وئي آهي: امان الله سومرو

### قيدين مٿان تشدد تي سياسي ليڊرن جي خاموشي ملامت جوڳو عمل آهي: بيان ۾ اظهار

ميرپورخاص (و ر) قيدي بچاءُ فورم جي آرگنائيزر امان الله سومرو وڪيل چيو تہ سنڌ جي جيلن ۾ قيدين تي تشدد ڪرڻ جي انتها ٿي وئي آهي قيدين تي ٿيل تشدد جي سلسلي ۾ سياسي ليڊرن جي خاموشي ڪي هن مجرمانہ سڏيو ۽ چيو تہ سنڌ جي عوام سان ويساهہ گهاتي آهي تہ اڳواڻ پارٽي جي ڪارڪنن جي سار نٿا لهن. هن جيلن جي حالتن تي تشويش جو اظهار ڪندي آءِ جي جيل تي تمام حالات جي ذميواري عائد ڪئي.

DAILY
TAMEER-E-SINDH

روزاني
تعمير سنڌ

ميرپور: خميس 13 جولاءِ 2000ع بمطابق 10 ربيع الثاني 1421 هه سال ستون شمارو 270 صفحا 6.

## سانگهڙ ڊسٽرڪٽ جيل ۾ ٻن قيدين تي وحشياڻو تشدد، کين اگهاڙو ڪري سرڪس ڪرايو ويو

### رشوت نه ڏيڻ تان بخت علي شر ۽ خميسي کي 6 بيرڪن اڏو رتو رت ڪيو ويو. قيدين جي بک هڙتال

### جيل سپريڊنٽ علي حيدر هر نئين قيدي کان وات ۾ جوتا ڪٽائي ڪيسي ڪرائيندو ۽ بند وارڊ ڪندو آهي: ابن شر

سانگهڙ (عبرضي) سانگهڙ ڊسٽرڪٽ جيل ۾ نئين ايل سپريڊنٽ علي حيدر شاهه رشوت نه ڏيڻ تي ٻن قيدين بخت علي شر ۽ خميسي شر کي اگهاڙو ڪري جيل ۾ سرڪس ڪرايو ۽ 6 مختلف بيرڪن اڏو ٻين قيدين کي عبرتناڪ لاءِ ٻنهي ڄڻن تي وحشياڻو تشدد ڪري کين رتو رت ڪري ڇڏيو. انهي ڏاڍ خلاف قيدين رمضان خاصخيلي، بخت شر، خميسو شر، ابن شر بک هڙتال شروع ڪري ڏني آهي. جنهن اعليٰ عملدارن کان انصاف جو مطالبو ڪيو آهي. بک هڙتال تي ويٺل ابن شر ٻڌايو ته جيل سپريڊنٽ/ ڏسو صفحو-5 نمبر-53

53

هر نئين قيدي کي ماري اندر وات ۾ جوتا ڪٽائيندو ۽ ڪيسي ڪرائيندو آهي. رشوت لاءِ بند وارڊ ڪندو آهي.565

ABC Certified

The Largest Circulated Sindhi Daily of Pakistan

DAILY KAWISH HYDERABAD.

روزانه

# ڪاوش

حيدرآباد

780525,780026,780027,782203

(جلد-12) خميس 25- آڪٽوبر 2001ع بمطابق 7- شعبان المعظم 1422ھ (شمارو 83-) قيمت 5- رپيا

### سکر جيل ۾ قيدي گلزار اوٺي جي فوت ٿيڻ وارو معاملو

## منهنجي هڪ پٽ کي ماري ٻئي کي ڌمڪائين پيا

### گلزار قتل ڪيس ۾ ميجر ڪوسو ۽ جيل جي ڊاڪٽر خلاف ڪارروائي ناهي ٿي

سکر (بيورو رپورٽ) سينٽرل جيل سکر ۾ مبينه تشدد سبب فوت ٿيل گلزار اوٺي جي قتل ۾ ملوث جا ايل جيل عملدارن کي [illegible] سزا نه ملي آهي، تشدد جا هوريت پهنچ سکر جي [illegible]

آر. بنا پڇڻ جاچ ۾ جوابدارن جي گرفتاري جي روهڙي ڪاٽ ۾ انصاف جي انتظار ۾ آهي. اهڙي ڏاهن تشدد سبب فوت ٿيل نوجوان گلزار اوٺي جي پوڙهي ماءُ زينب اوٺو ڪالهه هتي "ڪاوش" کي ڏني. هن ٻڌايو ته

/ صفحو 2 ڪالم 2



زينب اوٺو

### حيدرآباد: گولاڙچي جو نوجوان رائيس مل مشين ۾ ڦاسي فوت

گولاڙچي (ن ڪ) گذريل رات حيدرآباد ۾ هڪ رائيس مل ۾ ڪم ڪندي گولاڙچي جو نوجوان [illegible] ساله انور چانگ مشين جي پٽي ۾ ڦاسي فوت ٿي ويو.

ABC Certified | The Largest Circulated Sindhi Daily of Pakistan

DAILY KAWISH HYDERABAD.

Daily Kawish Hyderabad

روزانه ڪاوش حيدرآباد

780525,780026,780027,782203

(جلد-11) اربع 4- آڪٽوبر 2000ع بمطابق 5- رجب المرجب 1421ھ (شمارو 62) قيمت 3- رپيا

## سينٽرل جيل واقعي بابت وڪيل امان الله سومرو جي پٽيشن تي

## عدالت پاران هوم سيڪريٽري کي 3 هفتن ۾ جواب داخل ڪرڻ جي هدايت

### سيڪريٽري کي جيل سنڌارن جيل واقعي ۽ قيدين جي منتقلي بابت جواب ڏيڻ لاءِ چيو ويو

حيدرآباد (اسٽاف رپورٽر) سنڌ هاءِ ڪورٽ حيدرآباد سرڪٽ بينچ، ميرپورخاص جي وڪيل امان الله سومرو جي سينٽرل جيل ۾ ڪيل سرچ آپريشن ۾ قيدين کي ٻين جيلن ڏانهن منتقل ڪرڻ /صفحو 3 ڪالم 2

سيڪريٽري جواب طلب

وڪيل آئيني پٽيشن جي ٻڌڻي تي ڪالهه عدالت سگوري هوم سيڪريٽري سنڌ کان ٽن هفتن تائين سينٽرل جيل ۾ ڪيل آپريشن، قيدين کي ٻين جيلن ڏانهن منتقل ڪرڻ وارن سببن ۽ جيل سنڌارن بابت جواب داخل ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا آهن. امان الله سومرو ايڊووڪيٽ پنهنجي پٽيشن ۾ گورنر سنڌ، چيف سيڪريٽري سنڌ، آءِ جي جيل ۽ سپرنٽينڊنٽ سينٽرل جيل کي ڌر بڻايو آهي. آئيني پٽيشن ۾ عدالت سگوري کي اپيل ڪئي وئي آهي ته قيدين کي ٻين جيلن ڏانهن منتقل ڪرڻ جو سلسلو بند ڪيو وڃي ۽ حيدرآباد سينٽرل جيل مان ٻين جيلن ڏانهن منتقل ڪيل قيدين کي واپس سينٽرل جيل آندو وڃي ته جيئن اهي عدالت ۾ پيش ٿي سگهن. پٽيشن ۾ 24 سيپٽمبر 2000ع کان شروع ڪيل سرچ آپريشن جي هاءِ ڪورٽ جي جسٽس کان انڪوائري ڪرائڻ جي اپيل پڻ ڪئي وئي آهي.

ABC Certified

Simultaneously appearing from karachi & Sukkur

A Great Provision of Truth & Latest Information

DAILY TAMEER-E-SINDH

روزاني

تعمير سنڌ

سکر: اربع 5 ڊسمبر 2001ع بمطابق 19 رمضان المبارک 1422هه سال نائون شمارو 45 صفحا 6. ملهه: 4 رويا

## حيدرآباد سينٽرل جيل جو قيدي پراسرار نموني فوت، تشدد جا اطلاع

### جاويد ڪشميري کي انتظاميه پيٽ ۾ سور پوڻ سبب فوت ٿيل ڄاڻايو

### قيدي کي تشدد ڪري ماريو ويو. اٿون ان جو شاهد آهيان: سناف اڳوان

حيدرآباد (رپورٽر) سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ نوجوان قيدي پراسرار نموني فوت ٿي ويو آهي. جيل انتظاميا موجب 28 ورهين جي قيدي جاويد ڪشميري ولد محبوب کي گذريل رات دير سان اوچتو پيٽ ۾ سور پيو. جيل جي ڊاڪٽرن سندس علاج ڪيو. پر رات جي پڇاڙيءَ وارن پهرن ۾ تڪليف وڌڻ سبب فوت ٿي ويو. ٻئي طرف سناف جي مرڪزي اڳواڻ امان الله ناريجو جنهن ـ ... جيل حيدرآباد مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ جاري ڪيل پريس ريليز ۾ چيو آهي ته جاويد ولد محبوب کي تشدد ڪري ماريو ويو آهي. جنهن جو اٿون شاهد آهيان. جاويد جي قتل جو ذميوار جيلر اعجاز حيدر، سندس ساٿي گارڊ سهڻو، جيلر ڪنگو ۽ عملدار مصطفيٰ چانڊيو آهن. جن نوجوان قيدي کي نڪ ۾ پاڻي وجهي تشدد جو نشانو بڻايو-23

روزنامہ جرأت کراچی (4) 13 جولائی 2000ء

کراچی سے کشور تک

باقاعدہ تصدیق شدہ اشاعت ABC صبح کا کثیر الاشاعت اخبار

روزنامہ جرأت کراچی Daily JURAAT

# جیلر ہوں عدالت کا ملازم نہیں

## ریلیز آرڈر کی کاپیاں غائب کرادیتا ہے، ہر کام کی رشوت لی جاتی ہے

## ہمیں مرزا کے مظالم سے نجات دلائی جائے، سندھ ترقی پسند پارٹی کے اسیر رہنما کی اپیل

کراچی (پ ر) سینٹرل جیل کراچی سے سندھ ترقی پسند پارٹی کے اسیر رہنما و دیگر کارکنان نے اپنے پریس بیان میں کہا ہے کہ مذکورہ جیل میں ظالم اور بدعنوان جیلر

باقی صفحہ نمبر 13 بقیہ نمبر 13

بقیہ نمبر 13

مرزا نے قیدیوں پر ظلم کے پہاڑ توڑ رکھے ہیں بھاری رشوت کے حصول کی خاطر کورٹ سے آئے ہوئے ریلیز آرڈر کی کاپیاں چھپادیتا ہے۔ اور کئی قیدیوں کو عدالتوں سے ملنے والے 382-BC&PC کے (Benifit) .. کردیتا ہے کہ میں جیلر ہوں میرے پاس بہت اختیارات ہیں، میں عدالت کے حکم کو نہیں مانتا۔ اور کئی قیدیوں سمیت لقمان، شاہ محمد اور نثار بزدو واضح مثال ہیں۔ مرزا جیل نے کئی قیدیوں پہ خود ساختہ اور جھوٹے کیسز بھی جیل ریکارڈ میں چڑھا دیے ہیں۔ جن کیسز کا تھانوں اور عدالتوں میں ریکارڈ نہیں ملتا۔ بوگس کیسز چڑھا کر رشوت لینا اور قیدیوں کو جیل سے عدالتوں میں پیشی پر بھیجنے کیلئے پیسے لینا اس کا معمول بن چکا ہے۔ مذکورہ جیلر کے مظالم اور بدعنوانیوں کے خلاف جیل میں تقریباً 100 قیدیوں نے تادم مرگ بھوک ہڑتال کرنے کی درخواست اعلیٰ حکام کو دے دی ہے۔ اسیران نے چیف ایگزیکٹو پاکستان جنرل پرویز مشرف گورنر سندھ محمد میاں سومرو، چیف سیکریٹری جاوید اشرف اور کور کمانڈر سندھ مظفر عثمانی سے پرزور اپیل کرتے ہیں۔ کہ اس ظالم اور بدعنوان جیلر مرزا کے غیر قانونی اقدامات کے خلاف قانونی کارروائی کرنے کیلئے آئی جی جیل خانہ جات اور سپرنٹنڈنٹ جیل کو حکم.. صادر فرمائیں تاکہ مجبور اور بے کس قیدیوں پر ڈھائے جانے والے مظالم کا خاتمہ ہوسکے۔

بقیہ نمبر 14

ABC Certified

The Largest Circulated Sindhi Daily of Pakistan

DAILY KAWISH HYDERABAD.

روزانه
کاوش
حيدرآباد

Daily Kawish Hyderabad

☎ 780525,780026,780027,782203

(جلد -12) اڱارو 15 - جنوري 2002ع بمطابق 30- شوال المڪرم 1422هه (شمارو 161-) قيمت 5- رپيا

## ميهڙ جيل ۾ قيدين ۽ عملي ۾ جهيڙو: فائرنگ: 3 قيدي زخمي

### هڪ قيدي پاران سپاهي کي هٿي قيدي وٽان سامان آڻڻ لاءِ چوڻ تي جهيڙو ٿيو

### [illegible] پاران [illegible] هڙتال شروع

ميهڙ (نمائندي) ميهڙ سب جيل جي پهرين بيرڪ جي عبدالنبي ڪونهارو پاران هڪ سپاهي کي بيرڪ جي قيدي ديدار خاصخيلي وٽان سامان کڻي اچڻ جو چوڻ تان قيدي عبدالنبي ۽ /صفحو 2 ڪالم 4

## [illegible] ۾ قيدين تي تشدد خلاف حيدرآباد ۾ وڪيلن جو مظاهرو

### قيدي تشدد سبب خودڪشيون ڪري رهيا آهن: امان الله سومرو

### رشوت نه ڏيڻ تي قيدين کي تشدد جو نشانو [illegible]

حيدرآباد (اسٽاف رپورٽر) قيدي بچايو فورم جي اڳواڻ ۽ ميرپور خاص جي رهواسي ايڊووڪيٽ امان الله سومري ڪالهه هتي ڊسٽرڪٽ جيل ميرپور خاص جي انتظاميا اڳيان سر احتجاجي مظاهرو ڪيو. ان موقعي تي هن ڳالهائيندي چيو ته ميرپور خاص جي ڊسٽرڪٽ جيل ۾ قيدين تي /صفحو 2 ڪالم 4

**ميهڙ / قيدي جهيڙو** سپاهي وچ ۾ جهيڙو ٿي پيو. جنهن ۾ 3 قيدي عبدالنبي ڪونهارو، علي قمبراڻي ۽ معشوق جتو معمولي زخمي ٿي پيا. جڏهن ته سپاهي وريام ملاح جي ڊريس پڻ ڦاٽي پئي. ان دوران سپاهي وريام ملاح هوائي فائرنگ پڻ ڪئي. جنهن تي مختيارڪار آفيس توڙي جيل ۾ قيدين سان ملاقات لاءِ آيل ماڻهن ۾ ڀاڄ پئجي وئي. قيدي ممتاز قمبراڻي کي ماني ڏيڻ لاءِ آيل سندس معصوم پٽ سڪندر قمبراڻي ڪري بيهوش ٿي ويو. اهڙي واقعي بعد ڪالهه ميهڙ سب جيل جي ٽنهي بيرڪن جي قيدين سخت احتجاج ڪندي دال، مٽ پڇي آيل پٽو (ماني) وغيره واپس ڪري احتجاجن بک هڙتال شروع ڪري ڇڏي. قيدين عبدالنبي ڪونهارو، ديدار خاصخيلي، علي قمبراڻي، منير ڪورسو، اسلم شاهي، اياز لاکير، خادم لاکير، علي شير ڪورسو، نثار ابڙو، حاجي لطيف ذبير، راهب سولنگي، نياز بروهي ۽ ٻين چيو ته انصاف ٿيڻ تائين احتجاج جاري رکبو. آخري اطلاعن موجب جيل عملي ۽ قيدين ۾ سرحاءِ لاءِ ڳالهيون جاري هيون.

**ميرپورخاص / جيل مظاهرو** تشدد وڌي ويو آهي ۽ هاڻي جيل مان قيدين جا لاش نڪرڻ به شروع ٿي ويا آهن. هن جيل سپرنٽينڊنٽ مٿان الزام هڻندي چيو ته هو مٺن ڪمائي حاصل ڪرڻ جي لاءِ قيدين جي ماڻهن کي سنڌن سبب ڪجهه وڪڻڻ تي مجبور ڪري رهيو آهي جنهن ڪري قيدي بيزار ٿي جيل ۾ آپگهات ڪري رهيا آهن. هن مطالبو ڪيو ته سنڌ جي جيلن ۾ ايماندار آفيسر مقرر ڪيا وڃن.

خميس 1 فيبروري 2001ع بمطابق 6 ذوالقعد 1421هه

ABC Certified THE LARGEST CIRCULATED AMONGST REGIONAL DAILIES OF PAKISTAN

Regd No 102

THE DAILY IBRAT HYDERABAD SINDH PAKISTAN

روزاني عبرت

حيدرآباد

بقايا نمبر 46 ڏسو صفحو 5

## سينٽرل جيل سکر ۾ قربان سولنگي کي ماورائي عدالت قتل ڪيو ويو آهي: ظفر علي شاهه

### هتي جيستائين عدالت فيصلو ڏئي تيستائين جيل جون حالتون وڏا مجرم پيدا ڪري ٿي ڇڏي

### سول انتظاميه کي [illegible] قربان [illegible] ڪري پريس ڪانفرنس

نوشهروفيروز (ويب ر) اڳوڻي وفاقي وزير ۽ ڊي ريفارمز جي نائب صدر سيد ظفر علي شاهه چيو ته سينٽرل جيل سکر ۾ قربان سولنگي کي قانون مطابق نه پر ايڪسٽرا جوڊيشل ڪلنگ تحت قتل ڪيو ويو آهي. هتي جيستائين عدالت ڪو فيصلو ڏئي ته ڪير مجرم آهي يا نه، تيستائين جيل جا حالات وڏا مجرم پيدا

بقايا نمبر 47 ڏسو صفحو 5

**47 / ظفر علي شاهه /**

ڪري ڇڏين ٿا. گذريل رات پريس ڪلب نوشهروفيروز ۾ پريس ڪانفرنس ڪندي سيد ظفر علي شاهه وڌيڪ چيو ته حڪومت اهلڪارن

۽ آرگنائيزيشن جو قصور آهي ته اهڙن واقعن کي هن مهل تائين برداشت ڪيو ويو آهي. هن چيو ته اسان ڪنهن به جرائم پيشه افرادن جي

مدد نه پر اهڙن واقعن ۾ جيڪي مظلوم ۽ معصوم اولاد دربدر ٿئي ٿو انهن جي مدد ڪرڻ لاءِ فنڊ مهم شروع ڪري رهيا آهيون. هن چيو ته سول انتظاميه جي ذميدارن کي مون ذاتي طور

اپيل ڪئي آهي ته قربان سولنگي واري واقعي ۾ انڪوائري ڪرائي جيڪي ملوث آهن انهن خلاف قدم کڻڻ گهرجي.

ABC Certified

The Largest Circulated Sindhi Daily of Pakistan

DAILY KAWISH HYDERABAD.

Daily Kawish Hyderabad

روزانہ

ڪاوش

حيدرآباد

☎ 780525.780026.780027.782203

(جلد - 11)خميس 11- جنوري 2001ع بمطابق 15- شوال المڪرم 1421ھ(شمارو 158)قيمت 5- رپيا

## سکر جيل ۾ فوت ٿيل قيدي جو لاش ٻلهڙيجي پهچڻ تي ڪهرام

### قطب الدين پيرزادو جي مڙهه جي اباڻي قبرستان ۾ تدفين، زال بيهوش

### پوليس سرچ آپريشن دوران ڪيس تشدد جو نشانو بڻايو: وارث

موهن جو دڙو (ن ڪ) سکر سينٽرل جيل ۾ پوليس تشدد دوران فوت ٿيل قطب الدين پيرزادو جو لاش



سکر سينٽرل جيل ۾ فوت ٿيل قيدي قطب پيرزادو

ڳالهه سنڌس وارثن حوالي ڪيو ويو. فوتي قيدي جو لاش موهن جو دڙو لڳ وٽ ٻلهڙيجي ۾ پهتو ته فوتيءَ جي وني ۽ ٻارڙن کي بيهوشي جا دورا پوڻ لڳا. ڳوٺ جو ماحول غمگين ٿي ويو. فوتيءَ کي ڳالهه اباڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو. (صفحو2 ڪالم5)

موهن جو دڙو / قيدي

هوڏانهن فوتي قطب پيرزادو جي وارثن عاشق پيرزادو، ڪائونسلر حبدار پيرزادو ۽ همت علي پيرزاد ٻڌايو ته ڏيڍ مهينو اڳ سينٽرل جيل سکر ۾ سرچ آپريشن دوران فوتي قيديءَ مٿان انتها درجي جو تشدد ڪيو، جنهن ڪري سنڌس سمورا ڪپڙا رت ۾ ڳاڙها ٿي ويا ۽ هن خط لکي کين آگاهه ڪيو ۽ اهو منظر هنن پاڻ ويرو ڏٺو. جنهن ته هنن ٻڌايو ته قيديءَ يارن بار بار علاج لاءِ ڪيل دانهن ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ڏنو ويو، جنهن ڪري هن جي جسم جي زخمن مان مسلسل رت نڪرندو رهيو.

# سندھ کی جیلوں میں قیدیوں پر تشدد جرم قرار دیدیا گیا

## آئندہ قیدیوں پر تشدد کرنیوالے عملے کیخلاف مقدمہ درج ہوگا جیلوں میں بند فیکٹریاں فعال کرنیکا حکم کریمنل قیدی کو سیاسی سہولت حاصل نہیں ہوگی

## جیلوں میں ٹی بی کے مریضوں کی تعداد دن بدن بڑھ رہی ہے ادویات کی خریداری کیلئے کمیٹی تشکیل دیدی ہے آئی جی جیل خانہ جات کا انٹرویو

سکھر (بیورو رپورٹ) اندرون سندھ میں تین نئی جیلوں کی تعمیر کا کام آخری مراحل میں ان میں شکارپور دادو اور بدین کی جیلیں شامل ہیں جبکہ کراچی سینٹرل جیل کو بھی شہر سے باہر منتقل کیا جائے گا آئی جی جیل خانہ جات سندھ بریگیڈیئر ڈار کی جانب سے جیل کے عملے کو ہدایت کی گئی ہے کہ آئندہ کسی بھی

باقی صفحہ نمبر 3 بقیہ نمبر 1

کی با اختیار منظور کے اپنے ... ناجائز استعمال کیا

## بقیہ نمبر 1

قیدی پر جسمانی تشدد نہ کیا جائے اور قیدی بھی جیل کے کسی باوردی افسر کے ساتھ بدتمیزی نہ کریں اور ایسا کیا تو پھر انکے خلاف جیل قوانین کے مطابق سلوک کیا جائے گا اور ایف آئی آر بھی درج کی جاسکتی ہے" آئی جی جیل خانہ جات نے ایک خصوصی انٹرویو میں کہا کہ ہم نے ادویات بازار سے خریدنے کے بجائے ایک کمیٹی تشکیل دی ہے جو ہول سیل مارکیٹ اور دواساز اداروں سے بات چیت کرکے رعایتی قیمت پر دوا خرید رہی ہے جبکہ اندرون سندھ کی جیلوں میں ٹی بی کے مریض کافی تعداد میں ہیں انہوں نے کہا کہ میں نے جیل کی بند فیکٹریوں کو دوبارہ فعال کرنے کا حکم دیا ہے اب کریمنل ایکٹ کے تحت گرفتار ہوکر جیل میں آنے والے قیدیوں کو سیاسی سہولت حاصل نہیں ہوگی۔

کو حکم دیا ہے کہ جا ہے فیکٹری میں کام ہو یا نہ ہو قیدیوں کو ان کو وقت میں ویسے ہی فیکٹری میں لے جایا جائے کم سے کم کام کرنے کا کچھ تو پتہ ان چلے گا ایسے ہی بہت سے نوجوان قیدی سندھی ٹوپی بناتے ہیں میں نے انہیں مصروف رکھنے کے لئے کام کی اجازت دی ہے تاکہ وہ کام کرکے اپنے وکیل کی فیس ادا کر سکیں جیل سے متعلق گورنر سندھ کو بریفنگ دی تھی وہ خود بھی جیل اصلاحات میں دلچسپی لے رہے ہیں وزیر داخلہ اور صوبائی سیکریٹری داخلہ بھی جیل اصلاحات کے اطلاق پر توجہ دے رہے ہیں جسکی وجہ سے جیل قوانین میں تبدیلیاں آجائیں گی ایک اور سوال کے جواب میں انہوں نے کہا کہ قیدی صرف قیدی ہوتا ہے مگر سزا یافتہ قیدی زیادہ مسائل کھڑے کرتے ہیں سیاسی قیدی وہ [illegible] ہے جو پولیٹیکل ایکٹ کے تحت جیل میں آتا ہے مگر سیاسی قیدی پڑھا لکھا ہوتا ہے جو ہمارے لئے مسائل پیدا نہیں کرتا مگر اب کریمنل ایکٹ کے تحت گرفتار ہوکر جیل میں آنے والے اپنے آپ کو سیاسی کارکن کہلاتے ہیں میری نظر میں وہ کریمنل ہیں سیاسی نہیں ہیں۔

ABC Certified

A Great Provision of Truth & Latest Information

DAILY TAMEER-E-SINDH

روزاني

تعمير سنڌ

سکر: سومر 2 جولاءِ 2001ع بمطابق 9 ربيع الثاني 1422هه سال اٺون شمارو 254، صفحا 4، ملهه: 3 روپيا

## حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ علاج نه ٿيڻ سبب قيدي تڙپي تڙپي فوت

### منشيات جي الزام ۾ گرفتار ڪچي قيدي محمد جو سخت بيماري باوجود علاج نه ڪرايو ويو

### ڪنري، جو رهواسي فوتي جيل ۾ به هيروئن واپرائيندو هو

### بانڊي ڪيتري ئي وقت کان بيمار هو، پر انتظاميا مٿس ڌيان نه ڏنو

حيدرآباد (رپورٽر) سينٽرل جيل حيدرآباد انتظاميا جي لاپرواهي سبب (ڏسو صفحو 4 نمبر 38)

بقايا 38 : منشيات جي الزام ۾ جهليل ڪچو قيدي محمد بخش گل خان سخت بيماري سبب تڙپي تڙپي فوت ٿي ويو. فوتي ڪنري جو رهواسي هو جنهن بابت ٻڌايو وڃي ٿو ته جيل ۾ هيروئن پڻ واپرائيندو هو. ڪيتري وقت کان بيماري ۾ مبتلا هو، پر جيل انتظاميا پاران مٿس توجهه نه ڏنو ويو جنهن ڪري جيل جي اسپتال ۾ ئي فوت ٿي ويو. 456

The MIRROR

# HRCP finds evidence of torture on prisoners

HYDERABAD: The fact finding team of Human Rights Commission of Pakistan Hyderabad Task Force has found evidences of inhuman treatment and torture of prisoners in Central Jail Hyderabad during their visit on Tuesday.

The team led by HRCP Sindh core group coordinator Akhtar Baloch and included journalists from various English, Urdu and Sindhi newspapers felt that Deputy Superintendent of Jail Ejaz Haider was a symbol of terror and fright. His attitude was observed aggressive during his conversation with the HRCP team and it was felt by his approach that he feels torture is the solution of all problems.

The team has opined that posting of such officers could lead to [redacted] big rebellion and has recommended to government to review and reform the high jail officers. Team felt that though Jail Superintendent Altaf Awan was trying to improve the atmosphere of jail but in presence of deputy superintendent it could not improve for long term.

The team found that the eyebrows, moustaches and heads of some prisoners were shaven and when Deputy Superintendent Ejaz Haider was asked he admitted of shaving the prisoners saying that it had been done due to concentration of lice.

The prisoners, who had been coming out to courts for hearing of cases had said that inmates belonging [redacted] political parties [redacted] especially made target of torture but when the team wanted [redacted] confirm this from them during the team's visit [redacted] the jail, the team felt that they were frightened to speak anything against jail authorities. However on anonimity some of them told that jail officers were demanding amount [redacted] building material including cement, hill sand and steel for development works in jail and on refusal they had to suffer privations.

Common prisoners told that deputy superintendent demands extortion in name of development funds from prisoners through his front man Juma Khan.

By Our Correspondent

ABC Certified

Simultaneously appearing from Karachi & Sukkur

A Great Provision of Truth & Latest Information

DAILY TAMEER-E-SINDH

روزاني تعمير سنڌ

سکر: خميس 31 جنوري 2002ع بمطابق 16 ذوالقعد 1422ھ سال ناٿون شمارو 100، صفحا 6، ملهه ؛ روپيا

ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ اعجاز حيدر تشدد پسند ماڻهو آهي، سياسي توڙي عام قيدي هيسيل رهن ٿا

# حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ قيدين جا پرون ۽ وار ڪوڙڻ سميت تشدد معمول آهي: [illegible]

ٽيم جي دوري دوران قيدي ڊنل هجڻ سبب نالا ٻڌائڻ توڙي ڳالهائڻ کان به لنوائڻ لڳا. سياسي ڪيسن ۾ واڌو عتاب جو شڪار

سنڌي عمر جي قيدي سڌارو ته اڪي ڪين وڌي [illegible]

اڳين انتظاميه وقت جيل ۾ سياسي قيدين جي ڌاڪ هئي، منشيات توڙي ڌوهن جا فيصلا ڪيندا هئا. ٻيرڪون ۾ لهرن

[illegible] خطرناڪ قيدي سين جيلن ۾ موڪلڻ سان ماحول [illegible] جو اظهار

حيدرآباد (رپورٽر) تازو سينٽرل جيل حيدرآباد جو دورو ڪندڙ انساني حقن واري ڪميشن جي ٽيم طرفان جوڙيل رپورٽ ۾ چيو ويو آهي ته جيلن ۾ قيدين تي تشدد ڪي مسئلن جو حل سمجهندڙ آفيسر ڪنهن وڏي بغاوت جو سبب بڻجي سگهن ٿا. رپورٽ موجب حيدرآباد جي مختلف عدالتن ۾ ڪيسن جي شنوائي تي اينڊڙ اڪثر قيدين جو چوڻ آهي ته سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ مختلف سياسي پارٽين سان واسطو /ڏسو صفحو-6 نمبر-14

18 اڪثر قيدين تي جسماني ۽ ذهني تشدد ڪيو ويو آهي. البته عام قيدي تشدد کان محفوظ آهن. ٽيم کي قيدي هيسيل نظر آيا ۽ ٽيم سان ڳالهائيندي هنن جو اهو به چوڻ هو ته سندن نالا رپورٽ ۾ نه شامل ڪيا وڃن. ڪجهه قيدين جي چوڻ موجب قيدين ۾ به جيل عملي جا مخبر شامل آهن جيڪي شنوائين تان واپسيءَ کانپوءِ جيل عملدارن کي سموري صورتحال کان آگاهه ڪن ٿا ۽ ان کانپوءِ جيل عملدارن خلاف ڳالهائيندڙ قيدين جو جيل ۾ جيئڻ جنجال بڻجي وڃي ٿو. قيدين جو موقف هو ته سينٽرل جيل جو ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ اعجاز حيدر هڪ اذيت پسند شخص آهي. ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ طرفان قيدين جا وار، پرون ۽ مڇون ڪوڙائڻ جي شڪايت به عام هئي ۽ معلوم ڪرڻ تي هن اقرار ڪيو ته قيدين جي وارن ۾ جيئڻ پئجي وڃڻ ڪري اها ڪارروائي ڪئي وئي. ٽيم کي مختلف سياسي پارٽين سان لاڳاپيل ۽ سنگين ڪيسن جا قيدي بند وارڊ ۾ ڊنل ۽ هيسيل نظر آيا ۽ اهي ٽيم سان ڳالهائڻ لاءِ تيار نه هئا. جيل جي عام قيدين جو چوڻ هو ته موجوده جيل انتظاميه کان اڳ جيل تي سياسي قيدي سڌرائيندڙ مختلف قيدين جي اجاره داري هئي ۽ هنن جا پنهنجا اصول ۽ ضابطا هئا. منشيات ۽ شراب جي استعمال تي به ڪا پابندي نه هئي. پيا وارڊ جي هڪ ننڍي قيدي ٻڌايو ته موجوده جيل انتظاميه جي اچڻ کان اڳ ننڍين قيدين جي وڏن قيدين جي ٻيرڪن ۾ منتقلي عام ڳالهه هئي پر هاڻي اهڙن ڪرڻ ٿو ٿئي. جيل سپرنٽينڊنٽ ملڪ الطاف اعوان ٻڌايو ته جيل ۾ گهڻو جو جائزو وٺڻ کانپوءِ ڏيڍ سئو قيدين کي منتقل ڪرڻ لاءِ آءِ جي سنڌ کي فهرست اماڻي وئي هئي پر سندس حڪم تي اهو تعداد گهٽائي 50 قيدين کي ٻين جيلن ڏانهن منتقل ڪيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ جيل جو ماحول بهتر ٿي ويو. سندس چوڻ مطابق سندس چارج وٺڻ کان اڳ سينٽرل جيل ڏهاري ماڻهن جي هاسٽل بڻيل هو. هن قيدين جي بيمارين ۽ موت بابت ڳالهائيندي ٻڌايو ته غير سزا يافته قيدين لاءِ صرف ۾ پنسا روز جي حساب سان رقم ملي ٿي. دوائون به نٿيون ملن ۽ قيدي مريض کي اسپتال پهچائڻ لاءِ ضلعي پوليس پاران حفاظتي گارڊ پڻ فراهم نٿا ڪيا وڃن. رپورٽ ۾ هيومن رائيٽس ڪميشن جي ٽيم جي ميمبرن جي ڳڏيل راءِ موجب مختلف سياسي پارٽين جي ڳالهين تي ٻيرڪون ناهن به جيل انتظاميه جي ڪري ممڪن ٿي سگهيون. قيدين کي جيل مينوئل مطابق ٿي سزا ملڻ گهرجي. رپورٽ موجب ٽيم جي ميمبرن ڊپٽي جيل سپرنٽينڊنٽ اعجاز حيدر جي رويي کي انتهائي محسوس ڪيو، انهن ميمبرن جي راءِ آهي ته جيل جي اعليٰ آفيسرن جي اصلاح لاءِ قدم کڻڻ کپن. 76

روزانه ڪاوش حيدرآباد

چيف ايڊيٽر: اسلم اڪبر قاضي
ايگزيڪيوٽو ايڊيٽر: محمد ايوب قاضي
پبلشر ۽ ايڊيٽر: محمد علي قاضي

www.kawish.com ڪاوش گروپ آف پبليڪيشنس پاران بي ٽو سول لائينز حيدرآباد
Email: kawish12@yahoo.com مان ڇپرائي پڌري ڪئي وئي. پرنٽر: اسلم اڪبر قاضي
C/o Post Box No.43 Hyderabad Ph: 780525-780026
Karachi Bureau Office Ph: 2633492-2633493

خميس 6 - ڊسمبر 2001ع بمطابق 20- رمضان المبارڪ 1422 ھ


بنا ٽڪيٽ سفر ڪري زندگي وڃائيندڙ

## حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ فوت ٿيل سيالڪوٽ واسي جو پوسٽ مارٽم نه ٿيو

### جاويد ڪشميري جا وارث اچڻ پوءِ پوسٽ مارٽم ڪنداسين: اي ايم ايس

### سيالڪوٽ جي ايس پي سان وارثن بابت رابطو ڪيو ويو آهي: سپرنٽينڊنٽ

حيدرآباد: سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ پراسرار نموني فوت ٿيل سيالڪوٽ جي رهواسي قيدي جاويد ولد محبوب ڪشميري جي وارثي نه ٿيڻ سبب ڪالهه شام تائين لاش حيدرآباد سول اسپتال جي مرده خاني ۾ پيل هو. ايڊيشنل پوليس سرجن غلام مصطفيٰ يوسفائي جي سربراهيءَ جوڙيل ڊاڪٽرن جي ٽيم ڪالهه شام تائين قيدي جي لاش جو پوسٽ مارٽم نه ڪيو هو. ته جيئن خبر پئجي سگهي ته قيدي ڪيئن فوت ٿيو آهي جيل سپرنٽينڊنٽ جي ليٽر تي لاش سول اسپتال ۾ امانت طور رکيو ويو آهي ڪالهه سول اسپتال جي اي ايم ايس ڊاڪٽر نيڪ محمد جتوئي ٻڌايو ته اسان سينٽرل جيل جي انتظاميه کي لکيو آهي ته قيدي جي وارثن کي گهرايو. جيئن اسان پوسٽ مارٽم ڪري لاش انهن حوالي ڪريون. جيئن ته آهي ڪا موت ڏيندا. اسان پوسٽ مارٽم ڪري ڇڏينداسين. لاش اسان وٽ امانت آهي. هوڏانهن هن سلسلي ۾ جڏهن سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ رابطو ڪيو ويو ته جيل سپرنٽينڊنٽ الطاف اعوان ٻڌايو ته اسان • سيالڪوٽ/صفحو 2 ڪالم

سيالڪوٽ/صفحو 2 ڪالم

**قيدي / وارثي نه ٿي**

جي ايس ايس پي کي ليٽر به لکيو آهي ۽ فون تي به اطلاع ڪيو آهي. انهن جي موٽ جو انتظار آهي قيدي دل ۾ تڪليف ٿيڻ سبب فوت ٿيو آهي. موت کان پوءِ جوڊيشل مئجسٽريٽ کي وٺي وڃي بيان به قلمبند ڪرايا. بعد ۾ لاش ڪڍايو هو. واضح رهي ته قيدي جاويد کي ريلوي ۾ بنا ٽڪٽ چڙهڻ تي گرفتار ڪري 15 ڏينهن جي سزا تي سينٽرل جيل حيدرآباد اماڻيو ويو هو. (اسٽاف رپورٽر)

روزاني

Daily
**Shaam**
Hyderabad.

# شام

ايڊيٽر: ناز سمتو

حيدرآباد

هي اخبار پبلشر ۽ پرنٽر محمد اڪرم، طارق پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپائي، آفيس سول لائينز حيدرآباد مان پڌري ڪئي.

اربع 10 جنوري 2001ع بمطابق 14 شوال المڪرم 1421 ھ


## سکر سينٽرل جيل جي فوت ٿي ويل قيدي جو لاش وارثن حوالي

### رات روهڙي اسپتال ۾ قيدي قطب الدين پيرزادي جي لاش جو پوسٽ مارٽم ٿيو

### اسپتال جي ايمبولينس ذريعي لاش پهچائي ۽ سندس وارثن حوالي ڪيو ويو

### اسان جي نوجوان جو موت جيل جي گيٽ وٽ ٿيل تشدد سبب ٿيو آهي: وارث

سکر(رپورٽر) سکر سينٽرل جيل جي گيٽ وٽ فوت ٿي ويل قيدي قطب الدين پيرزادو جو لاش وارثن حوالي ڪيو ويو. رات دير سان روهڙي تعلقي اسپتال ۾ ڊاڪٽرعبدالستار لاش /ڏسو صفحو-3 نمبر-30

بقايا 30

جو پوسٽ مارٽم ڪيو.

جنهن ڪانپو. رات دير سان روهڙي تعلقي اسپتال جي ايمبولينس تي قيدي جو لاش لاڙڪاڻي جي بلهڙيجي شهر ڏانهن اماڻيو ويو. ياد رهي ته ان قيدي جو لاش ڪالهه سول اسپتال سکر نيو ويو هو. پر اتي هن جو پوسٽ مارٽم نه ٿي سگهڻ جي ڪري پوء واپس جيل آندو ويو. جتان وري تعلقي اسپتال روهڙي نيو ويو. فوت ٿي ويل قيدي سکر سينٽرل جيل ۾ قيد ٿيل هو

پر سينٽرل جيل جي سرچ آپريشن وقت ڪيس پين قيدين سان گڏ جيڪب آباد جيل اماڻيو ويو ۽ هاڻي وري ڪيس جيڪب آباد مان ٻين 9 قيدين سميت سکر سينٽرل جيل آندو ويو ته گيٽ وٽ فوت ٿي ويو. ان ڏس ۾ فوتي قيديء جي وارثن جو چوڻ آهي ته قيديء گيٽ وٽ ٿيل تشدد سبب فوت ٿيو آهي.

ايڊيٽر
قاضي شاهہ محمد

لکپوم لاء: بيورو آفيس حيدرآباد ميز نائن فلور عادل اپارٽمينٽ مين روڊ قاسم آباد حيدرآباد

A Great Provision of Truth & Latest Information

TAMEER-E SINDH

تعمير سنڌ

ABC

ڇنڇر 8 ڊسمبر 2001ع

E-mail:
tsindh1@hotmail.com

ڪراچي: فون: 1-2637580 فيڪس: 2637578

حيدرآباد: فون: 654926 فيڪس: 650185

سکر: فون / فيڪس: 612723 لاڙڪاڻو: فون: 45722

ميرپورخاص: فون / فيڪس: 62003


# حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ 3 ڏينهن اندر ٽيون قيدي فوت

## جيل ۾ آپريشن بعد قيدين جي لاڳيتي مرڻ تي خراس پکڙيل، انتظاميہ فوتي کي بيمار چاڻايو

حيدرآباد (رپورٽر) سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ 3 ڏينهن اندر هڪ وڌيڪ قيدي محمد شفيق فوت ٿي ويو. جيل انتظاميہ موجب محمد شفيق ڪترن ڏينهن کان بيمار هو /ڏسو صفحو-6 نمبر-13

بقايا 13 ياد رهي تہ 4 ڊسمبر تي سينٽرل جيل ۾ جاويد ڪشميري پر اسرار نموني فوت ٿي ويو هو. 3 ڏينهن اندر ٻن قيدين جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ جيل اندر قيدين ۾ سخت خوف خراس ڇانئجي ويو آهي. 71

DAILY TAMEER-E-SINDH
تعمير سنڌ
A Great Provision of Truth & Latest Information

آچر 28 جنوري 2001ع

E-mail:
tsindh@hyd.paknet.com.pk

ڪراچي، فون: 1-2637580 فيڪس: 2637578
حيدرآباد فون: 654924 فيڪس: [illegible]
سکر فون، فيڪس: 22514 لاڙڪاڻو فون: 457221
ميرپورخاص فون، فيڪس: 62003

# ميرپورخاص اسپتال ۾ پراسرار نموني قيدي فوت، مظاهرو

## پوليس منشيات واپرائيندڙ 13 کي گرفتار ڪيو جن مان ڪلو مڪراڻي کي اسپتال داخل ڪيو ويو

## بلوچ برادري جا ماڻهو مرده خاني جا در ٽوڙي بغير پوسٽ مارٽم جي لاش کڻي ويا

ميرپورخاص (بيورو رپورٽ) ميرپورخاص سول اسپتال ۾ داخل قيدي پراسرار نموني فوت، وارثن جو مظاهرو، انتظاميا خلاف نعريبازي. تفصيل موجب ايس ايس پي ميرپورخاص ڊاڪٽر امير شيخ ڪجهه ڏينهن اڳ پوليس پارٽي ساڻ ڪري شهر جي منشيات جي گڙهه والڪرٽ علائقي ۾ (ڏسو صفحو -4 نمبر -30)

صفحي 30 تي ڇاپو هڻي منشيات فروش ۽ منشيات واپرائيندڙ 13 ڄڻن کي گرفتار ڪري لاڪ اپ ڪري ڇڏيو. جن مان هڪ قيدي الله بخش عرف ڪلو مڪراڻي کي بيماري سبب سول اسپتال جي ميڊيڪل وارڊ ۾ داخل ڪيو ويو، جتي هو ڪنٽرول هڪ هفتي کان وڌيڪ ڏينهن داخل هو ۽ پراسرار نموني فوت ٿي ويو. جنهن کي مردا خاني ۾ رکيو ويو. 13 ڪلاڪ لاش رکڻ باوجود ڪنهن سار نه لڌي. بعد ۾ بلوچ برادري جي عورتن اسپتال آڏو مظاهرو ڪندي مردا خاني جو تالو ٽوڙي پوليس ۽ انتظاميا لاش بغير پوسٽ مارٽم جي وارثن حوالي ڪري ڇڏيو. مظاهرين جو چوڻ هو ته سول اسپتال جي نااهلي سبب همراهه فوت ٿي ويو آهي. 1023

اعلان

ماتلي ... 29 ...

روزاني

Daily
Shaam
Hyderabad

شام
حيدرآباد

Phone: 29702-3 Fax No: 784632

جلد(02) خميس 26 آڪٽوبر 2000ع بمطابق 27 رجب المرجب 1421ھ (شمارو 57) قيمت 4 رپيا

## اڄ صبح حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ سرچ آپريشن دوران زخمي ٿيل قيدي فوت

حيدرآباد (رپورٽر) اڄ صبح سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ 26 سيپٽمبر تي آپريشن /ڏسو صفحو-4 نمبر-33

بقايا 33

دوران تشدد ۾ زخمي ٿيل قيدي گل محمد شاھ سول اسپتال ۾ زخمن جا سور نه سهي فوت ٿي ويو.6

باقاعدہ تصدیق شدہ اشاعت ABC CERTIFIED سندھ کا دوسرا بڑا اخبار

مدیر: محمد عاقل

Daily JURA'AT

روزنامہ جرأت کراچی

جلد 5 | منگل 10 شعبان المعظم 1421ھ، 7 نومبر 2000ء | شمارہ 340

# 10 بدعنوان افسر بحال سندھ کی جیلوں میں بغاوت کا خطرہ

کراچی (رپورٹ ☆ مظفر عسکری) سندھ کی جیلوں میں بدعنوان اور کرپٹ افسران کو دوبارہ تعینات کردیا گیا

باقی صفحہ نمبر 5 بقیہ نمبر 26

بقیہ نمبر 26 جرأت

بغاوت کا خطرہ؛ اس سلسلہ میں باخبر ذرائع سے معلوم ہوا ہے کہ سابق دور حکومت میں بااثر قیدیوں سے بھاری رشوت وصول کرکے ان کو غیر قانونی مراعات دینے کا الزام ثابت ہونے پر معطل ہونے والے سندھ کی جیلوں کے 10 سے زائد افسران جن میں 3 جیل سپرنٹنڈنٹ بھی شامل ہیں اپنے خلاف ہونے والی انکوائری کو اثرورسوخ استعمال کرتے ہوئے رکوانے کے بعد ہوم ڈیپارٹمنٹ میں موجود کئی افسران سے ملی بھگت کرکے ان سے اپنی بے گناہی کا سرٹیفکیٹ حاصل کرلیا جس پر آئی جی جیل خانہ جات سندھ نے مذکورہ جیل افسران کو کراچی سمیت سندھ کی جیلوں میں تعینات کردیا ہے۔ ذرائع نے مزید بتایا کہ بدعنوان افسران نے جیل میں موجود بااثر افراد کو مراعات کے عوض توڑ جوڑ شروع کردیئے ہیں جبکہ اس کے برعکس غریب اور بے سہارا قیدیوں کی ملاقات پر پابندی عائد کرکے ان قیدیوں کے احتجاج کرنے پر ان کو تشدد کا نشانہ بنا کر بند وارڈ کیا جارہا ہے جس کی وجہ سے قیدیوں میں شدید اشتعال پایا جارہا ہے اور بغاوت ہونے کا امکان ہے۔ واضح رہے کہ اس سے پہلے بدعنوانی کے الزام میں معطل ہونے والے جیلر امان اللہ خان نیازی اور لیاقت پیرزادہ کو بھی ملازمت پر بحال کرکے نارا جیل اور سینٹرل جیل حیدرآباد میں تعینات کیا جاچکا ہے۔

باقاعدہ تصدیق شدہ ABC CERTIFIED سندھ کا مقبول ترین اخبار

ایڈیٹر مختار عاقل

Daily JURA'AT

روزنامہ جرأت کراچی

جلد 7 جمعۃ المبارک 28 رمضان المبارک 1422ھ 14 دسمبر 2001ء قیمت 5 روپے شمارہ 4

# سینٹرل جیل انتظامیہ کے خلاف

## امان اللہ سومرو نے 2 آئینی درخواستیں داخل کردیں

### کیہر انصاری کو تشدد کا نشانہ بنایا جارہا ہے، جاوید کشمیری اور شان کی موت کی تحقیقات کی استدعا

حیدر آباد (بیورو رپورٹ) سینٹرل جیل انتظامیہ کے خلاف قیدی بچاؤ فورم کے امان اللہ سومرو نے 2 آئینی درخواستیں داخل کردی ہیں تفصیلات کے مطابق سندھ ہائی کورٹ حیدر آباد سرکٹ میں قیدی بچاؤ فورم

باقی صفحہ نمبر 15

بقیہ نمبر 15

بقیہ نمبر 15

کے آرگنائزر امان اللہ سومرو ایڈووکیٹ نے سپرنٹنڈنٹ سینٹرل جیل حیدر آباد ڈپٹی سپرنٹنڈنٹ کو فریق بناتے ہوئے آئینی درخواست داخل کی ہے جس میں موقف اختیار کیا گیا ہے کہ جساف کے صدر کیہر انصاری کو نارا جیل سے سینٹرل جیل منتقل کئے جانے کے بعد سینٹرل جیل میں تشدد کا نشانہ بنایا جارہا ہے جہاں کیہر انصاری کی جان کو خطرہ ہے درخواست میں عدالت سے کیہر انصاری کو عدالت میں طلب کرکے بیان قلمبند کرانے، طبی معائنہ کرانے اور علاج معالجے کی سہولت فراہم کئے جانے کی استدعا کی گئی ہے عدالت عالیہ میں ہی امان اللہ سومرو ایڈووکیٹ نے حکومت سندھ کی معرفت ہوم سیکریٹری سندھ کراچی، سپرنٹنڈنٹ سینٹرل جیل حیدر آباد ڈپٹی سپرنٹنڈنٹ سینٹرل جیل حیدر آباد اور آئی جی جیل خانہ جات کو فریق بناتے ہوئے سینٹرل جیل میں گزشتہ دنوں جاں حق ہونے والے جاوید کشمیری اور شان کی موت سے متعلق تحقیقات کرانے اور ملوث اہلکاروں کے خلاف مقدمہ درج کئے جانے کی استدعا کی ہے۔

THE SECOND LARGEST DAILY ABC CERTIFIED

ایڈیٹر مختار عاقل

روزنامہ جراٴت

Daily JURA'AT کراچی

جلد 7 | جمعرات 16 ذیقعد 1422ھ، 31 جنوری 2002 | قیمت 5 روپے | شمارہ 49

# سینٹرل جیل حیدرآباد کے جیلر نے قیدیوں پر انسانیت سوز تشدد کا اعتراف کر لیا

## [illegible] کرنے پر خود کو سیاسی قیدی کہلوانے والے شخص نے ایک قیدی کے انگوٹھوں کے ناخن اکھاڑ دیے، چندہ مہم جاری، بغاوت کا خطرہ

## قیدیوں [illegible] کرنے کیلئے قیدیوں کی بھنویں مونچھیں اور سر کے بال کاٹے، اعجاز حیدر کا موقف

## میری آمد سے قبل جیل میں [illegible] اغوا برائے تاوان کے معاملات طے کیے جاتے تھے، جیل سپرنٹنڈنٹ ملک الطاف اعوان

## چندہ لینا جائز نہیں، صحافیوں، غیر سرکاری تنظیموں، وکیلوں و دیگر حضرات پر مشتمل ٹیم تشکیل دی جائے، جیل کے دورے کے بعد کمیشن ٹیم کی تجویز

حیدرآباد (بیورو رپورٹ) انسانی حقوق کمیشن برائے پاکستان کی ٹیم نے سینٹرل جیل حیدرآباد میں قیدیوں پر انسانیت سوز تشدد کی شکایات پر صحافیوں کے ہمراہ جیل کا دورہ کیا۔ جیل کے دورہ کے بعد ایچ آر سی پی کے وائس چیئرمین علی حسن کی جانب سے

بقیہ صفحہ نمبر 6 بقیہ نمبر 17

## قیدی فیصل آفریدی پر سول اسپتال میں قاتلانہ حملہ

حیدرآباد (بیورو رپورٹ) سینٹرل جیل حیدرآباد کے ڈپٹی سپرنٹنڈنٹ کے مبینہ قاتلانہ حملے سے زخمی ہونے کے بعد سول ہسپتال منتقل کیے گئے قیدی فیصل آفریدی پر نامعلوم افراد نے سول اسپتال کے وارڈ میں دوبارہ حملہ کر کے زدوکوب کر کے اغوا کرنے کی کوشش کی

بقیہ نمبر 17 جراٴت

جاری کیے جانے والے پریس بیان میں کہا گیا ہے کہ قیدیوں نے اقرار کیا کہ جیل میں سیاسی قیدیوں پر جسمانی اور ذہنی تشدد کیا جاتا ہے اور جیل میں ترقیاتی کاموں کی مد میں قیدیوں سے سیمنٹ، بجری، لوہا اور اس قسم کی دوسری چیزوں کا مطالبہ کیا جاتا ہے اور انکار پر قیدیوں کو سختیاں برداشت کرنی پڑتی ہیں جبکہ قیدیوں میں جیل اسٹاف کے مخبر بھی شامل ہیں۔ قیدیوں نے کمیشن کو بتایا کہ ڈپٹی سپرنٹنڈنٹ اذیت پسند انسان ہے۔ جب ڈپٹی سپرنٹنڈنٹ جیلر اعجاز حیدر سے رابطہ کیا گیا تو انہوں نے فخریہ اس بات کا اعتراف کیا کہ قیدیوں کی اصلاح کے لئے مار پیٹ ضروری سمجھتے ہیں اور انہوں نے قیدیوں کی بھنویں مونچھیں اور سر کے بال اس لئے کاٹ دیے تھے کیونکہ ان میں جوئیں پڑ گئی تھیں۔ اعجاز حیدر اپنے کارندے جمعہ خان کے ذریعے چندہ طلب کرتا ہے۔ ایک قیدی جس کے انگوٹھوں کے ناخن اکھڑے ہوئے تھے نے ٹیم کو بتایا کہ خود کو سیاسی قیدی کہلوانے والے ایک شخص نے کم سن قیدی فراہم نہ کرنے کی وجہ سے اس کے یہ ناخن اکھیڑ دیے تھے۔ جیل سپرنٹنڈنٹ ملک الطاف اعوان نے ٹیم کو بتایا کہ وہ رشوت کے حصول کے لئے کسی پر تشدد نہیں کرتے ان کی آمد سے قبل جیل جرائم پیشہ افراد کا ہاسٹل بنا ہوا تھا۔ جہاں موبائل فونز کے ذریعے اغوا برائے تاوان کے معاملات نمٹائے جاتے تھے منشیات شراب کم سن قیدیوں سے جنسی زیادتیاں ایک عام بات تھی اور سیاسی قیدی مراعات حاصل کرتے تھے۔ قیدیوں کی بیماریوں اور ہلاکتوں کے حوالے سے انہوں نے بتایا کہ غیر سزا یافتہ قیدیوں کے لئے 9 پیسے روز ملتا ہے۔ دوائیں نہیں ملتی ہیں مریض کو اسپتال لے جانا ہو تو ضلعی پولیس حفاظتی گارڈ فراہم نہیں کرتی۔ کمیشن نے تجویز پیش کی کہ جیل میں چندہ لینا جائز نہیں ہے۔ تشدد قانونی جواز نہیں ہے۔ ڈپٹی جیل سپرنٹنڈنٹ خوف و دہشت کی علامت بنا ہوا ہے۔ جو جیل میں بغاوت کا سبب بن سکتا ہے۔ اور طویل المعیاد منصوبہ ثابت نہیں ہوگا۔ ٹیم نے نمائندوں، غیر حضرات، صحافیوں، غیر سرکاری تنظیموں اور وکیلوں پر مشتمل کمیٹی بنائی جائے جو جیل کا وقتاً فوقتاً جیل کا دورہ کرے۔

# ٺاڻن ۾ صوبيدارن جي بدران پنجاب جي جاسوس ڪتن کي وهاريو وڃي

سنڌ واسيو!

هي خبر اوهان جي لاءِ وڏي غور ۽ فڪر جي هوندي جو تازو اخبار ۾ هڪ خبر ڇپي آهي تہ ڪنڊياري تعلقي ۾ پوليس جي ٺاڻن ۾ وينل صوبيدارن جي بدران پنجاب جا ڪتا چورن ۽ بدمعاشن ۽ ڌاڙيلن جي ڳولها ڪري انهن جي گهرن ۾ ڪٽن تي ائين ٿا وڃي ويهن ڄڻ گهر جا مالڪ هجن وري مٿان اها خبر بہ وضاحت ٿي ڪري تہ اهي ڪتا جن گهر ۾ ويا آهن اهي سفيد پوش معتبر سڏجندڙ ماڻهون آهن ساڪ تي قسم ٿا کڻن پر پوليس هنن جي قسم کي نہ ٿي مڃي جيڪو مسئلو وڏو فلسفو آهي. جنهن فلسفي جا تانا ۽ بانا هندو ميٿالاجي مان ان صورت ۾ ملي ٿو تہ جيڪي ماڻهون جهڙو ڪم ڪندا مرڻ کان پوءِ ان جي جوڻ ۾ ٿي ايندو يعني ڪو باندر ڪو ٻلو تہ وري ڪو ڪتو ٿيندو. اهڙو ئي هڪ قصہ مون محمد عثمان ڏيپلائي مرحوم جي هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو هيو تہ ڪنهن هندو مذهب جي مڃڻ واري کي ڪنهن ساڌو سنت چيو تہ هن جي سرڳواسي پتا جو جوڻ هن ڪتي ۾ آهي پوءِ ان ڪتي جي جيڪا سواگت ٿي اڄڪلهہ اها ساڳي سواگت ٺاڻن تي آيل ڪتن جي ٿي رهي آهي جيڪي ڏوهارين کي ڳولهي رهيا آهن.

سنڌ دنيا جو واحد بدنصيب علائقو آهي جتي ڏوهہ ايترا تہ وڌي ويا آهن هاڻي پوليس جي ٺاڻن تي وٺل صوبيدار اهي ڏوهاري ۽ چوريون نہ ٿا ڳولهي سگهن ۽ نہ ئي وري چورن کي ٿا سڃاڻين ڳالهہ اها آهي جو

مون جيڪا جڻ پوليس سان تيندي ڏٺي آهي ۽ ماڻهن جي واتان ٻڌي آهي تہ ڏوهن ۾ پوليس پاڻ ملوث آهي تہ پوءِ اوهان ٻڌايو تہ ڏوهہ ۽ ڏوهاري ڪيئن ملندو اهڙي ئي هڪ ڳالهہ ضلع پوليس جي هڪ آفيسر منشيات جي وڪري جي دانهن ڪندڙ ڪان پڇيو تہ منشيات ڪير ٿو وڪڻي تہ وري دانهن ڪندڙ چيو تہ هو ٻڌائي تہ منشيات ڪير وڪڻندو آهي مقصد اهو آهي تہ پوليس کي منشيات ڪان ويندي فحاشي جي اڏن تائين هر ڳالهہ جي خبر آهي پر هو پاڻ ان ڪري ڪو نہ ٿا ٻڌائين جو ان ۾ پوليس جو حصہ پتي آهي. هڪ پٽيوالي جو پٽ جيڪو هن وقت ميرپورخاص پوليس جو جمعدار آهي يارنهن لکن جي ڪار جو مالڪ آهي هن اهي پئسا محنت مزدوري ڪري ڪو نہ ڪمايا هوندا ضرور هن اهي ڪم ڪيا هوندا جيڪي ڏوهاري وحشي ۽ ظالم ماڻهو ڪندا اهن لازمي ڳالهہ آهي تہ اهڙا وحشي همراهہ ٻين ضلعن ۾ بہ ضرور هوندا ڇو جو ميرپورخاص ضلع جو پوليس آفيسر ۽ سي آئي اي جو جمعدار ڪي هڪڙا ڪو نہ آهن اهڙا گندا ۽ مڪروه ماڻهون سڄي سنڌ جي پوليس ۾ هوندا پوءِ هاڻي ڪٿن جو ڪم کهڙو هوندو آهي اهو هوندو آهي تہ هڪ ٻئي سان وڙهڻ. ٻئي جو مال زوري کائڻ ۽ وقت پوڻ تي انسان جو ماس پٽڻ ۽ اهو ئي ڪم اڄڪلهہ جي پوليس جا آفيسر ۽ سپاهي ڪري رهيا آهن ۽ مان دعوئ سان ٿو چوان تہ سنڌ ۾ هن وقت هڪ بہ سپاهي يا آفيسر خصوصاً اهي جيڪي وڏن عهدن تي آهن يا ٿاڻن تي متعين آهن سنئون سڌو ظلم ڪري ٿاڻن جا صوبيدار ڏوهاري. منشيات ۽ فحاشي جي ٺيڪيدارن ڪان مقرر رقم بطور رشوت ٿا وٺن تہ وري ڪي آفيسر ان ڪم جي بدران پنهنجو ڪوڙو ڀرم قائم رکڻ جي لاءِ پوليس جي ڀلائي لاءِ تي آيل سرڪاري رقمون

ٽرانسپورٽ ۽ تعميراتي ڪمن ۾ گهوڙيون هئنديون آهن جنهن ۾ پيٽرول به شامل آهي جيڪو هو پنهنجن ۽ پنهنجن مائٽن جي گاڏين ۾ پوليس پيٽرول پمپن تان پرائيندا آهن اها حرڪت پوليس جا آفيسر نه صرف ميرپورخاص ۾ ڪن ٿا پر لازمي آهي ته هڪ ايماندار سڏائيندڙ پوليس آفيسر اهڙي حرڪت ڪري ته پوءِ اها حرڪت بيا پوليس آفيسر به ضرور ڪندا هوندا ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ڪي سپاهي عوام جا همدرد ۽ خير خواهه هوندا آهن جو مالڪ سان وفاداري ڪرڻ جو اهو هڪڙو ڳڻ ڪتي ۾ به هوندو آهي لهذا هاڻي تاتن تي ڪتن ڪاڻ ڏوهن ۽ ڏوهارين کي ڳولهڻ واڙي ڪم کي ڏسي لڳي ٿو ته هاڻي محڪمه پوليس تي سڪرات طاري آهي ۽ اڃهو ٿو اهو محڪمو پنهنجن آخري پساهن تي پهچي جو هر شئي فنا آهي ۽ پوليس ۾ ڪم ڪندڙ سپاهين ۽ آفيسرن کي به آخر فنا ٿيڻو آهي ۽ هي جهان ڇڏڻو آهي پوءِ ڇا ٿيندو جي اها پوءِ جي ڳالهه هجي ها ته مان هي مضمون ڪو نه لکان ها پر جيئن مان هڪ منڪر آهيان ۽ وقت جي حالتن تي ليک لکندو آهيان اهي ليک منهنجي لاءِ خطري جي گهنٽي ٿي ويا آهن ۽ جان جي خطري جا گهنڊ وڃي رهيا آهن جو مان ڪتن جي گهيري ۾ آهيان ڇو جو مان پوليس جي رڪارڊ ۾ روپوش ۽ ڏوهاري آهيان اڃهر ٿا ان جا جاسوسي ڪتا منهنجي ڳولها ڪن ۽ جي مان ڪتن جي ذريعي هنن کي هٿ اچي ويس ته پوءِ ڇا ٿيندو پوءِ اهو ئي ٿيندو جيڪو ٿيندو آيو آهي.

بهرحال سنڌ جا ماڻهون هن وقت جيڏي خطري ۾ آهن اڳ ڪڏهن به ڪو نه هيا جو جڏهن مان ضلع نوشهروفيروز جي هڪ ڳوٺ ۾ هڪ وطاق ۾ ماڻهن سان ڪچهري ڪر رهيو هوس ته اتي مون کي منهنجي

ميزبان عزت ماب علي خان سيال ٻڌايو تہ هو ۽ ٻيا واپاري هڪ هوٽل ۾ انگريزي فلم ڏسي رهيا هئا تہ اوچتو فوج جا سپاهي جيڪي مسلح هيا هنن کي هوٽل ۾ اچي گهيرو ڪيائون ۽ کين چيائون تہ هي انگريزي فلم ڇڏي هلو هو انهن کي انڊين فلم ڏيکاريندا. مان اوهان کي ٻڌائيندس تہ اها ڪهڙي انڊين فلم هئي فوجين هنن سيني کي قطار ۾ بيهاري هلڻ جو حڪم ڏنو ۽ هنن سيني شهرين کي هڪ ڪاٺ جي ڪارخاني ۾ وٺي ويا جتي فوجين هنن کي چيو تہ هاڻي انڊين فلم اها آهي تہ هو سنڌ جي واهن تان جيڪي شيشم (ٽالهي) سرنهن ۽ نم جا وڻ چوري ڪٽي ٽرڪن ۾ ڪٽي آيا آهن هو بند انهن ٽرڪن مان لاهين ۽ فوجين اهو بہ چيو تہ اهو ڪاٺ هنن کي ٿي لاهڻو آهي پوءِ ڇاهي پنجن منٽن ۾ لاهين يا سڄي رات ۾ لاهين اها ڳالهہ ٻڌي منهنجي ميزبان ڪچهري ۾ ٻڌايو تہ اها ڳالهہ ٻڌي ۽ بند ڪٽڻ جي ڪري هنن جو پگهر مٿي کان وهي وڃي ڪڙين ۾ پيو ۽ سياري جي رات ۾ ائين پئي لڳو ڄڻ هو دوزخ ۾ آهن بهرحال هنن ٻڌايو تہ ڊپ ۽ خوف کان شريف شهرين ٽرڪن تان اهي بند لاهي جان ڇڏائي تہ وري هنن ٻڌايو تہ اهي چوري ڪري ڪٽيل وڻ فوجين آرا مشين ۾ مفت چيرايا ۽ وري آرا مشين وارن مفت ۾ چيريا ۽ آرا مشين وارن بنا پئسي جي اهڙي تہ چيرائي ڪئي جو هنن جا چوڏا ئي لاهي ڇڏيا هي چوري هئي يا ڏاڙو هاڻي ڪٽي آهي پوليس ۽ ان جا ڪتا انهن وڻن جن جي پاڇي ۾ ويهي سنڌي ماڻهو ساهہ پٽيندا هئا. اس ۾ پيا سڙن اهو ڏاڙو ۽ چوري ڪير ورائيندو هي پوليس جا صوبيدار تہ مڪمل طرح ناڪام ٿي چڪا آهن جي اهي ناڪام نہ ٿين ها تہ پوءِ ٽائي جي ڪرسين تي ڪتا چو آٿي ويهارين ها جيڪي ناشتي ۾ کير ۽ ڊبل روٽيون ٿا کائين ۽ منجهند ۽

رات جو گوشت بہ هاڻي عوام تي بيٺي چٽي پئجي ويئي آهي. اڳي تہ لچ
لوفر پوليس جي صوبيدار کي رشوت ڏئي ڪم تيائي ويندا هئا پر هاڻي
شريف ۽ اشراف ماڻهن کي پوليس جي ڪتن کان جان بچائڻ جي لاءِ رقم
ڏيڻي پوندي ڇو جو ڪتي جي کهڙي خبر تہ کهڙي ڏونڊ تي ڪنهن جي
گهر ۾ گهڙي وڃي جهڙي طرح ڪتا ماڻهن تي ڀوڪندا آهن اهڙي طرح
ٺاڻن ۾ صوبيدار غريبن تي ڀوڪندا آهن ڪم ٻنهي جو ساڳيو آهي هاڻي
اڃون تا اصل مسئلي تي هاڻي پوليس ۽ ڪتن جي ان اتحاد جا کهڙا
نتيجا نڪرندا ان جي سيڻي کي خبر آهي جو جڏهن مان ضلع نوشهروفيروز
مان ضلع خيرپور ۾ آيس تہ خبر پئي تہ هتان جي پوليس جي آفيسر ٺاڻن
تي ڪتن اچڻ کان اڳ ئي شريف ماڻهن سان اهو اتحاد ڪيو هو تہ هاڻي
ٺاڻن تي ڪتن ۽ سوئرن جي پالينڊڙ وڏيرن کي ٺاڻن تي اچڻ ڪو نہ ڏنو
ويندو ان اتحاد جي ڪري ٻيو ٿئي نہ ٿئي گهٽ ۾ گهٽ ضلع خيرپور
ميرس جي ٺاڻن تي ڏوهن کي ڳولهڻ لاءِ ڪتا ڪو نہ آندا ويندا مگر
پوليس ۽ شريف شهرين جو اهو اتحاد ان وقت ناڪام ٿي ويو. جڏهن
سيناريجا اسٽيشن جي پرسان هڪ همراهہ کان 35000 روپيہ ۽ هڪ
سائيڪل ڦورو ڦر ڪري ويا پوليس اها ڦر ڪيل رقم واپس نہ ڪرائي
سگهي نہ ئي ڦورو گرفتار ڪري سگهي مجبورن پوليس کي پنهنجي
حمايتي جاسوسي ڪتن کي گهرائڻو پيو اهڙي طرح هاڻي پوليس ۽
جاسوسي ڪتن جو اتحاد ان ڪري اٽر ٿي ويو آهي سنڌ جا تمام پوليس
61 فيسر هاڻي ڏوهارين ۽ ڌاڙيلن کي پڪڙڻ جي بدران شريف ۽ ايماندار
ماڻهن کي پڪڙڻ جي پويان آهن جنهن جو مان هڪ چٽو مثال آهيان باقي
ڏهن مان نوشهروفيروز جي حدن ۾ پهتس تہ تاريخ 2002-02-22 تي

ماڻهن ٻڌايو تہ هينئر هينئر هڪ ماڻهون ڪان موٽر سائيڪل ڦر تي آهي نہ وري ٻي ماڻهون ٻڌايو تہ نوشهروفيروز ضلع جي هڪ ڳوٺ جي صوبيدار پنهنجي حد ۾ منشيات جي وڪري تي سخت پابندي هڻي ڇڏي آهي يعني ان شهر ڪان ٿورو پري ان تاڻي جي ٿي حد ۾ صرف پندرنهن منٽن جي پنڌ تي منشيات عام جام ٿي ملي جو مون پڻ اتي ڀنگ پيتي جڏهن تہ خيرپور ميرس ۾ سخت گرمين جي ڪري لو ڪان بچڻ لاءِ ڀنگ عام جام پيتي ويندي آهي جو اتي ڀنگ جي پوڪ بہ ٿيندي آهي اصل ۾ ڪتن کي منشيات ڳولهڻ لاءِ ان ڪري ڪو نہ استعمال ڪيو آهي جو اهو منشيات ڳولهڻ وارو ڪتن جو ڪم هو پاڻ ئي ڪندا آهن بهرحال انسان ۽ ڪتي جو پاڻ ۾ جنم جنم جو ساٿ آهي ۽ دنيا ۾ ساهہ وارن ۾ زال ڪانپوءِ ڪتو وفادار ليکيو ويندو آهي پر جڏهن ڪتو چتو ٿيندو آهي تہ اڳي چوندا آهن تہ چتو ڪتو مالڪ کي سڃاڻندو آهي پر اڄڪلهہ جا چتا ڪتا ڀريون مالڪ کي ٿا ڪائين ڇو جو هاڻي جڏهن انسان پنهنجا انسانيت جا چلن ختم ڪري ڇڏيا آهن تہ پوءِ ڪتا وري ڪيئن پوئتي رهندا اهو ئي سبب آهي جو پوليس ۽ ان جا ڪتا گڏجي عوام جي لاءِ بيٺو ڏچو پيدا ڪري رهيا آهن هي سڀ ڪجهہ قدرت جي طرفان پوليس جي موجوده آفيسرن ۽ سپاهين کي هڪ نياپو آهي تہ سڌري وڃو ۽ ڪتن وارن ڪمن کي ڇڏي ڏيوءِ تاڻن تي ڪتن کي ڏسي پنهنجا پاپ ڪتن جي حرڪتن سان ڀيٽايو ائين نہ ٿئي جو مرڻ ڪان پوءِ ڪتن واري حالت ۾ نہ اٿو خدا جي سرڪار ڏاڍي آهي خدا جو خوف ڪيو ۽ غريب ۽ شريف عوام کي ايذائڻ بند ڪيو ورنہ ياد رکو اڳي چوندا هيا تہ مرڻ ڪان پوءِ حساب ڪتاب ٿيندو اهو تہ هر ڪنهن کي ڏيٺو پوندو پر هن دنيا ۾ ئي ان جو حساب ڪتاب

ٿيندو. هاڻي نہ صرف پوليس پر پوليس جي پاليل ڪتن کي بہ جواب ڏيڻو پوندو هاڻي چورن جي ڳولا تہ پنجاب کان آيل جاسوسي ڪتا ڪندا باقي ڌاڙيلن کي پڪڙڻ ۽ ڳولها لاءِ پوليس جون بڪتر بند گاڏيون بہ ناڪام ٿي ويون آهن هاڻي ڌاڙيلن کان اغوا ٿيل ماڻهون موٽائڻ لاءِ پنجاب کان سوئر ۽ مرون گهرايا ويندا. جيڪي ڌاڙيلن جي ڳولها ڪندا ان صورتحال کي ڏسندي هاڻي پوليس ڪاتي جو ڪم مڪمل طرح ختم سمجهيو وڃي ۽ جيڪا ڪروڙن جي بجيٽ ڌاڙيلن ۽ ٻين ڏوهارين کي گرفتار ڪرڻ جي لاءِ رکي ويئي آهي اها پنجاب جي ڪتن ۽ سوئرن کي پستا ۽ بادام کارائڻ تي خرچ کان بهتر آهي تہ حڪومت اهي ڪروڙن جون بجيٽون ڌاڙيلن ۽ چورن کان بچائڻ لاءِ ۽ دوبدو ويڙهہ کان بچڻ لاءِ بئنڪ ۾ رکيا وڃن ۽ ان جي وياج مان ملندڙ رقم ڌاڙيلن کي امن امان قائم ڪرڻ لاءِ بطور ٽئڪس ادا ڪيو وڃي تہ مان پڪ سان ٿو چوان تہ نہ صرف اغوا جون وارداتون بند ٿي وينديون پر سنهيون ٿلهيون چوريون ڦرون بہ گهٽ ٿي وينديون ان صورت ۾ حڪومت کي پوليس ۾ ڀرتي ڪرڻ جي لاءِ پوءِ ڪتن ۽ سوئرن جي ضرورت ڪو نہ پوندي ڇو جو هن وقت اهي ڪتا محڪمہ پوليس جا هڪ قسم جا پروسي جوڳا ملازم آهن جو اهي اهو ئي ڪم ڪري رهيا آهن جيڪو پوليس جو ماڻهو ٿو ڪري.

امان الله سومرو
آرگنائيزر
قيدي بچايو فورم سنڌ

# دور حاضر جو هٽلر ۽ مسوليني ملڪ الطاف احمد ۽ اعجاز حيدر عرف اجو گونگا

سنڌ واسيو!

هن جن ٻن ماڻهن جا نالا مون هٽلر ۽ مسوليني جي طور تي لکيا اهي هر هڪ ملڪ الطاف احمد ۽ اعجاز حيدر اهي انهن ظالمن کان به وڏيڪ ظالم، خوني ۽ قاتل آهن ۽ اهي هن وقت سينٽرل جيل حيدرآباد جا بي تاج بادشاهه آهن. ائين کڻي چئجي ته هي سينٽرل جيل حيدرآباد جا مالڪ آهن. هي جيل جي اندر جيڪو وڻيس سو ڪن ۽ هو جيڪو ظلم قيدين تي ڪري رهيا آهن، هنن کان ڪو به پڇڻ وارو ڪو نه آهي. ليڪن انهن ظالمن کي شايد اها خبر ڪو نه آهي ته جيڪڏهن عدليه جا جج ۽ وڪيل انڌا گونگا ۽ ٻوڙا ٿي ويا آهن ته پوءِ هاڻي قيدين کي صرف خدا جي ذات جو سهارو آهي، ڇو جو قيدي انتظاميه ۽ عدليه کان مڪمل طور تي مايوس ٿي چڪا آهن. اسان جو مقدمو هاڻي عوام جي عدالت ۾ آهي ۽ اسان عوام کي قيدين تي ٿيڻ واري ظلم کان ضرور آگاهه ڪنداسين جن کي ٻڌي انسانيت به شرمائڻ لڳي آهي.

اڄ کان تقريباً ڪجهه عرصو پهريون جڏهن جلاد ۽ قاتل گلزار چنه جي بدلي ٿي ته ان جي جاءِ تي خوني جلاد ۽ وحشي هٽلر ملڪ الطاف احمد ۽ اعجاز حيدر عرف اجو جڏهن چارج ورتي ته مان هڪ دفعه اتي هڪ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ ضياءُ الرحمان سان هڪ قيدي جي سلسلي ۾ ملڻ ويس ته اتي هن ٻڌايو ته موجوده جيل سپرنٽينڊنٽ ملڪ الطاف احمد جيل ۾ منشيات جو ورو بند ڪرائي ڇڏيو آهي ۽ قيدين کي سني ماني

فراهم تي ڪئي وڃي. جيئن ته مسٽر ضياءُ الرحمان هڪ شريف ۽ خانداني ماڻهون آهي اسان هن تي اعتماد ڪندي جيل جي آفيسرن جي تعريف لکي ته هي تعريفي اکر به برداشت نه ڪري سگهيا. هنن جي اچڻ کان پوءِ جيڪا قيدين سان جٺ ٿي آهي ته اها ٻڌو هنن اچڻ شرط فرنٽيئر ڪانسٽيبلري جا سوين سپاهي گهرائي قيدين تي حملو شروع ڪري ڏنو ۽ هڪ هڪ ڪري قيدين کي ٻئرڪن مان ٻاهر ڪيندا ويا ۽ انهن کي ماري ڪٽي رتو رت ڪري اگهاڙي حالت ۾ سيڪيورٽي وارڊ جي ٿڌين ڪولين ۾ ڦٽو ڪيو ويو جتي سوين قيدي زندگي ۽ موت جي چوواٽي تي زندگي گذاري رهيا آهن. انهن قيدين کي ذليل ڪرڻ لاءِ قيدين کي اگهاڙو ڪري انهن جي ڳُئيءَ ۾ نسوار ۽ پيٽرول وجهي قيدين کي اگهاڙو ڪري هٿ ۾ ٻهاري ڏئي جيل ۾ ٻهاري ڏياري ويئي اهو ظلم صرف ۽ صرف قيدين کان رشوت وٺڻ لاءِ ڪيو ويو. هڪ دفعه حيدرآباد جي ڪورٽ ۾ آيل قيدين سان ملاقات تي انهن قيدين جيڪا دردناڪ ڪهاڻي ٻڌائي ان کي ٻڌي هيانوَ ڦاٽي ٿو پوي ۽ هي خوني ۽ قاتل جيڪي اصل ۾ پوليس ڪاتي جا آهن جن کي فوجي برگيڊيئر جيل جي انسپيڪٽر جنرل آف پرزنس جيڪو پڻ پنجابي آهي، هنن ظالم پنجابي پوليس آفيسرن کي غريب سنڌي قيدين جي ڪل لاهڻ جي مهم سونپي آهي جنهن کي خوني ۽ ظالم پورو ڪرڻ ۾ زور شور سان لڳا پيا آهن ۽ هن وقت تائين اٽڪل پندرنهن قيديءَ ماري چڪا آهن ۽ ڪيترائي قيدي اپاهج ۽ نامرد ٿي چڪا آهن نه صرف اهو بلڪ رشوت وٺڻ جي خاطر غريبن کي موت جي منهن ۾ وڃهي ڇڏيو. باقي پئسن وارا پئسا ڏئي پنهنجي جان ڇڏائي ويا. هي سڀ ڳالهيون حقيقت تي ٻڌل آهن ۽ ان ۾ هاڻي ڪو به شڪ نه آهي ته قيدين تي تشدد

۽ ظلم جا اصل ذميدار عدليہ جا بددیانت جج آهن هي جج خدا تي ويا آهن. ليڪن ائين نہ ٿو ٿي سگهي جو خدا خدا آهي ان ماڻهن کي جنهن کي قيدي سڏيو ويندو آهي در اصل عدليہ جي انتظاميہ وٽ هڪ قسم جي امانت آهن ۽ عدليہ جي امانت سان پوليس جا ظالم ۽ خوني آفيسر جيڪي جنيون ۽ تعديون ڪري رهيا آهن. جيڪي لکڻ سان بہ پيو ٿو ٿئي ۽ منهن جي دل ان خوني ۽ خوفناڪ ظلم تي رت جا ڳوڙها ڳاري رهي آهي.

ان ظلم جي خلاف داخل ڪيل آئيني پٽيشن تي هاءِ ڪورٽ جي هڪ عوام دشمن جج مورخہ 16-01-2002 تي اهو چئي فائيل ڦٽو ڪري ڇڏيو ۽ چيو تہ هي ڪيس هن جي روبرو پيش نہ ڪيو وڃي. شايد ان جج کي اها خبر نہ آهي تہ هو اهي فائيلون پڙهڻ ۽ ان جو فيصلو ڪرڻ جو قانوني طرح پابند آهي. جيڪڏهن اهي جج قيدين جي متعلق فائيل نہ ٿا پڙهن تہ پوءِ اسان اهڙن ججن جون فائيلون تيار ڪنداسين ۽ انهن جو پورو ڪچو چٺو شايع ڪنداسين تہ هڪ پٽي جي بيڙي پيئڻ وارو جج وٽ ايتري بي پناهہ دولت ڪٿان اچي ويئي جو هو پنهنجي خاندان جي ڀاتين سان قيمتي ڪارن ۾ گهمي رهيا آهن. اسان انهن رشوتخور ججن جو پوسٽمارٽم ضرور ڪنداسين جيئن عوام کي اصل حقيقت جي خبر پئجي سگهي.

بهرحال اسان قيدي ڀائرن کي يقين ٿا ڏياريون تہ اسان وٽ آهر انهن جي قانوني ۽ اخلاقي مدد جاري رکنداسين.

امان الله سومرو

آرگنائيزر قيدي بچايو فورم سنڌ

# ڈاڙيل يوسف مري کي عام معافي ڏئي ضلع ميرپورخاص جو ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر مقرر ڪيو ويو

ضلع ميرپورخاص جا رهواسيو.

اوهان صاحب اخبارون تہ پڙهندا هوندا ۽ انهن اخبارن ۾ آئي ڏينهن ڌاڙا، ڦرون ۽ چوريون قتل ۽ اغوا جون وارداتون ايتريون تہ وڌي ۽ عام ٿي ويون آهن جو ماڻهن انهن مسئلن تي سوچڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي ڇاڪاڻ جو جن ماڻهن کي عوام جو محافظ ناهي پوليس جون ورديون پارائي هزارين لکين ۽ ڪروڙين روپيا انهن جي ديک ڀال ۽ کاڌ خوراڪ تي خرچ ڪري حڪومت اهو سوچيو هوندو تہ اهي عوام جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪندا ليڪن ٿيو ان جي ابتڙ آهي يعني اهي ماڻهون جن عوام جي حفاظت ڪرڻ جي لاءِ وردي پاتي آهي اهي خود ڌاڙيل بڻ ويا آهن ۽ ان ڳالهہ کان ڪو بہ انڪار ڪو نہ ڪندو تہ پوليس ڏوهن تي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ مڪمل طور تي ناڪام ٿي وئي آهي جنهن جي ثبوت جي لاءِ اخبارون پريون پيون آهن اهائي ساڳي صورتحال ضلع ميرپورخاص جي آهي ميرپورخاص ضلع ۾ ڏوهہ ايترا تہ وڌي ويا آهن جو هاڻي اغوا جهڙيون وارداتون بہ ٿين لڳيون آهن ۽ پوليس کي ان ڳالهہ جي هوا بہ ڪو نہ ٿي لڳي.

هاڻي سوال اهو آهي تہ اسان يوسف مري کي عام معافي ڪهڙي طرح تا ڏياري سگهون تہ ان لاءِ اسان کي اليڪشن وڙهڻي پوندي ڇا ڪان

جو اسان وٽ هاڻي اهو ئي رستو اچي بچيو آهي تہ اسان پنهنجي منشور کي حقيقت جو منظر ڏيڻ جي لاءِ اسان جي منشور جو پهريون نڪتو انصاف جي فراهمي ۽ امن امان جي بحالي هوندي ڇا ڪاڻ جو ڪنهن بہ امن پسند ماڻهون کي ڪنهن ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسائي ان کي هٿڪڙيون هڻي لاڪپ جي درين سان ٻڌي ڪيڙن، ماڪوڙن، نانگن ۽ وڇن سان بند ڪيو وڃي لازمي ڳالهہ آهي تہ ان عمل جي رد عمل جي ڪري بي چيني جنم وٺندي جنهن سان ڏوهن ۾ واڌارو ايندو ۽ هن وقت ضلع ميرپورخاص جي پوليس پنهنجي سرپرست اعلي ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ جي سرپرستي ۾ ڏوهن جي لڳل باهہ ۾ پيٽرول هاري باهہ کي ڀڙڪائي رهيا آهن اوهان اخبارون ڪٿي ڏسو هر ڏاڻي مان مانهن جون دانهون ۽ ڪوڪون نڪري رهيون آهن تازو ڪوٽ غلام محمد جا ڏاڻي تي معزز جج پير علي شاهہ سيشن جج ميرپورخاص جي حڪم تي جيڪو ڇاپو هنيو ويو هيو ان وقت ڪيترائي قيدي بنا ڪنهن داخلا جي لاڪپ ۾ بند هيا جن مان ڪيترن ئي قيدين جي اکين تي پٽيون ٻڌل هيون ۽ اهي پوليس تشدد جي ڪري جڊيشل مئجسٽريٽ جي روبرو ڏڪي رهيا هيا ان وقت ميرپورخاص جو بدديانت رشوتخور نام نهاد پرهيزگار ڊاڪٽر امير علي شيخ پنهنجي گهر ستو پيو هيو ۽ ان کي ان ڳالهين جي باري ۾ ڪابہ خبر نہ آهي ان جي جاءِ تي جيڪڏهن عزت ماب جناب محمد يوسف مري جنهن کي پوليس پاڻ ڏاڙيل ناهيو آهي ۽ اهو ڏاڙيل جيڪڏهن ضلع ميرپورخاص جو پوليس آفيسر مقرر هجي تہ اسان نہ ٿا سمجهون تہ ايئن پوليس ۾ شامل ڪو دلو ڀڙوو ايئن بيگناهن کي ناحق روڪ ۽ ناحق بند ۾ رکندو ۽ انهن تي تشدد ڪندو ڇاڪاڻ جو پوليس جي وردي پاتل انهن بدمعاشن جي مقابلي ۾ ڏاڙيلن ۾ وڌيڪ غيرت ۾ آهي ۽ انهن وردي پوش بدمعاشن جي دلاگيري

جي ڪري سماج جا باغي تيا آهن ۽ اهوئي ڪم ميرپورخاص جو گهٽيا درجي جو ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ ڪري رهيو آهي ان جو ثبوت اهو آهي جو هن اسان کان انتقام وٺڻ جو فيصلو ڪيو آهي نه صرف اهو پر هن جا حامي اسان کي ڌمڪين وارا خط موڪلي رهيا آهن پوليس جو گهٽيا درجي جو رسوتخور عوام دشمن صوبيدار پورو مل ان جي معرفت انڪوائري جو هٽ نوڪيو ڊونگ رچائي بدديانت ڪميٽي زاني شرابي ذاڙيل اي ايس آءِ جنهن جو نالو تاج محمد پيو آهي جنهن ان غريب هاري يار محمد مير جت سان سرعام بدمعاشي ڪئي جن بدمعاشين کي عدالتن ۽ ضلع جي ماڻهن ڏٺو جڏهن موجوده ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ بدلي تي آيو هيو ته هن پنهنجو داٻو وهارڻ جي لاءِ ۽ عوام کي بيوقوف ناهڻ جي لاءِ ته هو وڏو ايماندار آهي ٺاٺا چيڪ ڪندو هيو جڏهن ته اصل ۾ هو صوبيدارن سان سوديبازي ڪري انهن کي گهربل ٺاڻن تي مقرر ڪندو آهي جنهن جو ثبوت ٺاڻي کان ۾ ايڏي وڏي ظلم جي واردات جنهن ۾ هڪ امن پسند ڳوٺائي کي ذاڙيل ناهڻ جي سنگين ڏوهه تي اکيون بند ڪرڻ ۽ انهن هارين کي ڊيڄارڻ ۽ ڌمڪائڻ ان جو چٽو ثبوت آهي ڊاڪٽر امير علي شيخ انتهائي بدديانت لالچي پئسي جو پوڄاري آهي هن کي هر حالت ۾ پئسا کپن اها اسان جي وڏي غلطي هئي جو اسان ان بدديانت ماڻهون تي اعتبار ڪيو جنهن اڄان تائين ذاڙيل اي ايس آءِ تاج محمد پيو جي خلاف ڪا به ڪاروائي ڪو نه ڪئي آهي ۽ اهو ذاڙيل اي ايس آءِ اڄان تائين اتي موجود آهي ۽ هاري يار محمد مير جت جي خلاف وڏيڪ ڪوڙيون ايف آئي آر داخل ڪري ان کي پاڻ سان ملائڻ ۽ ذاڙيل ناهڻ واري عمل ۾ بد نام زمانه ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر امير علي شيخ جو خاص ڪمائو پٽ ۽ پنو آهي ان جي خلاف ڪا به ڪاروائي ڪو نه

ڪئي آهي اهي سموريون ڳالهيون وڏي واڪي ٻڌائين ٿيون ته موجوده ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ماڻهن کي ٻلي بيوقوف ناهن جي ڪوشش ڪري ته هو ايماندار آهي ليڪن اسان هن جي ڪرتوتن کي سرعام وائکو ڪنداسين اسان کي ته لڳي ٿو ته هي خود به ڪو ڌوڙهاري آهي ڇا ڌوڙهاري ماڻهون پوليس ۾ ڪو نه هيا ڊي ايس پي شير خان کي دنيا سڃاڻي ٿي ته هو ڪيترو ظالم هيو ۽ ڌوڙهارين جي سرپرستي ڪندو هيو ڇا اهو ڌوڙهارين جي سرپرستي جو نمونو ڪونه آهي جو هر اڳاري تي ضلع جي پوليس کي بمع موبائيل جي پنهنجي هٿ ٺوڪي دربار ۾ گهرائي پوپان ڌوڙهارين کي کلي ڇوٽ ڏني آهي ته جيڪو وڻيو سو ڪريو پوليس جا سپ صوبيدار ڊاڪٽر امير علي شيخ پنهنجي عهدي جي آڪڙ بازي ڏيکارڻ ۽ عوام کي ڊيڄارڻ جي لاءِ هڪ جڳهه تي پنهنجي روبرو ڳڏ ڪري وڏي بدديانتي ۽ ڌوڪيبازي ڪري رهيو آهي اسان اها ڳالهه چڱي طرح ٿا سمجهون ته جيڪڏهن ان جي ڪرسي تي عزت ماٻ محمد يوسف مري جنهن کي پوليس جا بدمعاش آفيسر جيڪي پاڻ ڌاڙيل آهن ڌاڙيل ٿا سڏين جڏهن ته اهي وردي وارا پاڻ وڏا ڌاڙيل آهن جو ڏينهن ڏٺي پيريل بازار مان ياگهرن مان غريبن کي زوري پوليس جي موبائيل ۾ وهاري کڻي ويندا آهن ۽ انهن جي مائٽن جي سامهون انهن تي تشدد ڪندا آهن ته پوءِ انهن ۾ ۽ ڌاڙيلن ۾ ڪهڙو فرق رهيو.

اسان نه صرف يوسف مري کي عام معافي ڏياري بلڪ جيلن مان تمام قيدين کي ڪڍي يا جيڪي ڌوڙهاري ٻاهر آهن انهن جي هڪ ميٽنگ گهرائي ضلع جا سپ ٿاڻا انهن جي حوالي ڪنداسي انهن کي باقائده پوليس جي وردي ٿوري رد بدل ڪري پارائي بندوقون هٿن ۾ ڏئي انهن کي اهو چيو ويندو جيڪڏهن انهن جي حد ۾ ڪو ڌوڙهه ٿيو ته پوءِ ان جا هو پاڻ

ذميدار هوندا ۽ انهن جي ٽوپي ۽ وردي سرعام لاٿي ويندي ته پوءِ مان نه ٿو سمجهان ته اهي پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ ڏوهه ٿيڻ ڏيندا ڇو جو هو پاڻ ڏوهن جي دنيا جا بادشاهه آهن ۽ جيڪڏهن ڏوهه جو هڪڙو پن به لڏندو ته انهن کي فوراً خبر پئجي ويندي جڏهن ته اسان جي ضلع جو پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ انڌو گونگو ۽ ٻوڙو اهي جو هن کي ستن ڏينهن کان هڪ بيگناهه جنهنجو نالو يار محمد مير جت آهي ٿاڻي جي هڪ دري ۾ زنجير سان ٻڌل آهي ته وري ڪوٽ غلام محمد ٿاڻي تي غريبن جي اکين تي پٽيون ٻڌي تشدد ڪيو ٿو وڃي لعنت اهي اهڙي پوليس تي جيڪا عوام جي جان ۽ مال جي حفاظت نه ڪري ۽ ان جي باوجود حڪومت جا امن امان جي لاءِ ڏنل ڪروڙين روپين جا فنڊ ٻنا اوڳرائي ڏيڻ جي هضم ڪري وڃن پوءِ به ڊي پي او امير علي شيخ چئي ٿو ته هو ايماندار آهي ته اها ڳالهه ڪو به شريف ۽ ايماندار ماڻهون تسليم ڪونه ڪندو هي ته رڳو ٿاڻن جو مسئلو آهي اڃان نه بيا به گهڻا مسئلا آهن جن کان هي باقائده پتو ونندو آهي انهن کان به عوام کي آگاهه ڪيو ويندو اسان هاڻي فيصلو ڪيو آهي ته پوليس جا بدمعاش اسان کي ڌمڪيون ڏئي رهيا آهن ته انهن کي ظالم خوني ۽ قاتل ڊي پي او ڊاڪٽر امير علي شيخ جي سرپرستي حاصل آهي ان جي چوڻ تي غريبن تي تشدد ڪندا آهن جيئن انهن جي ڪل لاهي وڌ کان وڌ رقم ٻهچائي سگهن مون کي خبر آهي ته مون کي هڪ ڏينهن مرڻو آهي ۽ موت اٽل آهي ۽ گولي کان تيز ڪير به پهچي نه ٿو سگهي ته پوءِ مون اهو عهد ڪيو آهي ته جيترا ڏينهن به جيئرو آهيان انهن حرام خور عوام دشمن پوليس ۽ جيل جي ظالم ۽ بدمعاش آفيسرن سان آخري دم تائين وڙهندس ۽ ان جي ڪري جيڪڏهن منهنجي جان غريبن جي خدمت جي ڪري هلي وئي ته ان کان

وڏيڪ ٻي ڪهڙي خوشي جي ڳالهه مون لاءِ ٿيندي جو منهنجو وهندڙ ڳاڙهو رت منهنجي گناهن کي ڌوئي ڇڏيندو اسان هاڻي ان ڪان پوءِ ميرپورخاص جي نام نهاد ايماندار ڊاڪٽر امير علي شيخ کي ٽريفڪ پوليس منشيات ۽ فحاشي ۽ ڏوهن جي ٻين اڏن جن ۾ جوا بليو پرنٽ سٽ ۽ ٻين ڌنڌن مان ڊي پي او ملندڙ رقم جي تفصيل کان ماڻهن کي آگاهه ضرور ڪنداسين ڇاڪاڻ جو هن وقت منهنجي ۽ منهنجي ساٿين يار محمد مير جت ۽ ان جي خاندان جي ويهن ڀاتين جي زندگي خطري ۾ آهي لهذا اسان پوليس کان پنهنجي جان بچائڻ جي لاءِ اسان ٻيهر هاءِ ڪورٽ ويندا سون ۽ اتي انصاف طلب ڪنداسون ڇاڪاڻ جواسان جو ميرپورخاص پوليس تي بلڪل اعتماد نه آهي ڇا ڪاڻ جو ميربورخاص جي پوليس ڏوهارين تي مشتمل آهي جنهن قانون جي وردي پائي قانون جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيو آهي ۽ جيسين اسين انهن کي ڪيف ڪردار تائين نه پهچائيندا سين آرام سان ڪو نه ويهنداسين ڇو جو اسان عوام سان گڏ مرڻ ۽ جيئڻ جو عهد ڪيو آهي.

**امان الله سومرو**

آرگنائزر قيدي بچايو فورم سنڌ

# ڏاڙيل بمقابلہ پوليس
# پوليس بمقابلہ ڏاڙيل

اڄڪلهہ اخبارن ۾ وڏي زور ۽ شور سان اهي خبرون اچي رهيون آهن تہ پوليس جا پهلوان بہ ڪروڙ روپيہ جي زور تي ڏاڙيلن سان وڙهڻ جا سانباها ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجا پٽا ۽ ٽوپيون پائي وڏي لئي سان وجي ٻيلن ۾ لٿا آهن جتي هنن سان گڏ هنن جا ٻورچي بہ گڏ آهن پر افسوس اهو آهي جو هنن پاڻ سان گڏ ڊاڪٽر ۽ حڪيم ڪونہ ڪنيا آهن جيڪي وقت تي هنن جي ملم پٽي بہ ڪن تہ وري حڪيم هنن کي مرادنگي جا سفوف کارائين.

هن وقت ڏاڙيلن جي مقابلي ۾ جيڪا پوليس ميدان تي لٿل آهي اها سموري جي سموري صرف ۽ صرف ڏاڙيلن جي ٽيڪ تي نوڪري ڪري رهي آهي جنهن ڏينهن ڏاڙيل فيڪٽر ختم ٿيندو ان ڏينهن پوليس جي ضرورت بہ ڪونہ پوندي ڇو جو هن وقت پوليس اسان کي ڏاڙيلن کان ڏيڄاري پنهنجو پيٽ پري رهي آهي ۽ پوليس اهو ڪونہ چاهيندي تہ ڏاڙيل ختم ٿي وڃن اهوئي سبب آهي جو ڊي آئي جي اهو بيان ڏنو آهي تہ هنن معنيٰ پوليس جاٽي واٽي ڏاڙيلن کي ٽاڪ ڇڏي ڀڄي وڃڻ جو رستو ڏنو آهي جيئن پوليس ڏاڙيلن جي ٽاڪن تي قبضو ڪري هاڻي ڏسو تہ ڏاڙيلن جا ٽاڪ ڪهڙا آهن اهي ٽاڪ گاهن جون نهيل لانديون آهن جتي رات جو مڇ ٻاري ڏاڙيل يرغمالين سان لوڏو راند ڪندا آهن انهن ٽاڪن تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ پوليس جا سپاهي ۽ آفيسر انهن ٽاڪن تي قبضو ڪري لوڏو

ڪيڏندا ۽ هو جمالو ڳائيندا اسان جي ملڪ ۾ افسوس جي ڳالهه اها آهي ته اسان جي آفيسرن ۾ حيا ۽ شرم گهٽ آهي اهو ئي سبب آهي جو هيڏي وڏي بدامني جو ڏينهن ڏني جو ماڻهون ڪٽي تا وجن پر پوليس جا آفيسر پوءِ به پنهنجي سينگاريل آفيسن ۾ ويهندي شرم ئي محسوس ڪو نه تا ڪن جيڪڏهن شرافت ۽ ايمانداري جي نڪتي نگاهه سان ڏٺو وجي ته هيڏي بد امني جي هوندي پوليس جي آفيسرن کي پگهار کڻندي شرم اچڻ گهرجي ۽ پنهنجن انهن ڪرسين تي وهندي بڏي مرڻ گهرجي.

دنيا ۾ ڪو به اهڙو مسئلو نه آهي جنهنجو حل نه هجي پر افسوس اهو آهي ته پاڪستان ۾ مسئلي کي حل ڪرڻ جي بدران ايتري ته هوا ڏني وجي جو مسئلو پنهنجي اهميت ئي وڃائي ڇڏيندو آهي جنهنجو مثال ماڻهن جو ڏينهن ڏني اغوا ۽ خون آهن ماڻهي ماڻهون هن مسئلي تي سوچين ئي ڪو نه تا اڳي جيڪڏهن ڪو خون ٿيندو هيو ته پوري سنڌ ۾ ڏهڪاءُ پيدا ٿي ويندو هيو پر اڄڪلهه اغوا ۽ خون جي ڳالهه بڏي ماڻهون اٿبڏي ان ڪري تا ڪري ڇڏين جو هنن کي خبر آهي ته اني سڄي ڪارستاني جي پويان پوليس جي نا اهلي ۽ بدديانتي آهي پوليس جا آفيسر هن وقت فرعون ٿي ويا آهن ۽ بندوق جي زور تي ماڻهن کي پنهنجو غلام سمجهي انهن کي رڍن ۽ ٻڪرين وانگر هڪلي رهيا آهن مون ان مسئلي تي گهڻو اڳ لکيو هيو ته ڌاڙيلن کي ختم ڪرڻ جي طاقت پوليس ۾ هر گز ڪو نه آهي ۽ ڌاڙيلن کي ناس ڪرڻ جي لاءِ ڪروڙن جون رقمون پوليس آفيسرن کي ڏيڻ عوام جي زخمن تي لوڻ برڪڻ جي برابر آهي موجوده پوليس جا چنگا مڙس جيڪي ٽوپيون ۽ پٽڪا پائي سرڪاري گاڏين ۾ گهمي رهيا آهن پاڻ ڌاڙيلن سان مليل آهن جنهن جو ثبوت اهو آهي ته اڄ ئي اخبارن ۾ اهي خبرون ڇپيون آهن ته پوليس جي هينئين عملي ڌاڙيلن کي پوليس جي

ڇر پر ڪان اڳواڻ ٿي آگاهه ڪري ڇڏيو آهي ان خبر جي باوجود پوليس جي آفيسرن جي ڏاڍين تي ڪاهه عوام ڪي بيوقوف ناهڻ جي هڪ سازش آهي پوليس هن وقت سازشي ٽولي جي شڪل اختيار ڪري وئي آهي جنهن جو ڪم صرف عوام ڪي آزارڻ آهي ڌاڙيلن ڪي ڏسي پوليس جيڪي پويان پير ٿي ڪري انهن جي پيرن جا نشان چٽا ڏسڻ ۾ ايندا.

پوليس هن وقت رڳو غريبن ڪي موچڙا ۽ پادر هڻڻ ۾ پوري آهي ڇو جو امن پسند ۽ شريف شهرين ڪي مارن ڪٽڻ سولو آهي پر ڌاڙيلن سان وڙهڻ ان ڪري ڏکيو آهي جو جيتري فورس ۽ هٿيار پوليس وٽ آهن ان کان وڌيڪ هٿيار ۽ فورس ڌاڙيلن وٽ آهي جو ڌاڙيل هن وقت لانچر راڪيٽ به فائر ڪري رهيا آهن ۽ اهي به پوليس جي مٿان اهڙا ڳالهه ثابت ٿي ڪري ته ڌاڙيلن ڪي پوليس تي برتري حاصل آهي جي ايئن نه هجي ها ته پوليس جا چاڙتا ۽ بيوقوف آفيسر ڌاڙيلن سان پوليس جي مقابلي جي ڳالهه ٿي ڪو نه ڪن ها پر سنئون سڌو وڃي ڌاڙيلن جي ڳچي ۾ هٿ وجهن ها هن وقت مسئلو ڌوهاري ڪو نه آهي هن وقت سڀ ڪان وڏو مسئلو پوليس جو ڏڇو آهي اهو ئي سبب آهي جو هن وقت پوليس ڪي عوام جي ڪابه حمائت حاصل نه آهي ۽ جنهن پوليس کان عوام نفرت ڪري اها پوليس ڌوهن تي ڪنهن به صورت ۾ ڪنٽرول ڪو نه ٿي ڪري سگهي ڇو جو پوليس خود به ڌاڙيلن ۽ بدمعاشن سان گڏ آهن ان ڪري ڌوهن تي ڪنهن به صورت ۾ ڪنٽرول ڪو نه ٿي ڪري سگهي ڇو جو پوليس خود به ڌاڙيل ۽ بدمعاشن سان گڏ ڌوهن ۾ شامل آهي.

اسان جي خيال ۾ ڌاڙيلن جو مسئلي جو حل صرف ۽ صرف ان ۾ آهي ته ڌاڙيلن ڪي عام معافي ڏني وڃي ۽ انهن ٿي ڪاٽڪن ڪي جيلن ۾ ٽاٽن مان ڪڍي ٽاٽن جي چارج ڏني وڃي ۽ ڪين ڇيو وڃي ته هاڻي هنن جي

حدن ۾ ڏوهه ٿيو تہ اهي ئي ڏوهن جا ذميدار هوندا مان نہ ٿو سمجهان تہ اڙ
ڪاروائي ڪان پوءِ ڪو بہ ڏوهه خصوصاً اغوا جو ڏوهه ٿيندو پر پوليس جا
جنگا مڙس ان فارمولي تي ان ڪري عمل ڪونہ ڪندا جو هو ڌاڙيلن کي
عام معافي ڏئي امن امان بحال ڪندا تہ پوءِ هنن جا پيٽ ڪيئن ڀربا
جيڪي حرام ڪمائي ڪائي وڏي ويا آهن جو هنن جي حوس هاڻي ختم ٿيندي
نظر نہ ٿي اچي هنن جي سڪتي لئي بہ عوام جي لاءِ هڪ آزار ثابت ٿي
اهي جو هڪ گهٽيا درجي جو نيچ آفيسر بہ پاڻ کي معتبر ثابت ڪرڻ جي
لاءِ هڙا ذليل ڪم ٿو ڪري اهي ڪم ٻڌي انسانيت بہ شرمائجي ٿي وڃي
. ننن پوليس جي بي حيا آفيسرن کي ٽڪي جو بہ شرم ڪو نہ ٿو اچي.

پلي پوليس جا رشوتخورءِ ظالم آفيسر هن مضمون جي لکت کي
مجمن ٻر پوليس ۾ جيڪو بہ آفيسر يا سپاهي ٿوري بہ شرافت رکندو
هوندو اهو اها ڳالهہ دل سان تسليم ڪندو تہ پوليس ڌاڙيل فيڪٽر کي
ختم ڪرڻ ۾ نہ صرف مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪي آهي ۽ هو ڌاڙيل
فيڪٽر کي ڪجهہ بہ ڪو نہ ٿا ڪري سگهن ان ڪري هاڻي اهو بهتر ٿيندو
تہ هي حڪومت لاءِ ڌاڙيلن کي عام معافي ڏيڻ کان سواءِ ڪو ٻيو رستو
. بچيو آهي باقي جيڪڏهن عوام کي بيوقوف ناهڻ لاءِ ڌاڙيلن جي
نانءِ سي ڪروڙين روپيہ هڙپ ڪرڻا آهن تہ پوءِ ڌاڙيلن سان پلي مقابلا
جاري رکندا اچو پر ٿيندو ڪجهہ بہ ڪو نہ.

سان اوهان کي هڪ خاص ٻڌائيندو هلان تہ پوليس ۽ ڌاڙيل هڪ
ٻئي کي ڪسي هٿيار ايا ٿا ڪن پر هڪ اخباري خبر جي مطابق تہ سنڌ جي
هڪ ماڻهو تي ڦورو ڦر ڪرڻ لاءِ رستي ۾ روڪين ٿا جڏهن هو پنهنجو
تعارف انهن ڦورن ڌاڙيلن کي ٿو ڪرائي تہ انهن ڏوهارين جا هٿيار هيٺ
ٿي ٿا وڃن اها ان ماڻهون ۾ ڪهڙي طاقت آهي جو جيڪي ڏوهاري پوليس

ڪي ڏسي مرڻ مارائڻ جي لاءِ تيار ٿي ٿا وڃن جڏهن ته هڪ عام ماڻهون جي سجاڳ ٿي هو هٿيار هيٺ ڪري رستو ٿا ڏين ڇا ان ماڻهون وٽ ايتري طاقت آهي جو ڏوهاري به هن ڪان ڊپ ٿا ڪن ته پوءِ حڪومت ان ماڻهو جي حوالي پوليس جو نظام ڇو نه ٿي ڪري مان سمجهان ٿو ته ان ماڻهون جنهن کي ڌاڙيل سلام ٿا ڪن ته پوءِ ان جي تعاون ڪان سواءِ ڌاڙيل فيڪٽر ختم ڪو نه ٿيندو جو ڌاڙيلن جا اهي سر پرست وڏي پهچ اثررسوخ وارا آهن جو انهن جي ڊپ ڪان هڪ ناميارو پوليس آفيسر جنهن جي ايمانداري جي هاڪ سڄي سنڌ ۾ هئي اهو به انهن ڌاڙيلن جي سر پرست وڏن ماڻهن ڪان معافيون وٺي پنهنجي جان بچائي پڇي ويو هن جي ياچ مان ثابت ٿيو آهي ته هاڻي پوليس مان ڏوهارين تي ڪنٽرول ڪرڻ جي آس رکڻ ٻبرن ڪان ٻير گهرڻ جو برابر آهي هن وقت سنڌ جو سماجي تاڃي پٽيو وڏي بد امني جي ڪري ڊهي پٽ ٿي پيو آهي جنهن جي نتيجي ۾ بک ۽ بي روزگاري جي باهه ڏوهن ۽ ڏوهارين ۾ ايترو ته واڌارو آندو آهي جي ترت عملي قدم نه کنيا ويا ته هي سڄو معاشرو سڙي رک ٿي ويندو.

هن وقت حڪومت جي لاءِ اهو ضروري آهي ته ملڪ ۾ فوراً جمهوريت بحال ڪري ۽ سرڪاري عملدارن جي به چونڊ ڪرائي وڃي خاص ڪري ضلع جو پوليس آفيسر ان کي مقرر ڪيو وڃي جيڪو ووٽن جي ذريعي چونڊجي اچي باقي هي پوليس آفيسر جيڪي ڪميشن جي ذريعي اچن ٿا اهي هر ڪم ڪميشن تي ئي ڪندا آهن ان جو اهو ئي سبب آهي جو هن وقت سنڌ ۾ هڪ به ايماندار پوليس آفيسر ڪو نه آهي صرف رشوت نه وٺڻ ايمانداري ڪونه آهي جيڪو پوليس آفيسر ايماندار ٿيندو ۽ لچن ماڻهن سان هٿ اٽڪائيندو يا ته مارجي ويندو يا وري معافي وٺي جان بچائيندو ۽ جيڪي پوليس آفيسر جان کي پيارو ڪندا اهي عوام کي

ڏوھارين کان ڪونہ ٿا بچائي سگھن ھن وقت پوليس جا سڀ آفيسر رڳو شو بازي ۾ پورا آھن جيڪڏھن ھنن ۾ ٿوري بہ حيا ۽ شرم ھجي تہ ھي فوري طور تي ان لاءِ استعفائون ڏين تہ ھو ڏاڙيل فيڪٽر کي ختم ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آھن پر ھو ائين ڪو نہ ڪندا ڇو جو اھو رواج اڃان تائين اسان جي ملڪ ۾ ڪو نہ پيو آھي جيئن ٻين ملڪن ۾ اھي جو اتي ريل جي حادثي ٿيڻ يا جاءِ ڪرڻ جي صورت ۾ لاڳاپيل آفيسر استعفا ڏئي ڇڏيندا آھن ھتان جا پوليس آفيسر ايترا تہ نيچ ۽ گھٽيا قسم جا آھن جو جن جي خلاف سچ لکو تہ سچ لکندڙ کي ماري ماري اڌ مئو ڪري ڇڏيندا آھن اھا ئي انا پرستي ۽ اذيت پسندي آھي جنھن سڄي سماج جي منھن تي ڪارنھن ملي ڇڏي آھي ۽ سنڌي سماج تي ڪارنھن ملڻ جا پوليس آفيسر سنواڻ سڌا ذميدار آھن پوليس جا آفيسر اھو نہ سمجھن تہ ھو سماج جي منھن تي جيڪا ڪارنھن ملي رھيا آھن انھن کي ان جو ڪو بہ جواب ڪو نہ ڏيڻو پوندو ھنن کي جواب ضرور ڏينو پوندو ۽ سماج جو ڪارو منھن ڪرڻ جي سزا انھن پوليس آفيسرن کي ضرور ملندي ۽ قوم ھنن جو ڪارو منھن ضرور ڪندي ۽ اھو وقت بلڪل ويجھو اچي ويو آھي ڇو جو ھر ڪنھن کي پنھنجي ڪئي جي سزا ڀوڳڻي آھي اھو وقت اچي ويو آھي.

امان الله سومرو

آرگنائزر قيدي بچايو فورم سنڌ

# قيدي عدالتن جو بائيڪاٽ ڪندا ڇاڪاڻ جو قيدين تي تشدد جي ذميدار عدليہ آهي.

قيدي ڀائرن ۽ شهرين جي نالي خط

منهنجا قيدي ڀائرو خدا شاهد آهي تہ جنهن ڏينهن هڪ ظالم جلاد گلزار چند نالي هڪ ظالم جيل سپرنٽنڊنٽ جيڪو ڏاڍ ۽ قهر غريب ۽ بي بس قيدين تي ڪيو آهي جنهن ۾ هڪ قيدي نالي گل محمد شاهہ فوت، ٿي ويو اهي ۽ ڪيترائي قيدي معزور ٿي ويا اسان ان ظلم تي زبردست احتجاج ڪيو ان ٽيل ظلم تي پمفليٽ ۽ ڪتاب شائع ڪري عدليہ جي ججن کي موڪليا ان ڪان علاوه هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيترن ئي قيدين جن ۾ منصور سومرو. اصغر ناريجو. رئيس احمد. محمد بخش ڪان علاوه ڪيترن ئي قيدين جن ۾ جاويد ڪشميري ۽ ٻين قيدين جي تشدد ڪري جيل ۾ مارڻ جي خلاف آئيني پٽيشنون داخل ڪيون جن ۾ اسان قيدين ٿي ٿيل تشدد ۽ قتل عام تي عدالتي تحقيقات جي گهر ڪئي هئي انهن آئيني عرضداشتن جي دوران اسان محسوس ڪيو تہ هاءِ ڪورٽ ۾ هلندڙ انهن آئيني درخواستن جي دوران هڪ ٻہ جج سنا آيا جن ۾سر فهرست جسٽس انور ظهير جمالي صاحبؒ هيا جن جي روبرو جڏهن مان انهن آئيني درخواستن جي دوران ڪورٽ ۾ پيش ٿياسين تہ اسان محسوس ڪيو تہ انصاف ملندو ۽ قيدين کي ٿورو رليف بہ جيل ۾ ملڻ لڳو.پر پوءِ خبر نہ آهي تہ الائي ڇا ٿي ويو جو ان ڪان پوءِ اچڻ وارن ججن انهن آئيني درخواستن تي ڪابہ ڪاروائي ڪو نہ ڪئي ۽ درخواستن کي هيڏي هوڏي ڪري عدالتي سرد خاني ۾ وجهي ڇڏيو جنهن تي اسان تمام گهڻو احتجاج

ڪيو ليڪن ان واويلا جو بظاهر ڪو به نتيجو ڪو نه نڪتو بهرحال اسان خاموش ڪونه ويٺا آهيون ليڪن ايڏي وڏي جاکوڙ کان پوءِ گلزار چنه بدلي ٿين کان پوءِ بقول سرڪاري وڪيل مسٽر مسعود نوراني ته سير تي سوا سير اچي ويا آهن ۽ گلزار جي جائي موجوده دور جي هٽلر ملڪ الطاف ۽ مسوليني اعجاز حيدر سينٽرل جيل حيدرآباد جي چارج ورتي آهي ۽ انهن اچڻ شرط قيدين تي جيڪو تشدد ڪيو ان صدين جي ڪيل تشدد کي مات ڏئي ڇڏي ان ظلم ۽ تشدد کي ٻڌي جيڪو به انسان حساس ۽ شريف هوندو ان جا وار ايا ٿي ويندا ليڪن منهنجي سمجھ ۾ نه ٿو اچي ته هيڏي وڏي هاڃي ۽ ظلم جي باوجود ڪورٽ جي ڪنهن به جج، ڪنهن سياسي پارٽي جي چوٽي جي ليڊر ۽ ڪنهن به وڪيل ڪو به احتجاج ڪو نه ڪيو حالانڪ ڪورٽ جي تحويل ۾ هئڻ جي صورت ۾ قيدين جي جان ۽ آن جي سلامتي جي سڄي ذميداري عدليه تي عائد ٿئي ٿي جيڪا قيدين کي تحفظ فراهم ڪرڻ ۾ مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪي آهي ان جو سبب اهو اهي جو هن وقت ڪورٽن ۾ نوانوي نفيصد جج رشوتخور ۽ انصاف جا قاتل آهن اهو ئي سبب آهي جو حيدرآباد کان ڪراچي ٽراسفر ڪيل قيدين تي جيڪا ڪربلا برپا ڪئي وئي ان کان جج ۽ وڪيل صاحبان ناواقف هوندا مان انهن کي ان خوني تشدد کان آگاهه ضرور ڪندس.

هي ماهه رمضان 2001 جو مبارڪ مهينو هيو جو ان دوران جيل جي جلاد ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر عرف اجو گونگا چوندي چوندي انهن قيدين کي جيڪي انهن ظالمن سان مهاڏو اٽڪائي پيئي سگهيا ۽ احتجاج ڪري پي سگهيا انهن کي ٻئرڪن مٿان ڪيدي ڏنڊن ۽ سرين سان ماري ماري رتو رت ڪري ڇڏيو ۽ گاڏين ۾ پيري هڪ منظم پلاننگ جي تحت جنهن جو اصل خالق فوج جو برگيڊيئر نثار مهر هيو قيدي ڪراچي روانا

ڪيا جتي موت جا فرشتا انهن جو استقبال ڏنڊن ۽ سرين سان جيل جي اندر موجود هيا قيدين جي اتي جيل ۾ داخل ٿيندي ئي قيدين کي اگهاڙو ڪري ايترو تہ ماريو ويو جو هو اڌ مئا ٿي پيا ۽ پوءِ انهن کي ٽنگو ٽالي ڪري ٿڌين ڪولين ۾ اگهاڙو بند ڪيو ويو اها تہ هئي پهرين قسط جيڪا ڪراچي ۾ قيدين سان ٿي ان ڪان پوءِ حيدرآباد ۾ رهيل قيدين سان جيڪا عقوبت ڪئي وئي ٿورو ان جو بہ تفصيل ٻڌو.

قيدي ڀائرو اسان اوهان تي تشدد جو ٻڌي سخت پريشان آهيون قيدين سان جيڪو تشدد ڪيو ٿو وڃي انهن ۾ ڪاني جو ناهيل ل +ن قيدي جي عزت نفس مجروح ڪرڻ جي لاءِ قيدي جي ڳڻي ۾ وڌو ويندو آهي اها ڳالهہ مون کي ڪراچي جي وڪيل نالي بابر ٻڌائي جڏهن وڪيل بہ جيل جي ظالم آفيسرن کان بچي نہ سگهن تہ پوءِ لعنت آهي اهڙي وڪالت تي ۽ عدالت تي جيڪا قيدين کي تحفظ فراهم نہ ڪري سگهي. جو ٽڪي جا بہ ٿي سرڪاري ملازم هزارن قيدين جي زندگين سان کيڏي رهيا آهن ۽ سڄو سماج انڌو. گونگو ۽ ٻوڙو ٿي ويو آهي حالانڪ اهي قيدي جيڪي جيلن ۾ آهن جن جا وڪيل بہ آهن ۽ انهن وڪيلن قيدين کان هزارين روپيہ انهن جا ڪيس وڙهڻ جا ورتا آهن انهن وڪيلن جي قيدين تي ٿيل بي انتها تشدد تي خاموشي هڪ مجرمانہ فعل آهي ڇاڪاڻ جو قيدي وڪيل ۽ جج جو پاڻ ۾ هڪ اڻ ڏٺو اتحاد آهي جيڪڏهن ان اتحاد ۾ توازن برقرار نہ رهيو تہ پوءِ نہ صرف عدالتون پر سڄو معاشرو اڌهي ڪاڌل ڪاني وانگر ڌهي پٽ ٿي پوندو ڇو جو جنهن وڪيل بابر مونکي انهن جيل جي بدمعاش آفيسرن جي تشدد کان آگاهہ ڪيو هيو ۽ ان تشدد جي نتيجي ۾ هن جي اکين ۾ انتقام جا شعلا ڏسي مونکي لڳو تہ هي شفيع ڪشميري وڪيل جي بدديانتي جي ڪري عدالتي چڪر ۾ ڦاسي جڏهن هو

جيل پهتو هيو ۽ جيل پهچڻ کان پوءِ هن کي جنهن تذليل ۽ مار موچڙي جي مرحلي مان گذرڻو پيو هيو مون کي خطرو آهي ته ڪٿي ان وڪيل جي اکين ۾ ٻريل انتقام جي باهه ڪو ٻنهين نه ٻاري ڇاڪاڻ جو اهو وڪيل بدلي وٺڻ جون ڳالهيون ڪري رهيو هيو ۽ خدا نه ڪري جو اهو وقت اچي جو هر قيدي پنهنجي توهين جو بدلو وٺڻ جو سوچي. جيڪڏهن قيدين پنهنجي مٿان ٿيل ظلم جو بدلو وٺڻ جو فيصلو ڪيو ته پوءِ جيل جي ان حرامخور غنڊن ۽ عدليه جي بدديانت ججن کي دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ لڪڻ جي جاءِ ڪو نه ملندي جنهن جو مثال جليا نوالا باغ جي اصل محرڪ جنرل ڊائر تي هڪ هندستاني لنڊن وڃي جيڪو بدلو وٺڻ لاءِ قاتلانه حملو ڪيو هيو جوانتقام جي باهه ڪنهن به وقت ڀڙڪي ٿي سگهي.

اسان جيئن ته امن پسند ماڻهون آهيون ۽ ان انتقام جي باهه کي ڀڙڪڻ کان اڳ ۾ ٿڌو ڪرڻ ٿا چاهيون ڇو جو اسان نه ٿا چاهيون ته سماج ۾ وڏيڪ ڇور ۽ ڏاڙيل پيدا ٿين ۽ جيڪڏهن انهن قيدين تي تشدد فوري طور تي بند نه ڪيو ويو ته پوءِ ڪورٽن لاءِ وڏو جنجال پيدا ٿي ويندو ۽ قيدي ڪورٽن جو بائيڪاٽ ڪري ان به نمبر جي ڪورٽن ۾ نقلي ججن جي روبرو پيش ٿيڻ کان انڪاري ٿي ويندا ۽ جڏهن قيدي ڪورٽن جو بائيڪاٽ ڪندا ته پوءِ ان صورت ۾ وڪيلن جو ڌنڌو به بند ٿي ويندو هونئن به وڪيل جيڪي سال ۾ هڪ قيدي جو هڪ ڪيس مفت ۾ وڙهڻ جا قانوني پابند آهن ليڪن هو ايئن نه ٿا ڪن وڪيلن کي صرف پئسو کپي ان جو اصيل جيل ۾ مري ته ڀلي مري وڃي ان جي مرڻ جي وڪيلن کي پرواهه نه آهي انهن کي رڳو في کپي.جيئن ته قيدي کان في وٺڻ کان پوءِ قيدي جي جيل ۾ جان جي سلامتي ۽ ڪيس جي پيروي ڪرڻ وڪيلن جي قانوني ذميواري آهي جتي جج پنهنجي فرض کان غافل ٿي ويا آهن

اتي وڪيل بہ برابر جا ذميدار آهن اهڙي طرح جج ۽ وڪيل بئي ملي ڪري قيدين جو استحصال ڪري رهيا آهن شايد انهن کي اها خبر نہ آهي تہ عدل ۽ انصاف نہ ڪرڻ واري قوم صفحہ هستي تان مٽجي ويندي آهي.

هونئن بہ قيدين لاءِ صدقہ ان ڪري حلال ڪيو ويو آهي جو هو ڪيترو بہ مالدار چو نہ هجي قيدي هئڻ جي ناطي رحم جو طلبگار آهي اسلامي تعليمات جي مطابق جيڪو پاڻ ڪاٿو اهو قيدين کي ڪارايو ليڪن هتي الٽو دستور آهي مون کي تہ ايئن ٿو لڳي تہ جيل جو داروغہ اعليٰ نثار مهر، جيل سپرنٽنڊنٽ ملڪ الطاف ۽ ڊپٽي سپرنٽنڊنٽ اعجاز حيدر عرف اجو گونگا خدا جا منڪر آهن ورنہ خدا جي ٻانهن تي ايترو ظلم نہ ڪن ها جنهن کي ڏسي آسمان بہ شرمائي رهيو آهي.

اسان کي هاڻي قيدين کي جيل جي آفيسرن کان نجات ڏيارڻ لاءِ اسان کي هڪ لائحہ عمل طئي ڪرڻو پوندو ۽ اسان جي جدو جهد هڪ ڏينهن ضرور رنگ لائيندي ۽ قيدين تي تشدد ڪندڙ جيل جي آفيسرن کي هڪ نہ هڪ ڏينهن عوام جي ڪٽهڙي ۾ اچي بيهڻو پوندو ڇاڪاڻ جو تشدد جي انتها ان ڳالهہ جو اشارو آهي تہ ظالم پنهنجي انجام کي پهچڻ وارا آهن خدا گواهہ آهي تہ جيڏهن ايترون زياديون مون سان ٿين ها تہ پلي سڄي عمر جيل ۾ پيو هجان ها مان ڪنهن بہ ڪورٽ ۾ پيش ٿيو نہ ٿيندس يعني ڪورٽن جو مڪمل بائيڪاٽ ڪندس تہ اسان کي اهو نام نهاد انصاف نہ کپي جنهن جي نتيجي ۾ جيلن ۾ قيدين تي تشدد ٿئي سو تہ وري ڪورٽن ۾ غريب قيدين جا کيسا خالي ڪيا وڃن ٿا اهي سڀ ڳالهيون ڪورٽن جي ناڪامي جي چٽي تصوير آهي جيڪڏهن ججن کي قيدين کي انصاف فراهم نہ ڪرڻ واري تصوير آئيني ۾ نظر ٿي اچي تہ پوءِ هو اندا گونگا ٻوڙا آهن ججن کي ياد هئڻ گهرجي بقول جسٽس جهانگيري

ته جيڪڏهن ڪورٽن جو اهو ڀيانڪ زوال جاري رهيو ته پوءِ انهن ڪورٽن ۾ انهن ججن جي جاءِ ٻيا ماڻهو اچي ڪورٽن ۾ وهندا هاڻي ڪورٽن جي بدديانت ججن کي انهن ماڻهن جو انتظار ڪرڻ گهرجي جيڪي انهن ججن حساب ڪتاب به چڪتو ڪندا ڇاڪاڻ جو سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ موجوده ۽ اڳين جيل جي سپرنٽنڊنٽ گلزار چنه. ملڪ الطاف سنڌي قيدين سان جيڪي عقوبتون ڪيون آهن جنهن ۾ ڪيترائي قيدي مري ويا آهن ته ڪيترائي قيدي نامرد ٿي ويا آهن هي ظلم ۽ بدمعاشي جي انتها آهي جنهن جو نتيجو اڄ نه ته صبحاڻي انهن کي ڀوڳڻو پوندو.

مان عدليه جي بدديانت ججن ۽ وڪيلن کي ان خطري کان آگاهه ڪرڻ ٿو چاهيان جيڪو بي انصافي جي ڪري اسان کي وڪوڙي ويو آهي ڇاڪاڻ جو غريب قيدين جي ڳوڙهن ۾ ايتري ته طاقت آهي جو طاقتور حڪومت به انهن غريب قيدين جي ڳوڙهن ۾ لڙهي ويندي جيڪڏهن موجوده حڪومت ۽ ان جا ساٿي ملڪ کي بچائڻ ٿا چاهين ته پهرين فرصت ۾ سزاءِ موت عمر قيد ۾ تبديل ڪري ۽ ٽن سالن کان وڌيڪ معمولي ڏوهن ۾ جيل گهاريندڙ قيدين کي بنا دير جي رها ڪيو وڃي ان کان علاوه قيدين تي تشدد جي ذميداري جيل جي آفيسرن تي ڪيس هلائي سخت کان سخت سزا ڏني وڃي ۽ جيڪڏهن فوجي حڪومت ان نيڪ ڪم ۾ دير ڪئي ته پوءِ ياد رکو ته اسان جي داستان نه هوندي داستانن ۾.

امان الله سومرو

رڪنانزر قيدي بچايو فورم سنڌ

# ڌاڙيلن کي عام معافي ڏني وڃي

دوستو ۽ ساٿيو. سنڌ جي ڌرتي تي ورهين کان جيڪي ظلم ٿيندا رهيا آهن. اڄ انهن ظلمن جي نتيجي ۾ سنڌ جي ڌرتي تپي ڳاڙهي ٿي وئي آهي ان جي نتيجي ۾ جتي ٻيا سوين مسئلا پيدا ٿيا آهن اتي ڌاڙيلن جو مسئلو وڏي شدت سان سامهون آيو آهي ان اهم مسئلي تي چپ ڪري ويهڻ سراسر غلط ۽ بيوقوفي ٿيندي. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سنڌ کي انيڪ سياسي مسئلا در پيش آيا آهن اتي هڪ سماجي اقتصادي مسئلو جيڪو ڌاڙيلن جي روپ ۾ منهن ڦاڙيو بيٺو آهي جيڪڏهن ان تي ترت توجهه نه ڏنو ويو ته پوءِ سنڌ ۽ ان جي عوام هڪ اهڙي اوڙاهه ۾ وڃي ڪرندو جتان نڪرڻ مشڪل ٿي ويندو ۽ پوءِ قانون، انصاف، سچائي ۽ ايمانداري تان ماڻهن جو اعتماد کڄي ويندو نه صرف اعتماد کڄي ويندو پر سنڌ جي ماڻهن جي سوچ ۾ ايڏي تبديلي اچي ويندي جو پوءِ اسان کي اڳ جي جنگل جي دور ۾ پهچڻ کان دنيا جي ڪا به طاقت، تهذيب بچائي نه سگهندي. اڄ ڪلهه ڌاڙيلن جي مسئلي تي اخبارن ۾ ڏاڍو لکيو وڃي ٿو ۽ ان مسئلي کي حل ڪرڻ جي لاءِ ڪيئي طريقا تجويز ڪيا پيا وڃن حڪومت هر روز اهو اعلان ٿي ڪري ته ڌاڙيلن جي خلاف Operation Clean up شروع ڪيو ويندو يعني ڌاڙيلن کي ناس ڪيو ويندو ته وري ڌاڙيل حڪومت کي چئلينج ڪري رهيا آهن ته اچو ته مقابلو ڪيو. پوليس ڌاڙيلن سان مقابلي ۾ بلڪل ناڪام وئي آهي ان جا ٻه سبب آهن پهريون سبب گهٽ پگهار، ٻيو سبب ان جو نتيجو رشوت آهي. جيستائين اهي ٻئي يعني ڌاڙيل ۽ پوليس مٿان وري رياستي جبر ۽ ڏاڍ هجي ته پوءِ

ياد رکو تہ ھي ڌاڙيلن وارو ون وڌي اھڙو تي ويندو جنھن جون پاتال ۾ پھتل پاڙون فوج، رينجرس ۽ ٻيا سگھارا ادارا گڏجي اھي پاڙون پٽڻ ۾ ناڪام ويندا جنھن جو ھلڪو مثال اوھان جي سامھون آھي.

ھي مسئلو ھنوقت سراسر سماجي اقتصادي ۽ سياسي ٿي ويو آھي جو انھن ڌاڙيلن کي سماج جي ٺيڪيدارن ۽ اقتصادي ذريعن جي مالڪن ۽ بي ايمان عوام دشمن سياسي ليڊرن جي جيڪا پٺ ڀرائي آھي اھا ٻہ سج جي روشني وانگر ظاھر ظھور آھي. اڄ ڏسو تہ سياستدانن جو ھڪ سڄو ٽولو ڌاڙيلن جي ھٿان اغوا ٿي ويو آھي. ان کان وڌيڪ ٻي ستم ظريفي ڪھڙي ٿيندي جو سياستدانن جي اغوا تي سنڌ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ھڙتالون ۽ مظاھرہ ٿي رھيا آھن جڏھن عام رواجي ماڻھن جي اغوا تي صرف ھڪ خبر اخبار ۾ ڇپجي ٿي ۽ ٻي خبر ان جي رھائي ڀنگ تي ادا ڪرڻ جي ڇپجي ٿي يا وري اغوا ٿيندي جي لاش جي واپسي جي خبر ڇپجي ٿي، ان جي دوران جيڪي ڪجھ وھي واپري ٿو ان جي تر جي وڏيري پوليس ۽ پوليس جي دلال کي سڀ خبر ھوندي آھي تہ اغوا ڪير ٿو ڪري ۽ ڀنگ جي رقم ڪير ٿو وٺي ۽ ڌاڙيلن کي ان رقم جو ڪيترو حصو ٿو ملي ھاڻي اچو تہ ٿورو ڌاڙيلن جي ڪردار تي روشني وجھون ڌاڙيل عام طرح سان غريب ھاري يا مزدور ھوندا آھن جيڪو وڏيري، ٺيڪيدار پوليس جي ظلم کان باغي ٿي سماج سان ٽڪرائڻ سان مجبور ٿي ويندا آھن ۽ پوءِ ان مجبوري جو نالو ڌاڙيل رکيو ويندو آھي. غريب ھارين مزدورن کان بنا اجرت جي پورھيو وٺڻ وڏيري ۽ ان جي دلال پوليس جي حاضري نہ ڀرڻ تي انھن جي ٻارن ٻچن جي بي حرمتي ڪرڻ ۽ ٻيا ڪيئي انيڪ معاملہ آھن جيڪي انسان کي مجبور ٿي ھٿيار کڻڻ جي ترغيب ڏيندا آھن.

دنيا ۾ هر هنڌ ڏاڙيل موجود آهن هندستان ۾ ته باقائده ڏاڙيلن جي پان ۾ ٻڌيون هئي ۽ اڄ اها ٻڌي ۽ تنظيم سنڌ جي ڏاڙيلن جي ڇٽي طرح نظر ايندي آهي جو هو سنڌ جي روائتي بي رحم ۽ ظالم وڏيري کي ڇني ٿا لکن ته هنن وڏيرن کي فورن ڏکئي وٺيو ٿي وڃي. جڏهن انسان سماج کان انتقام جي حد تائين باغي ٿي ويندو آهي ته پوءِ هن ۾ دوست ۽ دشمن جي تميز ختم ٿي ويندي آهي. اهوئي سبب آهي جو اڄ پوڙهيت هارين ۽ مزدورن جا رهبر ۽ راهنما اغوا ٿي رهيا آهن. ڏاڙيل به هن معاشري جو هڪ فرد آهي چاهي ٿو ته هن جو سان سٺو برتاءُ ڪيو وڃي ڇو جو طاقت جو هر وقت ۽ هميشه استعمال ماڻهو کي هيڻو ۽ ڪمزور ڪري ڇڏيندو آهي. اهو سبب آهي جو اڄ ڏاڙيل عام معافي جي اعلان جا مطالبا ٿو ڪري اهي مطالبا اڄو ڪا ڪو نه آهن اهڙا مطالبا ڏاڙيلن شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ ڪيا ويا هيا پر ان وقت جي ليڊر شپ جيڪا عوام جي نبض تي هٿ رکندي هئي اهڙي پاليسي اختيار ڪئي جو عام ماڻهوئيتران جاڪيڙا پائي ٽرانسسٽر ريڊيو ڪئي وري آرام سان گهمندو هيو جڏهن ته اڄ قاتل ڪيڙن وارو انسان به سنڌ ۾ رات جو گهر کان ٻاهر پير نه ٿو ڪڍي ۽ اها ڳالهه وڏي واکي ظاهر ٿي ڪري ته موجوده حڪومت جي علاوه اقتصادي ۽ سياسي ۽ سماجي پاليسين جي ڪري ۽ رياسي ڏاڍ ۽ جبر جي ڪري غريب ۽ غيرت مند هاري ۽ مزدور اهڙي هنڌ وڃي پهتو آهي جتان انهن جي واپسي ذري گهٽ ناممڪن آهي پر ڏاها چئي ويا آهن ته ناممڪن ڪا به شئي نه آهي ان ڪري اسان چاهيون ٿا ته ان سلسلي ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ گهرجي مان ڪو پيشه ور سياستدان ڪو نه آهيان پرهڪ عام رواجي سنڌي ماڻهون هئڻ جي ناطي مان ايتري سوچ رکان ٿو

ته هن مسئلي جو واحد حل اهو آهي ته ڌاڙيلن کي بنا دير جي عام معافي ڏني وڃي.

هاڻي مسئلو اهو آهي ته موجوده حڪومت جيڪا اليڪشن جي نالي ۾ وجود ۾ آئي آهي جيڪا عوام تي پاڙن جي بدران پوليس تي پاڙي رهي آهي جيڪا هر صورت ۾ انهي مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ ناڪام وئي آهي ۽ ڌاڙيلن کي ختم ڪرڻ جي نالي عوام کي بک ماري لکين بلڪ ڪروڙين روپيه خرچ ڪرڻ جي باوجود ان جي نتيجو ٻڙي آهي اڄ سنڌ جا ماٿهون پنهنجي سياستدانن کان جيڪي حڪومت ۾ آهن يا وري جيڪي سياستدان حڪومت کان ٻاهر آهن هٿ ادب جا ٻڌي عرض ٿا ڪريون ته اسان کي سنڌ مان نڪتل تيل جي رائلٽي ڪو نه کپي اسان کي اسان جي بندرگاهه جي ٽيڪس نه کپي. اسان کي پاڻي به ڪو نه کپي. اسان کي صوبائي خودمختاري به ڪو نه کپي. اسان کي رڳو صرف ۽ صرف ڌاڙيلن کان پناهه تي گهرجي جيئن سنڌ جو غريب عوام سک ۽ چين سان پنهنجو ڪاروبار ڪري ۽ پنهنجي ٻچن جو پيٽ پالي اڳ جام ساقي جو پٽ ۽ ٻيا ليڊر اغوا ٿي ويا آهن ان تي ممتاز علي پٽني اهو بيان ڏئي پنهنجي جان بچائي ته هنن کي مهراڻ رينجرس وارن اغوا ڪيو آهي رسول بخش پليجو جيڪو روزانه اخبارن ۾ بيان ٿو هٿائي اهو ان مسئلي کان بلڪل ناواقف آهي باقي رهيا قومپرست ته انهن جي ليڊرن مان هڪ ليڊر جيل ۾ اعلان ڪيو ته پيلن ۾ هليا وڃو پر ان جي حڪم تي ڪو به قومپرست اڃان ٻيلي ۾ ڪو نه ويو آهي. باقي رهي پيپلز پارٽي ته هن وقت ڪجهه به ڪرڻ جي پوزيشن ۾ ڪو نه آهي ڇو جو اها پاڻ سرڪاري ڌاڙيلن جي هٿان ڪيترا ڏينهن ٿيا جو سڄي پارٽي جي پارٽي جي اغوا ٿي وئي پر شاباس آهي انهن ڌاڙيلن کي جيڪي انهن ليڊرن کي رها ڪرڻ لاءِ اغوا ڪندڙ ڌاڙيلن تي زور

ڀري رهيا آهن ۽ ڌاڙيلن پنهنجي ساٿين کي سمجهايو ته هنن اغواڻن کي
ها ڪيو ۽ جي جڏهن ته سنڌ جي قومپرست. ترقي پسند. اسلام پسند ۽
لاتي ڇا ڇا پسند ليڊرن کي ايتري توفيق نه ٿي آهي جو ڌاڙيلن سان ملڻ
و ڪو بندو بست ڪن ڌاڙيل ته ڪو هوا ۾ ڪو نه ٿا رهن يا وري ٽورا
ڙا غارن ۾ لڪل ڪو نه آهن هو هر هنڌ شهر ڳوٺ ۽ واهڻ ۾ موجود آهن
ن سان ملاقات ڪرڻ يا ڳالهيون ڪرڻ ڪو ڏکيو مسئلو ڪو نه آهي.

جيتري قدر ٻنگ جي رقم جي ادائيگي جو سوال جو اها ٻري انهن
ٻرن يا ٻين غريب ماڻهن کي رها ڪرائڻ جي طاقت ڪنهن به ماڻهون ۾
و نه آهي ٻر منهنجي سوچ ڪيترن ئي ڏينهن کان اهو سوچي رهي آهي ته
يلن کي عام معافي ڏيارڻ جي صورت ۾ ٻيهر ڏوهه نه ڪرڻ جي
مانت حاصل ڪرڻ لاءِ ڌاڙيلن سان وچي ٻيلن ۾ ملاقاتون ڪرڻ ضروري
ي. جيتري قدر موت جو تعلق آهي اها زندگي جي امانت آهي جيڪڏهن
نوح انسان جي ڀلائي لاءِ معمولي ڳالهه آهي. جان ڏيڻي به پئي ته به
و مهانگو ڪو نه آهي ڌاڙيلن جي معاملي ۾ عام معافي ڏيڻ لاءِ راهه
. هموار ڪرڻ لاءِ مظاهرو ڪرڻ ۽ جلسه جلوس ڪرڻ ڪيندس ۽ اسان
يقين آهي ته اسان سنڌ جي عوام جو مسئلو حل ڪرڻ ۾ مڪمل طرح
سياب ٿي وينداسين اسان جي هن پاڪ ڌرتي تي هڪ اهڙو ناپاڪ ٽولو
ي جيڪو ڪيترن ئي انسانن جي قتل. ڦر. زنا. ۽ ٻاهيون ڏيڻ جي
ڙن ئي واقعن ۾ ملوث آهي. جنهن کي دهشتگرد سڏيو ٿو وڃي
ن جي ان سان رعائت ٿي سگهي. ڇهن ڄڻن جي خونن جا ڪيس جا
. ڦاٿي ٿا سگهن ته پوءِ ڌاڙيلن جي خلاف داخل ٿيل ايف آئي آر به
ٿي سگهن ٿا.

هي مان سڀ ڪجهہ ان ڪري لکي رهيو آهيان جو مان سنڌي آهيان ۽ سنڌي قوم جي نفسيات کان چنگي طرح واقف آهيان ۽ مون کي پڪ آهي تہ جيئن خود ڌاڙيلن يقين ڏياريو آهي تہ عام معافي ملڻ کان پوءِ جيڪڏهن ڪا بہ اغوا جي يا ٻي ڪنهن قسم جي واردات ٿي هو ان کي خود منهن ڏيندا اها بلڪل سچي يقين دهاني آهي جنهن تي هر قيمت تي اعتبار ڪري تو سگهجي ۽ جيڪو ماڻهون ان تي اعتبار نہ ڪندو ۽ طاقت جي زور تي ان مسئلي کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو پوءِ سمجهو تہ اهو چائي واٽي قوم سان دوکيبازي ڪري رهيو آهي ڇو جو طاقت جي زور تي هي مسئلو ڪڏهن بہ حل ڪو نہ ٿيندو ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ بحيثيت سياسي ڪارڪن ڌاڙيلن سان ٻيلن ۾ وڃي ملڻ ڪو بہ جرم ڪو نہ آهي.

امان الله سومرو

آرگنائزر قيدي بچايو فورم سنڌ

هي اها ڪوڙي فرياد آهي جيڪا ميرپورخاص جي ظالم نام نهاد ايماندار ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر ڊاڪٽر امير علي شيخ جي خلاف هڪ پمفليٽ "ڏاڙيل ناهڻ بند ڪر" ۾ ڏاڙيل يوسف مري کي ميرپورخاص جو ڊي پي او مقرر ڪيو وڃي لکڻ جي ڪري داخل ڪئي.

## ڪوڙي ايف آئي آر جو متن.

جناب اعليٰ. فرياد آهي تہ مان متين ائڊريس تي رهندي آهيان ۽ بيواهہ آهيان منهنجون چار نياڻيون ۽ ٻہ پٽ آهن جو گهر ۾ ڪو بہ ڪمائڻ وارو ڪو نہ آهي جو مان ڪالهہ مورخہ 05-02-2002 تي صبح جو امان الله سومري وٽ آيس سندس آفيس ۾ زڪوات جا امدادي فارم وٺڻ لاءِ ويس جو امان الله سومرو چيو تہ تون شام جو منهنجي گهر گلبرگ ٽائون ۾ اچجان جو مان شام جو پاڙيسري مسمات ڀاڳل کي وٺي گلبرگ ٽائون ويس امان الله سومرو مونکي چيو تہ تون ٻاهر ويهہ اهو وقت 21:00 بجي جو هو تہ امان الله سومرو چوڻ لڳو تہ مان غريبن جو همدرد آهيان تو کي زڪوات جا امدادي فارم بڪ ناهي ڏيان ٿو ڪڏي منهنجي ٻانهن جهلي ڇاتي ۾ هٿ وڌو ۽ مون کي زوري گهلڻ لڳو جنهن تي مون رڙيون ڪيون رڙين تي ٻاهر ويٺل ڀاڳل اچي وئي جنهن مون کي اتي جوابدار امان الله سومرو کان ڇڏايو جو انهي ۾ منهنجي قميص ڦاٽي وئي جو هيئنر حاضر ٿي فرياد ٿي ڪريان تہ جوابدار امان الله سومرو منهنجي ٻانهن ۾ بري نيت سان هٿ وجهي ۽ منهنجي ڇاتي ۾ هٿ وجهي منهنجي قميص ڦاڙي منهنجي عزت ۾ خلل وجهيو آهي داد ڏئي نوٽ رپورٽ ڪندڙ جي چوڻ موجب اکر بہ اکر داخل ڪري ڪيس پڙهي ٻڌائي وئي جنهن درست تسليم ڪيو.

سچو نشان مسمات ڏنياني.

# پوليس ڪاروائي

جناب اعلي متيون فريادي قلم CRPc154 ۾ داخل ڪري قلم 157 CRP جي بجا آوري جوڳي ڪورٽ سڳوري سان ڪئي سون ايف آئي آر جي ڪاپي فريادي کي ڏني وئي ۽ ايف آئي آر ڪاپيون بالا آفيسران صاحبان کي عرض رکيون ويون ۽ ايف آئي آر جي جانچ انويسٽيگيشن ٽيم جي SiP خدا بخش جي حوالي ڪئي وئي.

Asi Town Mirpurkhas.

هي اها ڪوڙي فرياد آهي جيڪا ظالم جيل سپرنٽنڊنٽ گلزار چنه هڪ پمفليٽ "اگهاڙن قيدين جي ريل گاڏي" جي لکڻ ڪري داخل ڪئي آهي.

## ڪوڙي ايف آئي آر جو متن.

رپورٽ آهي ته مان بطور سپرنٽنڊنٽ جيل تعنيات آهيان 2001-02-02 تي ٻه شخص نالي محمد اسماعيل ولد حاجي غلام قادر ذات گل ساڪن ميرن جو قبه هيرآباد حيدرآباد.

2. امداد علي ولد شاهه بخش ذات ميمڻ وينل ڪاري موري حيدرآباد وقت 10:00 بجي منهنجي آفيس واقع سينٽرل جيل حيدرآباد جي اندر آيا ۽ مون کي هڪ پمفليٽ ڏيکاريو ۽ حقيقت ڪئي ته اڄ صبح امان الله سومرو سينٽرل جيل جي گيٽ جي ٻاهر اسان کي پمفليٽ ڏنو ۽ چيو ته هو جيل سپرنٽنڊنٽ گلزار چنه جي خلاف مهم هلائي رهيو آهي ته جيئن هو بدنام ٿئي ۽ هن جي بدلي ڪرائي وڃي ڇاڪاڻ جو هو قيدين کي سهولتون فراهم نه ٿو ڪري امان الله سومري وڪيل اسان جي علاوه ٻين ٻه ڪيترن ئي ماڻهن کي پمفليٽ ڏنا اڄ اهي پمفليٽ اوهان کي ڏيکارڻ جي لاءِ ڪٺي آيا آهيون مورخه 2000-09-22 تي مون جيل ۾ سرچ آپريشن ڪيو هو ۽ مختلف خطرناڪ قيدين کي سينٽرل جيل کان ٻين جيلن ڏانهن منتقل ڪيو ته جيئن امن امان جي صورتحال بهتر ٿئي ان کان پوءِ مذڪوره وڪيل جيل ۾ قيدين سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو ۽ مون کان ناجائز سهولتون ڏيڻ لاءِ زور ڀريندو رهيو. جنهن کان مون انڪار ڪيو ته ناجائز سهولتون ڪنهن کي به ڪو نه ڏنيون وينديون اتي مذڪوره وڪيل امان الله سومرو مون کي ڌمڪي آميز لهجي ۾ چيو هو ته هو ڏسي رهندو ۽ مان پڇتائيندس. لهذا هاڻي ان مذڪوره وڪيل هي پمفليٽ ڇپرائي ورهايا آهن جنهن ۾ مون تي

ڪوڙا ۽ بي بنياد الزام هنيا ويا آهن ۽ منهنجي خلاف غير مهذب ۽ غير اخلاقي زبان استعمال ڪئي آهي.

لهذا مان اڄ متعلقه ٿاڻي تي حاضر ٿي فرياد ٿو ڪريان ته امان الله سومرو ولد شمس الدين سومرو وينل گلبرگ ٽائون ميرپورخاص پيش ڪيل پمفليٽ ڇپرائي ورهايا آهن جنهن سان منهنجي عزت ۽ شهرت کي نقصان پهتو آهي ۽ هرو ڀرو منهنجي سرڪاري ادائيگي ۾ رڪاوٽ پيدا ڪئي آهي جنهن ڪري قيدين ۾ اشتعال پکڙجي ويو آهي جنهن جي ڪري امن امان ۾ خلل پوڻ جو انديشو آهي ۽ مون کي بد ترين نتائج جون ڌمڪيون ڏنيون آهن جنهن ڪري مون کي جان جو خوف آهي مذڪوره وڪيل امان الله سومرو جي خلاف قانوني ڪاروائي وڃي.

نوٽ: مذڪوره بالا فريادي کي فرياد جو لفظ به لفظ پڙهي ٻڌايو ويو جنهن درست تسليم ڪري صحيح ڪئي.

صحيح اي ايس آئي
ٿاڻو بلديه ٽائون حيدرآباد

صحيح فريادي
گلزار چنه
سپرنٽنڊنٽ سينٽرل جيل
حيدرآباد

# پوليس ڪاروائي.

جناب اعلي مذڪوره فريادي جو فرياد داخل ڪري قلم 157 CRPc جي تحت بجا آوري لاء متعلق ڪورٽ م ايف آئي آر جي ڪاپي ۽ بالا آفيسرن کي ايف آئي آر جون ڪاپيون موڪليون ويون جيئن ته ايس ايڇ او صاحب ٿاڻي کان ٻاهر اهي لهذا ان جي جانچ مان اي ايس آء ذاڪر علي خود ڪري رهيو آهيان.

اي ايس آءِ

پي ايس بلديہ ٽائون

# پڏي ٻـ جهان خان

پڏي ٻـ جهان خان

هي ڪهاوت سنڌ جي ان وقت جي حرف بہ حرف سچي ڪهاوت آهي اهو اهو زمانو هيو جڏهن سنڌ تي انگريزن جي حڪومت هئي ۽ انگريزن سنڌ جو ڪيتي باڙي جو هزارين ورهيہ پراڻو نظام هر ڪيڙيو خود ڪاڻو وارو نظام ختم ڪري جڏهن بٽئي سسٽم رائج ڪيو تہ ان هارين ڪان بٽائي وٺڻ جي لاءِ هڪ اهڙو حرام خور طبقو پيدا ڪيو جنهن کي جاگيردار يا وڏيرو چئي ٿا سگهون ان جو ڪم صرف ۽ صرف انگريز شاهي نظام جي مدد ڪرڻ ۽ مستحڪم ڪرڻ جيئن هنن جي خلاف ڪو بہ سنڌي بغاوت نہ ڪري سگهي.

سامراجي دور ۾ انگريزن اهڙي پوليس پرتي جنهن جو ڪم صرف ۽ صرف انگريز حڪمرانن جي خوشنودي حاصل ڪري وڏا وڏا عهدا ۽ منزلون ماڻڻ هيو ان دور ۾ جتي پوليس طاقتور هئي اتي ئي انگريزن وڏيرن جاگيردارن کي وڏا وڏا اختيار جنهن ۾ مئجسٽريٽ جا اختيار ڏئي پوليس سان گڏ هڪ ئي صف ۾ بيهاري ڇڏيو آهي اهڙي طرح هڪ ٽيون طبقو جنهن کي ڪمي ڪمي ۽ هاري چيو ويندو آهي وجود ۾ اچي ويو ۽ هن وقت هارين جي سنڌ ۾ اهڙي حالت آهي جهڙي اڇوتن جي هندستان ۾ آهي.

ان اوائلي دور ۾ جڏهن انگريزن جي حڪمراني جو پاڇو پوري دنيا تي هيو انوقت سنڌ ۾ هڪ وڏيرو نالي جهان خان بہ هيو جيڪو وڏو ظالم ۽ دبدبي وارو هيو ۽ جهڙي طرح اڄڪلهہ خود پوليس فيصلا موجود

دور جي جهان خانن ڏي موڪليو ان پراڻي روايت کي برقرار رکيو پيا اچن جيڪا انهن جي آقا انگريزن جاري ڪئي هئي.

پاڪستان کي هندستان کان ڌار ٿئي پنجاهه سال ٿي ويا آهن پر ريتون ۽ رسمون ساڳيون آهن جيڪي اڳي هيون ته هاڻي اڳي دور جي جهان خان جو قصو ٻڌو هي وڏو عياش ۽ ظالم هيو هڪ دفعه هن ڪنهن هاري جي نياڻي جي لڄ لٽي ان غريب هارياڻي جا ماءُ ۽ پيءُ روئيندا پٽيندا انگريز سرڪار جي دربار ۾ پهتا ۽ وڃي فرياد ڪيائون ته جهان خان نالي سامراجي ايجنٽ هنن جي نياڻي جي لڄ لٽي آهي ان تي اتي وينل هڪ انگريز پوليس آفيسر چيو ته ويل توهان جو فيصلو جهان خان ڪندو اها ڳالهه ٻڌي هنن غريبن جا واڻيسر ٿي ڦري ويا ۽ طاق لڳي ويا ۽ هنن دانهن ڪئي ته پڌي ٻه جهان خان ۽ ٻڌي ٻه جهان خان پر جيئن ته انگريز فيل مست هيو ان ڪري غريبن جي ان ڳالهه تي ڌيان ئي ڪو نه ڏنو ان ڪري جو جهان خان هنن جو ڪاڻاٽو پٽ هيو ۽ انگريزن جو پالبل پٺو هيو فريادين جي دانهن ڪوڪن جو ڪو به اثر نه ٿيو هو منهن مٿو پٽي چپ ڪري ويهي رهيا.

اڄان اسان جي ملڪ تان انگريزن جي حڪومت جو اولڙو ڪو نه لٿو آهي اهي ساڳيائي انگريزن جي وقت جا پوليس آفيسر ۽ جهان خان سنڌ ۾ ايتري ته تعداد ۾ ٿي ويا آهن جو سنڌي هاڻي پنهنجي جان بچائڻ ۾ پورا آهن جهڙي طرح اڳي ڪو به ماڻهون پوليس جي ڪنهن به ڪارندي يا ڪنهن وڏيري جي خلاف شڪايت ڪرڻ جي جرئت ڪو نه ڪندو هيو ۽ پوليس ۽ وڏيرن جا موچڙا کائيندو هيو ايتري قدر جو جيل ۾ ڪو قيدي ويندو هيو ته جيرو موٽي مشڪل ايندو هيو. اڄ به صورتحال ساڳي آهي. اڄو ته مان اوهان کي پنجاهه سال اڳ ۽ اڄ جو هڪ قصو ٻڌايان اسان جا وڏا

خير پور ميرس جي هڪ ننڍي ڳوٺ سينارجا بالا ۾ رهندا هيا جتي هنن جو انن جي هڪ جهان خان سان ڪنهن مسئلي تي نااتفاقي ٿي پئي ان جهان خان فوري پوليس جي مدد ورتي اسان جي خاندان جي انن ياتين ڪي هڪ عورت سان زنا ڪرڻ جي ڏوهه ۾ جيل موڪلي ڇڏيو اڄ وري پنجاهه سالن کان پوءِ ايڪويهن صدي ۾ انهي خاندان جي هڪ فرد جيڪو ضلع ميرپورخاص جو هڪ اهم ڪردار آهي جنهن جون غريبن لاءِ وڏين قربانيون آهن صرف پوليس جي سربراهه سان غريبن تي بيجا تشدد تي احتجاج ڪيو هيو جو اهو پوليس جوآفيسر بذات خود انتهائي رشوت خور ۽ ظالم هيو ان مون تي ساڳي نموني جو عورت سان زوري زنا ڪرن جو ڪوڙو ڪيس داخل ڪيو هيو جو مان ان ڪوڙي ڪيس ۽ پوليس جي ظلم کان بچڻ لاءِ ڪورٽ جون پٽيون ٽپي پڄي ويو هوس جنهن ملڪ ۾ وڪيل جي ٽڪي جي عزت نہ هجي ۽ هڪ ٽڪي جي صوبيدار جي عزت هجي ان ملڪ ڪي هڪ نہ هڪ ڏينهن ڊهي پٽ ٿيڻو آهي پوليس جو ظلم ايترو تہ وڌي ويو آهي جو بد مست زاني شرابي رشوت خور ٿاڻن تي غريبن سان جيڪي ظلم ۽ ويل ڪري رهيا آهن جنهن جي ٻڌن سان ڳچي شرم کان جهڪيو وڃي ٻڌو هي قصو اڄ کان ٿورا ڏينهن اڳ هڪ غريب هاري نالي ولي محمد پٽ فتح محمد ميرجت وينل 82 اي تعلقہ ميرپورخاص ضلع جي پوليس ڪماني يعني ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسرکي هڪ درخواست ڏني تہ پاٺويون ٿاڻي جي پوليس هن کان زوري رشوت ورتي آهي ۽ ڪاڻ ٿاڻي جي خوني قاتل بي شرم بي حيا بي ضمير اي ايس آءِ نالي تاج محمد پيپو ۽ غلام مصطفي ٽيپو ۽ علام سرور هن کان صرف ۽ صرف هن جي پٽن جي جان بخشي جي لاءِ هزارين روپيہ ورتا آهن.انصاف تئي هاڻي ڏسو تہ انگريزن جي ناهيل پوليس جو آفيسر ان درخواست کي ان ئي ٿاڻي جي

ايس ايچ او کي ٿو لکي تہ قانوني قدم کنيو وڃي ھاڻي ان ڊي پي او جي ان قانوني قدم کان مان اوھان کي ضرور آگاھ ڪندس ۽ ٻڌائڻ چاھيندس تہ اسان اڃان غلام آھيون جڏھن اھو غريب ھاري ولي محمد ۽ ان جو پٽ نالي ڊول اھا درخواست ڪئي پاٽويون ٿاڻي تي پھتا تہ اتي شراب جي نشي ۾ ڌت انھن بدمعاش پوليس آفيسرن ھر ھڪ تاج محمد پيو ۽ غلام مصطفيٰ ٽيبي ان غريب ھاري ۽ ان جي پٽ تي لٺين جا وسڪارا لائي ڏنا ۽ پوءِ غلام مصطفيٰ ٽيبي نالي اي ايس آءِ پنھنجي سٿڻ لاھي پنھنجو لن غريب ھاري ولي محمد جي وات ۾ وڌو جڏھن اھا ڳالھہ مون کي ان غريب ٻڌائي تہ پوءِ اڳي جيڪو منھنجي دل ۾ پوليس جو ٿورو گھڻو ڊپ ھيو اھو نڪري ويو ۽ مون ھاڻي فيصلو ڪيو آھي تہ پوليس ۾ شامل تاج محمد پيي ۽ غلام مصطفيٰ ٽيبي ۽ بشير رند جھڙن بي ضمير گھٽيا درجي جي نيچ قسم جي بدمعاش پوليس جي وردي پائي عوام جي جيڪا تذليل ڪئي آھي ان تي سخت احتجاج ڪيو ويندو ۽ جڏھن ضرورت پئي تہ ٻہ ٻہ ھٿ بہ ڪيا ويندا ڇو جو ان کان وڌيڪ انسان جي توھين ٻي ڪھڙي ٿيندي نہ صرف اھو بلڪ اھو زاني شرابي اي ايس آءِ تاج محمد پيو پاٽويون شھر ۾ ھڪ غريب جي گھر ۾ وردي پائي زنا ڪرڻ جي خيال سان گھڙيو پر پوءِ پاڙيوارن جي رڙين تي ڀڄي ويو.

نہ صرف اھو بلڪ ڪاڻ تاسي پي ايس پاٽويون تي مقرر ٿيل پوليس آفيسر جا ڏوھارين سان باقاعدہ واسطا آھن [illegible] آھي جو ڪاڻ جو ٿاڻو ڪمائڻ جي لحاظ کان اھو سڀ ٿاڻو آھي [illegible] واڪو ڏئي اھي پوليس افيسر ٿاڻو وٺندا آھن پوءِ غريبن سان ٿاڻو [illegible] بي عزت ڪري رشوت وصول ڪري خود بہ کائيندا آھن ۽ پنھنجي [illegible] آفيسرن کي بہ حصہ پتي ڏيندا آھن.

اسان هاتي پوليس جي رشوت خور زاني شرابي آفيسرن جي خلاف
کلم کلا لکندا سين پوء جان هڪ دفع نه ڏهه دفعا هلي وڃي پرواهه نه اهي
جيئن نه هان موجوده دسٽرڪٽ پوليس آفيسر پير محمد عباسي
کي چنگي طرح ڪو نه سڃاڻان پر مون کي ايتري خبر آهي ته هن جي
بحيثيت ضلع پوليس آفيسر جي عوام کي ڪو به رليف ڪو نه مليو عوام
جي تذليل ۽ توهين ٿانن تي وڌي وئي آهي.
هاتي اسان کي پوليس جي موجوده چيف جو رويو ڏسڻو آهي ته
هن جي لکيل حڪم نامي تي قانوني قدم ڪٿو نه پوء ڇا فريادي ولي
محمد جي وات ۾ لن ڪڍي وجهڻ ڇا قانوني قدم آهي پوليس جي نيچ اي
ايس آء غلام مصطفي ٽيبو جي ان قدم کي ڪو به شريف ماڻهون سٺو ڪو
نه چوندو ڇو جو ولي محمد مير جت وڏي ڪٽنب وارو اڇي ڏاڙهي سان هڪ
معزز ماڻهون آهي ۽ اها ذليل حرڪت آي ايس اء غلام مصطفي ٽيبي.
ڪري پي ۽ پٽ کي نظرن ۾ ڪيرائي جيڪو ڏوهه ڪيو ان سزا جو فيصلو
اينداز وقت ڪندو ۽ اهو وقت پري نه آهي هاتي جيڪڏهن مان ان پير محمد
عباسي دسٽرڪٽ پوليس آفيسر جي جاء تي هجان هان ۽ اها ڳالهه ٻڌان
ها ته پوء هڪ منٽ به انتظار ڪو نه ڪريان ها ان مهل پاڻويون ٽاٽي تي
پهچي پنهنجو هٿ سان ڀيڙي ۾ اي ايس آء غلام مصطفي ٽيبو
۽ تاج محمد پيپي کي لاڪپ ڪري [illegible] ڪيان ها ان کان پهريون
کين نوڪري تان ڊسمس به ڪيان ها ۽ جي [illegible] سبب جي ڪري نه
ڪري سگهان ها ته پوء ان دسٽرڪٽ پوليس آفيسر [illegible] مهندي کي مٽي لت
هٽي استعفا ڏئي گهر اچي ويهان ها هاتي اسان [illegible] دسٽرڪٽ
پوليس آفيسر جنهن جي باري ۾ اسان هڪ راء قائم ڪئي [illegible] هئو
پوليس جهان خانن جي سرپرستي ڪري رهيو آهي پوليس جي [illegible]

نفرت جي باهه تي پٽرول ڇڙڪي رهيو آهي هن صاحب کي فڪر اهو ڏاڍو آهي ته پاتي/جهان خان بک مري ويندا پر هن صاحب کي اهو احساس به تين گهرجي ته غريب جي ڪا به عزت ۽ هوندي آهي ۽ مان ڊي پي او صاحب کي تواريخ کان تورو واقف ڪندو هلان ته انقلاب ايئن ئي ۽ ايندا آهن سنڌ جو انقلاب فرانس جي انقلاب کان به وڌيڪ خونخوار هوندو ڇو جو سنڌين کي بک ستايو آهي ته بي پاسي امن امان جا ڪوڙا رکوالا هن جي مان ۽ مريادا جو خون ڪري رهيا آهن ۽ اهي ڳالهيون ئي خوني انقلاب کي جنم ڏينديون.

اسان ميرپورخاص جي ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر جي خيرخواهه جي حيثيت ۾ ڪيس مشورو ٿا ڏيون ته ولي محمد رند فتح محمد ميرجت کي رشوت جا ورتل پئسا موٽائي ڏين جي بدران لن وات ۾ وجهي هڪ اي ايس آءِ جوي ته وٺ هي پئسا واري ڪڏي عمل تي فوري طور تي قدم کڻي انهن بنهي ظالم اي ايس آءِ تاج محمد پيو ۽ غلام مصطفي ٿيبو ۽ سپاهي بشير رند کي ڊسمس ڪيو وڃي ۽ هن جي خلاف سخت قانوني ڪاروائي ڀن ڪئي وڃي جيڪڏهن ڊي پي او صاحب انهن پوليس جي خلاف ڪا به ڪاروائي نه ڪئي ته پوءِ اسان انهن ظلمن جي خلاف اپيري ته زبردست تحريڪ هلائيندا سي جو جو نه هوندا ٿاڻا ۽ نه هوندي پوليس ڇو جو اسان کي پوليس جي طاقت جي جنگي طرح خبر آهي ته پندرنهن سو سپاهي ضلع جي لکن ماڻهن جي جذبات کي ڪنٽرول نه ٿا ڪري سگهن مان آخر ۾ پوليس جي رشوتخور ۽ ظالم آفيسرن کي تنبيهه ٿو ڪريان ته پنهنجي حرڪتن کان باز اچو بي صورت ۾ توهان جي داستان به نه هوندي داستانن ۾ خدا جي قهر کان ڊڄو جيڪو مظلوم پوليس تي نازل ٿيڻ وارو آهي.

امان الله سومرو

آرگنائيزر قيدي بچايو تحريڪ سنڌ

# جيڪڏهن قيدين تي تشدد بند نہ ٿيو تہ پاڪستان ٽٽي ويندو.

اها هڪ طئي شده ڳالهہ آهي تہ جنهن ملڪ ۾ انصاف نہ هوندو آهي تہ ان ملڪ کي تباهہ ۽ برباد ٿين کان دنيا جي ڪا بہ طاقت روڪي نہ سگهندي آهي هن وقت اسان جي صورتحال بلڪل اهڙي ئي آهي سنڌ جي ٿاڻن ۾ جيڪو ظلم ۽ تشدد ٿيندوآهي ان جو دبيل دبيل آواز ڪڏهن ڪڏهن اخبارن ۾ ٻڌڻ ۽ پڙهڻ ۾ ايندو آهي ليڪن سنڌ جي جيلن خصوصاً انهن جيلن جن ۾ گلزار چنہ، ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر عرف اجو گونگا ايذا تہ ظالم ۽ خونخوار ٿي ويا آهن جو هنن قيدين جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي ۽ قيدي اهڙي تہ خوفناڪ ۽ ڀيانڪ صورتحال مان گذري رهيا آهن جنهن جي هلڪي جهلڪ اها آهي جو قيدي سخت سردي ۾ اگهاڙي فرش تي زخمي حالت ۾ پيا آهن خبر نہ آهي تہ هو ڪهڙي طرح پنهنجي زندگي جو ساهہ کڻي رهيا آهن. اهو تہ ايئن آهي تہ قبر جي حال جي خبر تہ مردي کي هوندي هن وقت جيڪو جيلن ۾ ٿي رهيو آهي ان کي ٻڌي سخت سياري ۾ انسان کي ڏڪڻي وٺيو ٿي وڃي ۽ پوءِ انهن لاچار ۽ بي بس قيدين جي ڪهڙي حالت هوندي قيدين کي ٻن ڏينهن کان لاڳيتو ٿڌي پاڻي جي حوض ۾ ويهاريو ٿو وڃي جنهن جي ڪري گهٽ ۾ گهٽ پندرهن قيدي مري ويا آهن. جيل جا جلاد ۽ ظالم آفيسر ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر عرف اجو گونگا اهو سڀ ظلم ان ڪري ڪري رهيا آهن جو پنهنجي لاءِ جاءِ نهرائڻ ٿا چاهين جنهن جي لاءِ هنن کي سيمنٽ، بجري ۽ لوهہ ٿو کپي

۽ ان جي حصول لاءِ قيدين کان صرف پئسا وٺڻ جي لاءِ تشدد ڪبو ٿو وڃي ته وري ٻي طرف پنهنجي وحشيانه جبلت جيڪا ٻي سڀ انسانن تي تشدد ڪري خوش ٿيندي آهي اهڙين وحشي روحن اڄڪلهه گلزار چنه. ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيدر عرف اڃو گونگا جي جسم ۾ پنهنجو ڏيرو ڄمايو آهي اهو ئي سبب آهي جو اهي بدروحون قيدين جي جان لاءِ عذاب ٿي ويون آهن ۽ اهي ظالم قيدين جو رت نچوڙي ٻي جان لاش قبرستان ۾ موڪلي رهيا آهن ليڪن افسوس جو اڄ تائين پاڪستان جو ڪو به وڏو آفيسر يا عدليه جو جج جيل ڪو نه آيو ۽ قيدين جي حالت زار ڏٺو هجي ڇاڪاڻ جو هي سڀ ڪجهه هڪ منصوبي تحت ڪيو پيو وڃي هڪ طرف دولت جي گهرج ٻي طرف سنڌ جي قيدين جي تذليل ڪرڻ جنهن جو اصل محرڪ جيل خانه جو انسپيڪٽر جنرل نثار احمد مهر آهي جو قيدين ڪي رت ۾ ڳاڙهو ڪري انهن قيدين ڪي رت جا ڳوڙها رئاڙي ملڪ جي قبر کوٽي رهيا آهن ۽ اڄڪلهه جيترو ظلم ۽ ناانصافي قيدين سان ٿو رهي آهي ان جي مثال پوري برصغير جي تاريخ ۾ نه ٿي ملي اسان ان جو ذميدار نه صرف حڪومت بلڪ عدليه کي سڀ کان وڌيڪ ذميدار نه ٿا سمجهون ڇاڪاڻ جو قيدي عدالتن جي تحويل ۾ آهن نه ڪي انتظاميه جي تحويل ۾.

اڄڪلهه ججن جو ڪردار وڏو غور طلب ٿي ويو آهي جو اسان جي اعليٰ عدالتن جا تن آسان لاپرواهه جج ايترا ته ٻي حس ٿي ويا آهن جو هو انڌا گونگا ۽ ٻوڙا ٿي ويا آهن ۽ انهن جي انڌي گونگي ۽ ٻوڙي پڻ جا اسان وٽ واضح ثبوت موجود آهن. جيڪي اسان عوام ۽ صحافين جي روبرو ضرور پيش ڪنداسين.

هي انوقت جو واقعو آهي جڏهن گلزار چنه سينٽرل جيل حيدرآباد جي چارج ورتي هئي سينٽرل جيل حيدرآباد مان لاشن نڪرڻ جو سلسلو

شروع ٿي چڪو هو ۽ باقي جيڪي اڙ مٺا قيدي بي جان لاش وانگر سينٽرل جيل ۾ اڇڪنهه جي جلاد هٽلر ۽ مسوليني ملڪ الطاف احمد ۽ اعجاز حيدر عرف اڇو گونگا جي قبرستان ۾ دفن آهن. ججن کي به جيل جي اندر وڃڻ نه ٿو ڏنو وڃي ۽ انهن کي الو ٺاهي ٻاهران ئي ٽرڪايو ٿو وڃي ان کان وڌيڪ قوم جي ڪهڙي بدنصيبي ٿيندي جو ڪورٽن جا پٽيوالا ۽ سپاهي قيدين ٿي جيل جي اندر ٿيندڙ ظلم ڏسي الامان الحفيظ جون دانهون ڪري رهيا آهن. ليڪن اسان جي ڪورٽن جي انڌن گونگن ۽ ٻوڙن بي حيا غدار ملڪ دشمن بدديانت ججن کي ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي ۽ اهو ئي ججن جو انڌو پڻ هن ملڪ جا ٽڪڙا ٽڪڙا ڪري ڇڏيندو جنهن جي شروعات ٿي چڪي آهي اڄ نه ته سڀاڻي هن ملڪ جا ٽڪڙا ٽڪڙا ٿي ويندا جنهن جا ذميدار عدليه جا بدديانت جج هوندا جن جي بي انصافي جي ڪري هيڏو وڏو سانحو ٿي ويندو.

جيئري قدر فوجي حڪومت جو سوال آهي ته اها عدليه ۽ انتظاميه جي بدديانتي جي ڪري ڊانو ڊول آهي جنهن جو ثبوت اهو آهي جو قلم 109 جيڪو ڪجهه به نه آهي صرف اها ته آواره گردي آهي اهو آواره گردي جو بيهوده قلم لاڳو ٿيڻ کان پوءِ سانتون ورهين کان جيلن ۾ سڙي رهيا آهن جڏهن ته هڪ معمولي قلم جي ڏوهه جو فيصلو ئي جج نه ٿا ڪري سگهن ۽ غريب کي جيل مان رها نه ٿا ڪري سگهن ته پوءِ لعنت آهي اهڙن ججن تي ۽ اهڙي عدالت تي جيڪي غريب کي انصاف ڏئي آزاد نه ڪري سگهي جج شايد اهو سمجهندا هوندا ته انهن کي اها بيگناهن کي هرويرو جيل ۾ رکڻ واري بدمعاشي راس اچي ويندي ته پوءِ انهن بدديانت ججن کي ياد رکڻ گهرجي ته انهن جي زوال جي ڪهاڻي لکڻ شروع ٿي وئي آهي اسان جنگ نه ٿا چاهيون جيڪڏهن جنگ ٿي به هئي وڏي بي انصافي ٿيندي

چو ته غريب قيدي جنگ، نه انصاف گهري رهيا آهن اهڙيون عدالتون فوري طور تي قائم ڪيون وڃن جنهن ۾ غريب قيدين کي مفت ۾ وڪيل فراهم ڪري فوري طور تي انصاف ڏنو وڃي ۽ قيدين سان حسن سلوڪ سان پيش اچي ته پوءِ اسان اوهان کي يقين ٿا ڏياريون ته دشمن جي فوج کي هڪ گولي به هلائڻ جي همت ڪو نه ٿيندي ڇاڪاڻ جو اسان جو دشمن اسان کان وڌيڪ افلاس زده کان علاوه ايڊز زده آهي اها قوم ته پاڻ مري رهي آهي. ان کي مارڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.اها پاڻ ئي ختم ٿي ويندي اچو ته ڳڌجي ملڪ جي دشمنن جن ۾ عدليه جا بدديانت جج سرفهرست آهن جن ڪورٽن کي پنهنجي گهر جي ٻانهي بڻائي ڇڏيو آهي ۽ اهي بدديانت جج عوام جي تقدير سان کيڏي رهيا آهن حساب ڪتاب چڪتو ڪيون پوءِ جيڪڏهن ڪنهن دشمن اسان جي طرف اک کڻي ڏٺو ته پوءِ اسان فوج جي شانه بشانه گڏ هونداسين ۽ جنگ وڙهنداسين ٻي صورت ۾ جيڪڏهن قيدين تي جيلن ۾ تشدد بند نه ٿيو ۽ قيدين جا لاش جيلن مان نڪرڻ بند نه ٿيا جنهن تي نتيجي پورو معاشرو جلي سڙي رهيو آهي ته پوءِ هن ملڪ کي دنيا جي ڪا به طاقت بچائي نه سگهندي ۽ تباهي هن قوم ۽ ملڪ جو مقدر هوندي.

**امان الله سومرو**

**آرگنائيزر قيدي بچايو فورم سنڌ**

عزت ماب غلام مصطفيٰ چنہ صاحب
اسسٽنٽ رجسٽرار هاءِ ڪورٽ آف سنڌ
حيدرآباد

جناب اعليٰ عرض تہ مان هن وقت پوليس جو روپوش ڏوهاري آهيان ۽ پنهنجي گرفتاري جي ڊپ کان لڪندو ٿو وتان ان جو سبب صرف ۽ صرف اهو آهي جو هاڻي عدليہ مان انصاف نڪري ويو آهي جو جڏهن ميرپورخاص جي نام نهاد ايماندار ڊي پي او امير علي شيخ جي طرفان بدنام زمانہ عورتون موڪلي ڪوڙي ايف آئي آر درج ڪري مون کان انهن جي خلاف لکيل پمفليٽ جنهن ۾ عنوان هيو " ڌاڙيل ناهن بند ڪر" اهو صرف پمفليٽ ڪو نہ هيو پر ميرپورخاص جي نام نهاد پوليس آفيسر امير علي شيخ جي خلاف هڪ قسم جي چارج شيٽ هئي هن ان چارج شيٽ جي جواب ۾ پنهنجن چمچن جي هٿان پنهنجي حمائت ۾ هڪ جلوس ڪيرايو هيو پر جيڪا مون هن جي ايمانداري جي مٽي پليت ڪئي ۽ هن جي خلاف رستن ۽ روڊن تي جلوس ڪيا تہ هي چڪرائجي ويو ۽ منهنجي خلاف رات جو بہ آواره عورتون موڪلي وري بہ ڏينهن صبح جو عورت جا ڪپڙا ڦاڙڻ جي ايف آئي آر داخل ڪري مون کان انتقام وٺڻ جي ڪوشش ڪئي جو هن کان اڳ ۾ هن جي خلاف جن جن لکيو آهي انهن تي ايترو تہ تشدد ڪيو ويو آهي جو لڳي ٿو تہ هي بہ دادو جي جنوني جمعدار نور محمد وانگر ڪو ذهني ۽ نفسياتي مريض آهي جيڪو پنهنجي انا کي پورو ڪرڻ جي لاءِ ماڻهن جو رت وهائڻ ۾ بہ دير ڪو نہ ڪندو آهي تہ وري بہ پاسي چيل جا خوني جلاد ۽ قاتل آفيسر منهنجي ڳوٺن ۾ آدم بو آدم بو ڪندا

تا وٺن اهو ئي سبب آهي جو مان حيدرآباد هاءِ ڪورٽ ۾ پنهنجن ڪيسن جي سلسلي ۾ پيش نه ٿو ٿي سگهي جو بقول هڪ وڪيل جي اها کهڙي طاقت آهي جيڪا مون کي پگهار ڏئي اهي پمفليٽ لکرائي رهي آهي اهو ٻڌي مون کي وڌيڪ ڏکئي وٺي وئي ۽ ايئن لڳو ته جي مان انهن آفيسرن ۾ هڪ امير علي شيخ ملڪ الطاف ۽ اعجاز حيد عرف اڄو گونگا جي هٿ چڙهي ويس ته هي منهنجي کل ئي لاهي ڇڏيندا پوءِ منهنجو خون ڏسي ماٿهون منصور ان الحق واري کي وساري ڇڏيندا.

سائين مان موت کان ڪو نه ٿو ڊڄان مان عدالتن جي انهن رشوت خور ججن کان ٿو ڊڄان جن انصاف ڪرڻ بند ڪري ڇڏيو آهي جو اڄ جيلن ۾ ڪيترا قيدي مري ويا آهن پر ڪنهن به جج ڪا به انڪوائري ڪو نه ڪئي نه ئي پنهنجي عدليه جي تحويل ۾ رکيل قيدين جي جان بچائي سگهيا آهن اهو ئي سبب آهي جو مان هڪ رشوتخور جج نالي ظريف قريشي جي نا انصافي ڪري ۽ پوليس جي طرفداري ڪرڻ جي ڪري اهو ڏوهه جنهن جو مون تي الزام هنيو ويو آهي سو قابل ضمانت جي هئڻ جي باوجود ان ڪري ضامن ڪٽڻ جي ڪيس ۾ دير ڪئي جيئن ڪورٽ جو ٽائم ختم ٿئي ٻاهر بيٺل پوليس مون کي گرفتار ڪري منهنجي کل لاهن هو ئي سبب هيو جو بحيثيت قانوندان جي پنهنجي جان بچائڻ جي لاءِ ڪورٽ جون پٽيون ٽپي پڄي ويو هوس اوهان عدالتن جي ڪارڪردگي سي تا سگهو.

مون اوهان سان جيڪي آخري ملاقات ڪئي هئي جنهن ۾ مسٽر دايت الله سومري چيو ته مون هڪ پمفليٽ نالي " تو چيف نهين ٽيف هي " ڪيو آهي مون اڳ به اوهان جي روبرو قسم ڪنيو هيو ته اهو پمفليٽ مون لکيو آهي خاص ڪري اوهان ۽ مسٽر بي ڪي جوکيو افتخار صاحب

مسٽر اقبال ۽ مسٽر هدايت الله سومري ايتري قدر جو اوهان جي ڪورٽ جا پٽيوالا جنهن ۾ مسٽر علي بخش شيخ سرفهرست منهنجي ايتري ته عزت ڪندا آهن جو مان اوهان وٽ ايندي ايئن محسوس ڪندو آهيان ڄڻ مان ڪنهن ڪورٽ ۾ نه پر پنهنجي دوستن ڏانهن وڃي رهيو آهيان ۽ اوهان صاحبن جي طرفان جيڪا اتي ڪورٽ ۾ منهنجي عزت ڪئي وڃي ٿي اها منهنجي مڃتا جو هڪ نشان آهي ۽ منهنجي عزت وقار جو نشان آهي سائين عزت حاصل ڪرڻ جي لاءِ انسان کي وڏي جاکوڙ ڪرڻي پوندي آهي جڏهن ته ذليل ۽ بيغيرتو ٿيڻ جي لاءِ پل به ڪو نه لڳندو آهي ۽ هن وقت جيڪا عزت ۽ مڃتا اوهان صاحبن ڏني آهي اها حاصل ڪرڻ جي لاءِ مون وڏي محنت ڪئي آهي ۽ قرباني ڏني آهي مان پنهنجن عزيز دوستن جتي ڏنل عزت چند حرفن جي ڪري ڪنهن به صورت ۾ تباهه ڪو نه ڪندس بلڪ مان ان پنهنجي عزت ۾ ان وقت واڌارو ڪندس جڏهن مان اوهان جي عزت سمجهندس.

مون سائين اليڪشن وڙهڻ جو فيصلو ڪيو آهي ڇو جو هاڻي دشمن سان وڙهڻ لاءِ مون کي ڪا حڪمت عملي جوڙڻي پوندي اها آهي اليڪشن منهنجي خيال ۾ اول ته ملڪ ۾ اليڪشن ٿيندا ئي ڪو نه جي ٿي ويا ته مان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان جي مان کٽي نه سگهيس ته پوءِ مان پنهنجي مخالف کي رڪ جا چڻا چٻائي ڇڏيندس.

بهرحال مان اوهان جو بيحد احترام ڪندو آهيان هيٺ ۽ مٿي وينل عدالتي ڪارڪنن جي سڄي اسٽاف جي عزت ڪندو آهيان هو مون کي ايترو ته پيار ڏيندا آهن جو مان سڀ غم پلجي ويندو آهيان يار زنده محبت باقي دعا ڪيو جي زندگي رهي ته ضرور ملاقات ٿيندي.

امان الله سومرو

آرگنائزر قيدي بچايو فورم سنڌ

390


روزاني
اڄوڪي سنڌ جو آواز
# عوامي آواز
ڪراچي

جمعو 25 جنوري 2002ع 10 ذوالقعد 1422ھ (سال 13) شمارو 25 قيمت 5 رپيا


## سينٽرل جيل حيدرآباد جا ٻه قيدي سول اسپتال ۾ فوت

### ٻئي قيدي بيماري سبب اسپتال داخل هئا. هڪ قيدي کي موت جي سزا ٻڌايل هئي

حيدرآباد (بيورو رپورٽ) مختلف بيمارين سبب سول اسپتال حيدرآباد ۾ داخل سينٽرل جيل حيدرآباد جا ٻه نوابشاهه ۽ دادو جا

ڏسو صفحو 5 ڪالم 2

### لاش بنا پوسٽ مارٽم، وارثن حوالي

حيدرآباد (بيورو رپورٽ) سول اسپتال

ڏسو صفحو 6 ڪالم 3

### بقايا: سينٽرل جيل/قيدي فوت

پيرسن قيدي فوت ٿي ويا. موت ٿي ويل هڪ قيدي محمد عثمان بابت ڄاڻايو وڃي ٿو ته هو نواب شاهه جو ويندڙ هو. سنڌس ڄمار 50 ورهين کان مٿي هئي ۽ ڪيس عدالت طرفان موت جي سزا ٻڌايل هئي. جنهن ته دادو ضلعي سان لاڳاپيل مير علي ڪولوي ڳالهي جي هڪ ڪيس ۾ گرفتار ٿيل هو ۽ گهڻ ڏينهن کان قيد ڪاٽي رهيو هو. ياد رهي ته سينٽرل جيل حيدرآباد جي قيدين جو بيماري ۾ ورڪورجڻ ۽ بيمارين سبب فوت ٿيڻ معمولي بڻجندو پيو وڃي. جنهن مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته جيل اندر قيدين جي صحت جي حوالي سان ماحول ابتر ٿيندو پيو وڃي. هوڏانهن جيل اندر مختلف قيدين جي مرڻ جي باوجود ظاهري طور سرڪار اجا تائين ڪو نوٽيس نه ورتو آهي. ٻئي طرف قيدي فيصل آفريدي اڃا تائين سول اسپتال حيدرآباد ۾ داخل آهي جنهن بابت الزام مڙهيو پيو وڃي ته جيل جي اهلڪارن تشدد ڪري کيس زخمي ڪيو آهي. 17

### بقايا: سول اسپتال

حيدرآباد ۾ بيماري سبب موت ٿيڻ ٻن قيدين امير بخش ۽ محمد عثمان جمالي جي وارثن سمڪٽ ايڪسٽرا جوائنٽ سول جج حيدرآباد جي عدالت ۾ درخواستون داخل ڪرايون. ته منڪوره قيدين جا لاش پوسٽ مارٽم ڪرڻ بنا اسان جي حوالي ڪيا وڃن. عدالت درخواستن تي لاش بنا پوسٽ مارٽم جي سندن وارثن حوالي ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي.

## سپاف ڪارڪنن تي تشدد بند نه ٿيو ته سنڌ ۾ احتجاج ٿيندو: عاجز ڌامراهه

### ڪراچي کان حيدرآباد منتقل ٿيل ڪارڪنن جي حياتين کي خطرو آهي، ڪشمور ۾ خطاب

ڪشمور (س ر)، سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ قيدين تي انسانيت سوز ظلم فوري طور بند نه ڪيو ويو ته سڄي سنڌ ۾ ڀرپور احتجاج ڪيو ويندو. اهڙو اظهار سپاف سنڌ جي مرڪزي جنرل سيڪريٽري عاجز ڌامراهه ڪشمور ۾ سپاف ڪارڪنن جي هڪ ميڙ کي خطاب ڪندي ڪيو. هن چيو ته پ پ ڪارڪن حسن راڄپر، رستم لاشاري کي ڪراچي مان حيدرآباد سينٽرل جيل منتقل ڪري انهن تشدد ڪيو ويو آهي. جو سندن حياتين کي خطرو آهي. هن چيو ته سينٽرل جيل حيدرآباد جي جيل سپرنٽينڊنٽ ظلم جا سڀ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا آهن. جيڪڏهن پ پ ڪارڪنن تي تشدد بند نه ڪيو ويو ته جيل جو گهيراءُ ڪيو ويندو. 062640

ABC Certified

Simultaneously appearing from Karachi & S[illegible]

A Great Provision of Truth & Latest Information

DAILY TAMEER-E-SINDH

روزاني تعميرِ سنڌ

سکر: جمعو 17 نومبر 2000ع بمطابق 20 شعبان 1421هه سال اٺون شمارو 32 صفحا 4، ملهه:3 روپيا

# قيدين بجاءِ جيل عملدارن خلاف آپريشن ٿيڻ کپي

انهي ۾ ڪوئي شڪ ناهي ته سڄي دنيا اندر ڏوهارين لاءِ قائم ڪيل "جيلن" کي سڌار گهرن جي تصور سان ڏٺو ويندو آهي. پر ڏکڻ ايشيائي ملڪن خاص طور پاڪستان ۽ هندستان ۾ واقع جيلن جي حالت ڏسي اهو اندازو لڳي ٿو ته هتي جا بنيادي تصور سڌريل دنيا کان بلڪل مختلف آهن. جيل هندستان جا هجن چاهي پاڪستان جا. انهن ۾ اڄ تائين اهي ئي قانون لاڳو آهن جيڪي انگريزن لاڳو ڪيا هئا. قيدين جي کاڌي پيتي وارين شين کان رهڻي سهڻي تعليم ۽ بهتر تربيت تائين ذڪر جوڳي ڪا شيءِ به ناهي. جنهن بابت چئي سگهجي ته وقت ۽ حالتن جي تبديلي سان گڏوگڏ انهي ۾ به ڪائي تبديلي آندي وئي آهي. ڄڻ ته حاڪم انگريز جو ڇڏيل دستور ئي آهي جيڪو اڄ ڪلهه هتي جي جيل عملدارن جي روح ۾ سمايل هجي ٿو. نتيجي ۾ ظلم ۽ زيادتين جون اهڙيون اهڙيون ڪهاڻيون سرجي رهيون آهن جن بابت سوچيندي به لڱن جا وار اڀا ٿيو وڃن. ڪجهه ڏينهن اڳ جي ئي ڳالهه آهي جو جڏهن بهائي سينٽرل جيل پشاور جي قيدين کي ناراض ڪيو ويو. فطري مزاحمت جي جواب ۾ ضلعي پوليس کان سواءِ سيڪيورٽي ايجنسين کي پڻ سڏائي بي هٿيار قيدين تي هزارين گولا ۽ گوليون وسايون ويون. ڪيترائي قيدي زخمي ٿي پيا. ڪجهه قيدين کي اجل جي راهه پڻ وٺرائي وئي. ان واقعي کان اڳ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ پڻ ساڳي ئي ڪلاسيڪي ڪار ڪٿي وئي هئي. هن وقت جڏهن انهن واقعن کي ماڻهو آهستي آهستي وسارڻ لڳا آهن ته هڪ ڀيرو ٻيهر نه رڳو سينٽرل پر نارا جيل حيدرآباد جي ڪنٽرول دل انتظامي عملدارن جي بدانتظامي ۽ بي حسي سبب پيدا ٿيل ڇڪتاڻ ڪجهه ڏينهن کان جاري آهي. اطلاع آهن ته نارا جيل ۾ ڪجهه ڏينهن کان قيدين بک هڙتال ڪري ڇڏي آهي. هوڏانهن قيدين کي درپيش مسئلن جي سلسلي ۾ مختلف پارٽين ياران جوڙيل ايڪشن ڪميٽي. جون سينٽرل جيل حيدرآباد جي انتظاميا سان ٿيل ڳالهيون پڻ بنا ڪنهن نتيجي جي ختم ٿي ويون آهن. اهڙي صورتحال ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر قيدين مٿان ظلم جا پهاڙ ڪيرائڻ جا امڪان پيدا ٿي ويا آهن. پر انهي باوجود ذميوار عملدار ماٺ ڪريو شايد ڪنهن پڇڻ ئي رهيا آهن. جيلن جي حوالي سان سڀ کان اهم نڪتو ۽ نه سمجهه ۾ ايندڙ ڳالهه اها آهي ته جيڪي ماڻهو مختلف الزامن هيٺ باندي بڻايل آهن. آخر انهن وٽ اهي غيرقانوني شيون ڪيئن ۽ ڪٿان پهچن؟ ان سوال جي درست جواب لاءِ اڄ تائين ڪي به مثبت ڪوششون نه ڪيون ويون آهن. حالانڪ اهو ظاهر آهي ته ڪنهن به جيل اندر ٿيندڙ ڪنهن به قسم جي سرگرمين جو سڌو توڙي اڻ سڌو ذميوار ان جيل جو سپرنٽينڊنٽ ئي هوندو آهي. ڪنٽرول آپريشن دوران ٻنهي جيلن مان ميڙا طور موبائيل فون، منشيات، رنگين ٽيليويزن ۽ اهڙو ٻيو گهڻو ئي سامان هٿ آيو هو پر اها ڪيڏي نه افسوس جوڳي ڳالهه آهي جو ڪنهن به ذميوار عملدار خلاف ڪوئي قدم نه کنيو ويو. جيستائين مٿين عملدارن جي اهڙي خاموشي برقرار رهي ته ممڪن آهي ته سڀاڻي جيلن مان ڌماڪيدار مادا به ملڻ شروع ٿين ۽ اهو به ممڪن آهي. ڪي ان کان به وڏا واقعا پيش اچن. اسان سنڌ سرڪار ۽ آءِ جي جيل سميت سمورن وس وارن کان اهو مطالبو ٿا ڪريون ته جيلن اندر ٿيندڙ غيرقانوني سرگرمين ۾ ملوث قيدين کان اڳ انهن جيل عملدارن خلاف آپريشن ٿيڻ کپي جيڪي ذڪر هيٺ آيل سمورن ڪڌن ڪمن جي سرپرستي ڪن ٿا. غيرقانوني سرگرمين کي ٻنجو ڏيڻ جو مڪمل دارومدار اهڙي نوعيت واري آپريشن جي ڪاميابي تي ئي آهي. جنهن کان پوءِ اسان سمجهون ٿا ته جيلن اندر جهڙتي وٺڻ جي ڪائي ضرورت ئي پيش نه ايندي. اسان کي اميد آهي ته ان ڏس ۾ سنجيدگي سان ئي ڪا هڪ مڪاني ڪري ان تي عملدرآمد ڪيو ويندو.

ایڈیٹر مختار عاقل

Daily JURA'AT کراچی

روزنامہ جرأت

جلد 6 | منگل 4 ذیقعد 1421ھ، 30 جنوری 2001ء | شمارہ 56

# رچ آپریشن قیدیوں کی ٹانگیں بازو توڑ دیئے گئے سینکڑوں ڈنڈا وارڈ

## ں جیل میں نماز جمعہ کی اجازت طلب کرنے پر بیہمانہ تشدد، جیلر نے ایک قیدی کو ہلاک کر دیا

## ف ہڑتال کرنیوالوں کے منہ میں کپڑا ٹھونس کر ناک میں پانی ڈالا جاتا ہے، قیدیوں کا الزام

ل (رپورٹ / محمد شاہد) سینٹرل جیل سکھر | میں غیر اعلانیہ سرچ آپریشن شروع کر دیا گیا۔ سینٹرل

باقی صفحہ آخر بقیہ نمبر 1

بقیہ نمبر 1 سے

جیل سکھر سے سیشن کورٹ ھو نلی پیشی پر آئے ہوئے قیدیوں سید سخاوت حسین شاہ، علی نواز کھوسو، علی نواز زرداری اور پٹھان کھوسو سمیت سات قیدیوں نے نمائندہ جرأت کو جیل انتظامیہ کی جانب سے قیدیوں پر ڈھائے جانے والے مظالم کی تفصیلات بتاتے ہوئے کہا کہ قیدیوں نے جیل انتظامیہ سے جمعہ کی نماز مسجد میں اکٹھے پڑھنے کا مطالبہ کیا تو جیلر مقصود اور جیل سپرنٹنڈنٹ محمد نواز نے اپنی نگرانی میں شروع کیے گئے سرچ آپریشن کے نام پر قیدیوں پر بے انتہا تشدد شروع کر دیا اور قیدیوں کی ٹانگیں اور بازو توڑ ڈالے انہوں نے کہا کہ جیل انتظامیہ نے سینکڑوں قیدیوں کو ڈنڈا وارڈ کرنے کے ساتھ ساتھ ڈنڈا بیڑیاں لگادی ہیں ایک قیدی علی نواز کھوسو نے بتایا کہ وہ جیل کے اندر ٹوپیاں بنا کر بچوں کا پیٹ پالتا ہے اس نے 6 ماہ کے اندر 10 ہزار جمع کئے تھے وہ بھی جیل انتظامیہ نے سرچ آپریشن کے نام پر لوٹ لیے اس نے کہا کہ جیلر نے ہمارے سامنے قطب پیرزادہ پر انتہا تشدد کیا کہ وہ ہلاک ہو گیا۔

ABC Certified

Simultaneously appearing from Karachi & Sukkur

A Great Provision of Truth & Latest Information

DAILY TAMEER-E-SINDH

روزاني تعمير سنڌ

سکر: خميس 24 جنوري 2002ع بمطابق 9 ذوالقعد 1422هه سال نائون شمارو 3 ڪل صفحا 6 ملهه: 4 روپيه

# حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ قيدين تي تشدد، هڪ ڄڻو فوت، هڪ زخمي، ڇڪتاڻ

## ڪجهه وقت اڳ وڳوڙ بعد منتقل ڪيل قيدين جي واپسي شروع ٿيڻ بعد تازو آيل فيصل آفريدي سنگين لڳڻ سبب زخمي ٿيو

[illegible]

## گيٽ تي اينڊر قيدين مٿان تشدد جو ٻڌي قيدين بيرڪن مان نڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، نعريبازي

حيدرآباد (رپورٽر) ڪجهه ڏينهن اڳ سينٽرل جيل حيدرآباد جي انتظاميا جيل اندر سرچ آپريشن ڪرڻ ڪانپوءِ جيل ۾ ڏقيڙ ۽ وڳوڙ پيدا ڪرڻ جو الزام مڙهندي لڳ ڀڳ 50 قيدين کي ڪراچي جي جيلن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيو هو. قيدين جي منتقلي بابت ڏانهن پهچڻ تي عدالت نوٽيس وٺندي سينٽرل جيل حيدرآباد جي انتظاميا کان پڇاڻو ڪيو هو. ان ڪانپوءِ جيل انتظاميا پ پ (ش ڀ) سان لاڳاپيل قيدي /ڏسو صفحو-6 نمبر-29

حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ تشدد سبب فوت ٿيل قيدي

ٻاٻا 29 اڳواڻ امير بخش عمراڻي ۽ اڳوڻي شاگرد اڳواڻ حسن راڄڙ سميت ڪجهه قيدين کي پهرين کيپ ۾ ڪراچي مان سينٽرل جيل حيدرآباد واپس آندو هو. ٻڌايو وڃي ٿو ته قيدين جي واپسي جي سلسلي ۾ گذريل ڏينهن پڻ جيل انتظاميا طرفان فيصل خان آفريدي، سڪندر انصاري، منصور سومرو ۽ ظفر علي ڪوريجي سميت ڪجهه قيدين کي ڪراچي کان واپس سينٽرل جيل حيدرآباد آندو ويو ۽ جيل واپس پهچڻ تي قيدين ۽ جيل جي اهلڪارن وچ ۾ سخت تلخ ڪلامي ٿي ۽ ڇڪري لڳي. جنهن بعد تشدد دوران هڪ اهلڪار سنگين هڻي هڪ قيدي فيصل آفريدي کي زخمي ڪري وڌو. جڏهن ته تشدد ۾ هڪ نامعلوم قيدي فوت ٿي ويو.

